

# ٻارن جي اوسر

۽

# مشاورت

پي ٽي سي

سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، ڄامشورو



# ٻارن جي اوسر

۽

# مشاورت

پي ٽي سي

سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، ڄام شورو

ڇپائيندڙ: مشهور آفسيٽ پريس، ڪراچي

بلوچستان ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، ڪوئيٽا جو
تيار ڪرايل ۽ سنڌ پرڳڻي جي سيني
ٽريننگ ڪاليجن لاءِ
واحد درسي ڪتاب طور منظور ڪيل

ليکڪ :

1. جي - اي - بخاري
2. اعجاز احمد ملڪ
3. مس ياسمين صوفي

سنڌيڪار :

عباس علي نظاماڻي
دوست محمد پٿي

ايڊيٽر :

محمد ابراهيم جويو

نگران :

محمد ناظم علي خان ماتلوي

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ :
غلام عباس هاليپوٽو

ڇپيندڙ: مشهور آفسيٽ پريس، ڪراچي

# مضمون جا مقصد

## ڪورس جي پڄاڻي تي شاگرد ان لائق ٿيندو تہ :

1. ٻار جي جسماني ۽ ذهني اوسر جو انداز بيان ڪري سگهجي .
2. گهر، اسڪول، مسجد ۽ راڄ ۾ معاشرتي عمل جو خاڪو پيش ڪري سگهي.
3. جذباتي اوسر ڪان بالغ ٿيڻ تائين جي عمل جي نشاندهي ڪري سگهي .
4. ابتدائي ڪلاسن جي شاگردن جي ارتقائي مشغولين کي سڃاڻي سگهي.
5. ٻارن جي انفرادي ويڇن جو اندازو لڳائي سگهي.
6. تعليم ۽ تحريڪ جي باهمي لاڳاپن تي بحث ڪري سگهي.
7. مشاورتي مقصد لاءِ مختلف آزمائشن ۽ سامان جو استعمال ڪري سگهي.
8. ڪلاس ۾ ذهني صحت جو ماحول قائم ڪري سگهي.
9. استاد ۽ والدين جي سهڻن تعلقاتن جي اهميت جو داد ڏيئي سگهي ۽ قدرداني ڏئي.
10. اسڪول ۽ راڄ جي سٺي لاڙي ۽ لاڳاپي جي اهميت بيان ڪري سگهي.

# فهرست

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

باب پهريون

# ٻار جي اوسر جو سائنسي اڀياس

## (الف) انساني اوسر ۽ ڪردار جي علم جي اهميت

ٻار جي اوسر جو سلسلو ڄمڻ کان اڳ ماءُ جي پيٽ ۾ ئي شروع ٿي ويندو آهي، ۽ ساري عمر جاري رهندو آهي. اوسر مان مراد اُهي سيئي ڦيريون گهيريون ۽ تبديليون آهن، جيڪي اُن عرصي ۾ جسماني يا ذهني يا سماجي لحاظ کان ظاهر ٿينديون آهن. اوسر جو عمل ماحول ۽ وراثت جي گڏيل عمل جو نتيجو آهي. هيءَ عمل فرد جي جسم ۽ ڪردار کي متاثر ڪندو آهي، ۽ ان ئي ڪري اهي واضح تبديليون ظاهر ٿينديون آهن. جيڪڏهن تبديلي ذهني هجي ته " ذهني اوسر" سڏجي ٿي ۽ سماجي هجي ته " سماجي اوسر" چئبي. بلڪل اهڙي طرح جسماني تبديلي ٿي، ته اُها "جسماني اوسر" جي کاتي ۾ ليکي ويندي. ان مان هيءَ ڳالهه واضح ٿي ته اوسر جو عمل شخصيت ۽ ڪردار جي سنوارڻ ۾ مختلف پهلوئن تي ڇانيل رهي ٿو.

اوسر جي راهه ۾ ڪنهن به قسم جو اٽڪاءُ شخصيت ۽ ڪردار جي ٺهڻ ۾ رڪاوٽ جو ڪارڻ بڻبو آهي. هن عمل جو صحيح ڳس سان سني نموني ترقي ڪرڻ ئي مناسب ۽ وڻندڙ شخصيت جي اڏرڻ ۽ ڪامل ٿيڻ جي ضمانت آهي. اهوئي سبب آهي، جو اڄ جي دؤر ۾ انساني اوسر ۽ ڪردار جي اڀياس کي گهڻي اهميت ڏني پئي وڃي. ان اڀياس لاءِ ظاهر آهي ته خود "ٻار" مرڪزي حيثيت واارو آهي ٿو. ٻار جي اوسر ۽ ڪردار جو اڀياس علم نفسيات جي شاخ" اوسر نفسيات" جو بنيادي موضوع آهي. نفسيات جي ماهرن ٻار جي اوسر جي اڀياس ڪرڻ لاءِ سائنسي طريقا اختيار ڪيا آهن. سائنسي اڀياس مان مراد آهي، اهڙو اڀياس، جيڪو باقاعدي تجرباتي نموني رٿائتو ۽ بي ريائي سان جنهن ۾ اڀياس ڪندڙن جي ذاتي تعصب ۽ سڌن يا خواهش جو دخل نه هجي. بلڪ جيڪي حقيقتون معلوم ٿين اُهي سواءِ گهٽ وڌ جي ۽ ديانتداريءَ سان رڪارڊ ڪيون وڃن، سائنسي اڀياس ڪندڙن کي ان لاءِ گهڻي کان گهڻي صحيح ۽ پروسي جوڳن ذريعي ۽ تحقيقي وسيلن جي ضرورت پوندي آهي.

مشاهدو سائنسي بہ ٿي سگھندوآهي ۽ غير سائنسي پڻ.

سائنسي مشاهدو حقيقت جي اصلي روپ کي پڌرو ڪرڻ ۽ ان جي بيان ڪرڻ جي سچي ڪوشش جو ٻيو نالو آهي. ٻار جي اوسر جا ڪيئي پاسا آهن. جسماني، ذهني، جذباتي، سماجي روحاني ۽ اخلاقي. ان جي هر پاسي جو سائنسي اڀياس ضروري آهي ۽ جيئن اها هر پاسائين ٿي سگھي، ۽ مناسب، تڙ ۽ پوري انداز سان اڀري ۽ زور وٺي سگھي. جو تہ اسين ائين ئي ٻار جي سيرت ۽ ڪردار جي صحيح معنيٰ ۾ تعمير ڪري ٿا سگھون، ان ڪري، ٻار جي اوسر جا سڀ پاسا ڌيان لائق آهن.

ٻار جي اوسر جي سائنسي اڀياس جي شروعات اوڻيهہ صدي جي آخر ۾ ٿي. سڀ کان پهرين چارلس ڊارون 1877ع ۾ پنهنجن ٻارن جا سوانحي خاڪا لکيا. اُن کان پوءِ جرمني جي مشهور تعليمي ماهر، پرئير جو ڪتاب "ٻار جو ذهن"، 1882ع ۾ شايع ٿيو. هن پنهنجي ڪتاب ۾ جسماني بي اختيار چرپر ۽ اوسر جي درجن تي تفصيل سان لکيو آهي. ان سلسلي ۾ ٻي مکيہ تصنيف، "ننڍپڻ جو اڀياس آهي". هيءَ ڪتاب برطانيہ ۾ ڇپيو، ائين ويهين صدي جي شروعات ۾ ٻارن جي نفسياتي اڀياس جي هلچل سڄي يورپ ۾ پکڙجي ويئي. اُن هلچل کان متاثر ٿي ٻارن جي اوسر جي اڀياس جا اڻ ڪٽ انفرادي سلسلا شروع ٿي ويا. هڪ نهايت ذڪر لائق اڀياس " شن" جو آهي، جنهن نئين ڄاول ٻار جي واڌ جو پهريون رڪارڊ پيش ڪيو، جنهن ۾ اک ۽ هٿ جي سهڪاري رابطي جي مشاهدي کي سائنسي اڀياس جي حيثيت سان بيان ڪيو ويو آهي. انهيءَ موضوع سان تعلق رکندڙ، جديد تحقيق مطابق، تصنيف ٽيل " ٻارن جي ٻولي ۽ خيال جي سگھہ " ڪتاب گھڻيءَ دلچسپ معلومات سان ڀريل آهي. هيءُ ڪتاب ٻارن جي فڪر،خيالن ۽ دلين جي عمل جي سائنسي اڀياسن جو مجموعو آهي. اُن جي پڙهڻ سان ٻارن جي مزاج ۽ مشغولين متعلق ڄاڻ ۽ سندن ذهني واڌ جي ڏاڪن کي سمجھڻ ۽ مقرر ڪرڻ ۾ مدد ملي ٿي.

موجوده زماني ۾ ٻارن جي سائنسي اڀياس جي طريقن کي وڏي اهميت ڏني پئي وڃي ۽ ان طرح سندن وڌڻ ويجھڻ ڪمن ڪارين ۽ جذبن ۽ احساسن جو غور سان مطالعو ڪيو پيو وڃي. انهن جي اٿڻ ويهڻ، هلڻ

چلڻ ۽ سوچڻ سمجهڻ جي عادتن جي اڀياس لاءِ مختلف قسم جا نفسياتي ادارا ۽ تجربيگاهه بڻايا ويا آهن. انهن سڀني ادارن جي مدد سان جيڪي مشاهدا، انگ اکر ۽ نتيجا حاصل ڪيا ويا آهن، تن جي بنياد تي اهو معلوم ٿيو آهي ته ٻارن جي اوسر ۽ سندن سکڻ جي عمل جي سائنسي اڀياس سان سندن بالغ شخصيت جي صحيح ۽ مناسب رهبري ممڪن ٿي سگهي ٿي. نفسيات جي هڪ ماهر، واٽسن، ايستائين دعويٰ ڪئي آهي ته جيڪڏهن هن کي پنجاهه صحتمند ٻار ڏنا وڃن، ته هو انهن کي جيئن چاهي، مثلاً، چور، ڏاڙيل، تعليمي ماهر، انجنيئر يا ڊاڪٽر وغيره بڻائي سگهي ٿو. هيءُ ٻارن جي سائنسي اڀياس جو طريقو ويهين صدي جي آغاز ۾ شروع ٿيو، ۽ اُن جي راهه ۾ بيٺل مسئلن کي جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ ڪاميابيءَ سان حل ڪري رهيا آهن.

نفسيات جي ماهرن ٻار جي اوسر جي مڙني پاسن کي تحقيق هيٺ آندو آهي. سندن مقصدن ۾ مختلف دورن ۾ ٻار جي مختلف مشغولين جو پاڻ ۾ ڳانڍاپو بيان ڪرڻ ۽ انهن جي خاصيتن ۽ ضرورتن جي نشاندهي ڪرڻ آهي.

هو تحقيق جي ذريعي انهن اصولن ۽ قوتن جي ڳالهه به ڪن ٿا، جن سان ٻار جي ڪم ڪرڻ جون لياقتون، قابليتون، خواهشون ۽ علم هلچل ۽ رهڻ سهڻ جا شغل ۽ شوق سماجي لاڙا سڌرن يا بگڙن ٿا. ائين نفسيات جا ماهر صحت مند شخصيت کي اڀارڻ خاطر ٻارن جي سار سنڀال ۽ رهبري جا اصول به بيان ڪن ٿا.

نفسيات جي ماهرن ٻار جي ڪردار ۽ اوسر جي سلسلي ۾ جيڪي اصول يا متا ٺاهيا آهن، تن جو علم استاد کي اهو ڄاڻڻ ۾ مدد ڏئي ٿو ته عمر جي ڪنهن خاص ڏاڪي تي پهتل ٻار جون اهليتون ۽ قابليتون ڇا ٿي سگهن ٿيون ۽ اُن وهيءَ تي رَسيل ٻار ۾ هو ڪهڙي قسم جي حرڪتن ۽ عدم حرڪتن جي توقع رکي ٿو سگهي. مثال طور تحقيقات وارن اهو ظاهر ڪري ڇڏيو آهي ته ٻار ڪهڙيءَ عمر ۾ ڳالهائڻ يا پنڌ ڪرڻ جي قابل بڻجي ويندو ۽ اوستائين پهچڻ کان اڳ هو ڪهڙيون منزلون طئي ڪندو. ٻار جا ماءُ پيءُ جيڪڏهن ٻار جي انهن صلاحيتن ۽ حاصلاتن جي منزلن کان چڱي طرح باخبر هوندا، ته هو ٻار لاءِ اهڙا موقعا موجود ڪري سگهندا، جن سان

هن جي اوسر جو عمل پوريءَ تيزي ۽ سولائي سان اڳتي وڌي سگهندو. استاد جو ٻه مائٽن وانگر ٻار سان واسطو پوي ٿو ۽ هو ٻه ٻار جي شخصيت ۽ ڪردار ٺاهڻ ۾ وڏو ڪم ادا ڪندا آهن. جيڪڏهن استاد پنهنجي پنهنجي ڪلاس جي ٻارن جي ذهني سطح ۽ هنن جي ڪم ڪرڻ وارين مهارتن ۽ دلچسپين کان واقف هوندا ته اُنهن جي وڌڻ ويجهڻ ۾ هو پنهنجن شاگردن جي وقتائتي رهنمائي سٺي نموني ۾ ڪري سگهندا. ٻار جي نفسيات جي اڀياس سان استاد ان لائق بڻجي ٿا وڃن، جو ٻار جي تعليمي واڌاري جي راهه ۾ رڪاوٽن جا سبب سهي ڪري سگهن ٿا ۽ اُنهن کي سٺي طريقي سان دور ڪري ٿا سگهن. ان ڄاڻ جي آڌار تي پنهنجي سکيا ۽ تدريس جا رهنما اصول مرتب ڪري سگهندا ۽ ائين شاگردن جي ڪردار ٺاهڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري سگهندا.

### ٻارن جي اڀياس جا طريقا:

ٻارن جي اوسر جي اڀياس جو بنيادي مقصد هيءُ آهي ته ڪي اهڙا بنيادي خاڪا ۽ اصول مرتب ڪيا وڃن جن مان اهو معلوم ٿئي ته عمر جي ڪنهن خاص ڏاڪي تي ٻار جي مزاج ۾ ڪهڙي چرپر ۽ ڪهڙي ماٺ هوندي، جنهن کي ضابطي ۾ آڻي ٻار جي واڌ جي عمل کي ڪيئن صحيح طرف ڏانهن موڙي سگهجي، هن صحيح ۽ صحتمند اوسر جي منظم ۽ باضابطه اڀياس لاءِ ضرورت ۽ حالات مطابق مختلف طريقن کي ڪم آندو ويندو آهي. انهن مان خاص ذڪر لائق ٽي طريقا آهن:

1.. فطرتي مشاهدي جو طريقو — Naturalistic observation

2. ڪلينيڪل طريقو — Clinical Method

3. تجرباتي طريقو — Experimental Method

### فطرتي مشاهدي جو طريقو :

هيءَ اوسر جي اڀياس جو بنيادي ۽ سادي ۾ سادو طريقو آهي. اُن ۾ ٻار جو مشاهدو فطري ماحول ۾ ڪيو ويندو آهي. ۽ اُن جا نتيجا ٻار جي سوانحي خاڪي ۾ يا روزنامچي يا ڊائريءَ ۾ داخل ڪيا ويجا آهن. ٻار جي

هلت چلت يا چرپر ۾ ڪنهن به قسم جي مداخلت نه ڪئي ويندي آهي ۽ ان بابت حقيقتن کي رڪارڊ ڪندي مشاهدي ڪرڻ وارو پنهنجي راءِ جو اظهار ڪونه ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح رڪارڊ ڪيل حقيقتون يا ڳالهيون ٻار بابت تمام گهٽي جاڻ ڏين ٿيون ۽ ائين هن جي اوسر بابت هڪ ڪليل ۽ چٽو خاڪو تيار ٿي آڏو اچي بيهي ٿو، جنهن جي آڌار تي هن جي صحيح اوسر جا اصول يا نيم ناهيا ويندا آهن.

اهڙن سوانحي خاڪن تيار ڪرڻ لاءِ ڪنهن هڪ ٻار کي يا ساڳيءَ عمر جي مختلف ٻارن کي هڪ ڊگهيءَ مدت لاءِ مشاهدي ۾ رکيو ويندو آهي. هيءَ ڪم ٻار جا ماءُ پيءُ، استاد يا ٻيا ماهر مشاهده نگار ڪندا آهن. جنهن ٻار جو مشاهدو ڪيو ويندو آهي، تنهنجي هر چرپر کي نوٽ ڪيو ويندو آهي. سوانحي خاڪن جي خاص خصوصيت اها آهي ته اهي تمام وسيع جاڻ جو ذخيرو هوندا آهن ۽ انهن ۾ اها گنجائش موجود هوندي آهي ته ٻار يا ٻارن جي اوسر جي مختلف پهلوئن جو مشاهدو هڪ ئي وقت ڪري سگهجي. پر هيءَ ڪم ڪرڻ جو هڪ اهڙو طريقو آهي، جنهن لاءِ وڏيڪ وقت گهربل هوندو آهي ۽ ٻارن کي ڊگهي عرصي لاءِ مشاهدي هيٺ رکڻو پوندو آهي. روزنامچي ۽ ڊائري مرتب ڪرڻ لاءِ ٻارن جو مشاهدو مخصوص ڪيل فطري ماحول ۾ محدود وقت جي لاءِ ڪيو ويندو آهي. مثال طور : جيڪڏهن اهو ڄاڻڻ گهرون ته لکڻ جي مهارت سکڻ ۾ ٻار ڪهڙن مرحلن مان گذرن ٿا، ته انهن جو مشاهدو ڪلاس جي ڪمري ۾ صرف انهيءَ وقت ڪيو ويندو، جڏهن انهيءَ مهارت جي مشق ۾ مصروف هوندا، ۽ فقط اهائي اُنهن جي چرپر نوٽ ڪئي ويندي، جيڪا اُنهيءَ ڪم سان لاڳاپيل هوندي.

ٻار جو فطري ماحول ۾ مشاهدو جيتوڻيڪ کوجنا لاءِ بنيادي اهميت رکي ٿو، مگر ساڳئي وقت اُن جي چند خامين کي به خيال ۾ رکڻ ضروري آهي. مثلاً سوانحي خاڪا ۽ ڊائريون ٻار جي ڪم جو بيان ته ڪن ٿيون، پر اوسر جي عمل جي گهربل وضاحت نٿيون ڪن. ٻين لفظن ۾ " ڇا آهي" ؟ جو جواب ته انهن مان سولائي سان ملي ٿو وڃي، پر " ڇو آهي " ؟ جي جواب ۾ اُهي ڪجهه به نٿيون ٻڌائين. اُنهن تي هڪڙو اعتراض اهو به ڪيو ٿو وڃي ته رڪارڊ ڪيل مواد ۾ مشاهدي ڪندڙ جي ذاتي پسند ۽ ناپسند

جو عمل دخل رهندو آهي. اهو ممڪن آهي تہ مشاهدو ڪندڙ مشاهدي هيٺ آيل ٻار جي رڳو مثبت چرپر ڪي رڪارڊ ڪيو هجي ۽ منفي چرپر کي نظر انداز ڪيو هجي. تنهنڪري اهڙن رڪارڊن جو معروضي هجڻ يقيني ڪونهي ٿيندو، ۽ ياد رکڻو آهي تہ معروضيت ( objectivity ) ڪنهن بہ سائنسي اڀياس جو بنيادي اصول آهي. تنهن ڪان سواءِ اُنهن تي اهو اعتراض بہ ڪيو ٿو وڃي تہ اهڙا رڪارڊ ڇاڪاڻ تہ انفرادي قسم جا ٿيندا آهن، تنهنڪري انهن کي بنياد بڻائي عامي اصول ٺاهي وٺڻ بہ درست ڪونهي.

انهن سمورن اعتراضن جي باوجود فطري مشاهدي جي اهميت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. ان جي بنيادي خصوصيت اهائي آهي تہ هي اوسر جي اڀياس لاءِ فطري ماحول جي اهميت اجاگر ڪري ٿو. ڪنهن ڪنهن وقت اِن ڳالهہ جي ضرورت محسوس ٿيندي آهي تہ ٻار کي فطري ماحول ۾ ئي پرکيو وڃي، تنهن ڪان سواءِ، هن ڪم جو هڪڙو اهڙو طريقو آهي جيڪو هر عمر جي ٻارن لاءِ استعمال ٿي سگهي ٿو. پنهنجين انهن خصوصيت جي آڌار تي هيءَ طريقو ڪم جي ٻئي ڪنهن ترقي يافتہ طريقي لاءِ بنياد فراهم ڪري ٿو.

## ڪلينيڪل طريقو:

ڪم جي هن طريقي ۾ انٽرويو ۽ مختلف معياري آزمائشن (Standardised Tests) جو استعمال ڪيو ويندو آهي. نفسيات جي مشهور معروف ماهر پيا جيٽ (Piaget) پنهنجي تحقيقات ۾ ڪم جي انهيءَ طريقي کي استعمال ڪيو آهي. پياجيٽ جي خيال ۾ انٽرويو، ٻار جي شخصيت کي سڃاڻڻ جو بهترين وسيلو آهي. هُن فطري ماحول ۾ ڪم ڪندي، مختلف ٻارن جا انٽرويو ورتا ۽ انهن جي جوابن کي بنياد بڻائي اوسر جي اصولن کي مرتب ڪيو. پياجيٽ جتي بہ اهو محسوس ڪيو تہ هو ٻارن جي جواب کي سمجهي نٿو سگهي، تہ هن مختلف عملي آزمائشون استعمال ڪيون، تہ جيئن ٻار جي سوچ جي انداز کي سمجهي سگهجي. پياجيٽ جي ريس ڪندي، ڪم جي سندس طريقي کي ٻين مختلف ماهرن بہ استعمال ڪيو آهي.

ڪم جي ڪلينڪل طريقي ۾ انٽرويو ۽ عملي ۽ معياري آزمائشون بنيادي اهميت واريون آهن. انهن جي وسيلي ٻار جا خصوصي لاڙا ۽ ڪم ڪرڻ جي مهارتن جو اندازو لڳايو ويندو آهي. ڪم جي هن طريقي ۾ استعمال ۾ ايندڙ انٽرويو غير منظم (Un-structured) به ٿيندا آهن ته منظم (Structured) ۽ معياري به ٿيندا آهن.

غير منظم انٽرويو ۾ ماهر هڪ بنيادي سوال ٻار کان پڇندو آهي ۽ ٻار جي ڏنل جواب کي ڌيان ۾ رکندي هن کان وري ٻيو سوال پڇندو آهي. اهڙي طرح ٻار سان سوالن جوابن جو هڪڙو سلسلو هلي پوندو آهي ۽ ماهر ٻار سان تيستائين گفتگو ۾ مصروف رهندو آهي، جيستائين هو پنهنجي بنيادي سوال جي باري ۾ ڪنهن نتيجي تي نه پهچي وڃي. اهو ئي بنيادي سوال اُنهي عمر جي ٻين مختلف ٻارن کان به پڇيو ويندو آهي ۽ انهن جي جوابن کي ڌيان ۾ رکندي ماهر نتيجا اخذ ڪندو آهي ۽ انهن نتيجن جي بنياد تي اوسر جي عمل جا اصول تيار ڪيا ويندا آهن. اهڙن انٽرويو جي سڀ کان وڏي خاصيت اهائي آهي، جو ان کي ماحول ۽ حالتن جي گهرجن مطابق بڻائي سگهبو آهي. مثلاً جيڪڏهن اهو ڄاڻڻ چاهيون ته سچ ۽ ڪوڙ جو حقيقي تصور ڪهڙي عمر ۾ پيدا ٿيندو ته ان سلسلي ۾ چند بنيادي سوال مختلف عمر ۽ مختلف ملڪن جي ٻارن سان ڪري سگهجن ٿا. پر ان تي اعتراض اهو ڪيو ٿو وڃي ته نتيجن جو انحصار گهڻو ڪري ماهر جي ذاتي راءِ تي ٿئي ٿو، تنهنڪري نتيجا وري گهڻي قدر معروضي نه ٿيندا آهن.

غير منظم انٽرويو جي مشڪلاتن تي ضابطي رکڻ لاءِ منظم انٽرويو لاءِ سوالنامه (Questionaires) ۽معياري آزمائشون (Tests Standardised) مرتب ڪيون ويون آهن. انهن ۾ ذهني آزمائشون ۽ شخصي آزمائشون وڌيڪ مفيد ۽ اهم آهن. جن ۾ ٻارن جي اوسر جي ڪنهن خاص پهلوءَ کي ڌيان ۾ رکيو ويندو آهي۽ انهن سان لاڳاپيل چند سوال ۽ مختلف آزمائشون تيار ڪيون وينديون آهن. پوءِ اهي سوالنامه ۽ آزمائشون مختلف ٻارن کي حل ڪرڻ لاءِ ڏنيون وينديون آهن ۽ انهن ٻارن جي جوابن کي ڌيان ۾ رکندي، آخري نتيجا ڪڍيا ويندا آهن. غير منظم انٽرويو جي ڀيٽ ۾ هن طرح جي

منظم سوالنامن ۽ آزمائشن جي استعمال سان وقت جي بچت ٿئي ٿي. ڪم جي ڪلينيڪل طريقي جون مجموعي طرح خاصيتون هي آهن، تہ اُن ۾ مشاهدي سان گڏوگڏ سوالنامن ۽ آزمائشن جي ذريعي جاچ گڏ ڪئي ويندي آهي ۽ گهٽن ٻارن ڪي اڀياس هيٺ رکيو ويندو آهي. تنهنڪري حاصل ڪيل نتيجا ڪافي حد تائين معروضي ۽ پروسي جوڳا هوندا آهن. ڪم جي هن طريقي کي استعمال ڪرڻ ۾ ڪجهہ مشڪلاتن جو مقابلو بہ ڪرڻو پوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ٻار انٽرويو ۾ پڇيل سوالن کي سمجهي نٿا سگهن ۽ جواب صحيح نٿا ڏين. تحقيقات ڪندڙ جي موجودگي بہ ٻارن لاءِ پريشانيءَ جو سبب بڻجي ويندي آهي ۽ ٻار گهبرائجي وڃڻ ڪري پنهنجي قدرتي ۽ فطري ردعمل جو اظهار نٿا ڪري سگهن. ڪم جي هن طريقي ۾ هڪڙي خامي اها بہ آهي تہ اُهو هر عمر جي ٻارن جي اڀياس لاءِ استعمال نٿو ٿي سگهي .

تجرباتي طريقو:

ڪم جي ڪلينڪل طريقي ۾ تحقيق جو ماحول فطري نٿو رهي، تحقيق ڪندڙ جو سنئون سڌو واسطو ٻار جي فطري رد عمل ۾ رڪاوٽ جو سبب بڻجي ٿو. ڪم جي تجرباتي طريقي ۾ ماحول کي زياده بهتر بڻايو ويندو آهي. تجرباتي طريقو وڌيڪ منظم ۽ ترقي يافتہ طريقو آهي. هن ۾ ٻار جي اوسر جو اڀياس ياضابطي شرطن ۽ حالتن هيٺ ڪيو وڃي ٿو. تجربو مشاهدي جي اُها ترقي يافتہ صورت آهي، جنهن ۾ اُهي سموريون حالتون جيڪي زير تحقيق عمل کي متاثر ڪري سگهن ٿيون، تن کي پنهنجي وس ۾ رکي سگهجي ٿو. هي اهو واحد طريقو آهي جنهن جي ذريعي ماهر ٻن عملن جي هڪ ٻئي ۾ رابطي جو اڀياس ڪري سگهندا آهن. مثلاً جيڪڏهن هو اهو ڏسڻ چاهين تہ معاشي حالت ۽ ٻولي جي اوسر جي هڪٻئي ۾ ڪهڙو لاڳاپو آهي تہ ان لاءِ تحقيق جو سٺو طريقو تجرباتي طريقو ئي آهي تجرباتي اڀياس جي طريقي ۾ سڀ کان پهرين معروضي (Hypothasis) قائم ڪيو ويندو آهي. (معروضي مطلب ڪنهن مسئلي جو ممڪن حل آهي). معروضا قائم ڪري ماهر انٽرويو يا فڪري مشاهدي جو

طريقو استعمال ڪندا آهن. معروضو قائم ڪرڻ ڪانپوءِ خاص حالتن ۽ باضابطہ شرطن هيٺ ان جي تصديق يا ترديد ڪئي ويندي آهي. ان مقصد لاءِ تجربو ڪندڙ ماهر هڪجهڙي خاصيت وارن ٻارن جي ٻن ٽولين جو انتخاب ڪري ٿو جن مان هڪڙي ٽولي کي تجرباتي ٽولي يا گروپ (Experimental grouop) ۽ ٻي کي ضابطي واري ٽولي يا ڪنٽرول گروپ ( Control group) جو نالو ڏنو وڃي ٿو. ڪنٽرول گروپ جي ٻارن کي عام حالتن هيٺ ڪم ڪرڻ جا موقعا ڏنا ويندا آهن. جڏهن تہ تجرباتي گروپ کي مخصوص حالتن ۽ شرطن هيٺ ڪم ڪرڻو پوندو آهي. .تجربي دوران ماحول ۾ ٻيا سمورا عمل جيڪي نتيجي کي متاثر ڪري سگهن ٿا، انهن کي ممڪن حد تائين پنهنجي وس ۾ رکيو ويندو آهي. پڇاڙي ۾ ٻنهي گروپن يا ٽولين جي ڪارڪردگي جي ڀيٽ ڪري آخري نتيجا ڪڍيا ويندا آهن. تجرباتي طريقي ڪار جي وضاحت لاءِ هيءُ نمونو پيش ڪري سگهجي ٿو. سمجهو تہ ماهر اهو معلوم ڪرڻ ٿا چاهين تہ چٽاڀيٽي واري جذبي جو حسابن جي ٽيسٽ جي ڪارڪردگي تي ڪهڙو اثر ٿيندو؟ مطلب تہ اهڙا ٻار جن ۾ چٽاڀيٽي جو جذبو آهي، تن جي ڪارڪردگي بهتر ٿيندي، يا انهن ٻارن جي جن ۾ چٽاڀيٽي جو جذبو ڪونهي ۽ ماهر انهي معروضي جي ترديد يا تصديق لاءِ تجربن جو بندوبست ڪندا. هنن کي ان سلسلي ۾ ٻارن جي ٻن اهڙن گروپن کي چونڊڻو پوندو، جن جون عمريون، ذهانت ۽ صحت هڪجهڙي هجي ۽ ان سان گڏوگڏ حسابن جي مضمون ۾ سندن قابليت بہ هڪجهڙي هجي. تجرباتي گروپ کي چيو ويندو تہ اُهو ڇوڪرو جيڪو سڀني کان وڌيڪ مارڪون کڻندو تنهن کي انعام ڏنو ويندو" . جڏهن تہ ڪنٽرول گروپ وارن ٻارن کي فقط سوالنامو حل ڪرڻ لاءِ چيو ويندو. تجربي جي دوران ٻنهي گروپن کي هڪجهڙا سوال ڏنا ويندا . انعام جوحاصل ڪرڻ تجرباتي گروپ ۾مقابلي جو جذبو پيدا ڪندو، جڏهن تہ ڪنٽرول گروپ کي فطري ماحول ۾ ڪم ڪرڻ ۾ موقعو ملندو. آخر ۾ ٻنهي گروپن جي ڪارڪردگي جي ڀيٽ ڪئي ويندي ۽ نتيجن کي آڏو رکندي معروضي جي ترديد يا تصديق ڪئي ويندي. واضع رهي تہ ٻنهي گروپن جي وچ ۾ رڳو

مقابلي يا ڇٽا پيٽي جي جذبي جو فرق هو. جڏهن ته أهي عوامل مثلاً عمر، قابليت ۽ ذهانت جيڪي ڪارڪردگي کي متاثر ڪري سگهيا ٿي، سي تجربي ڪرڻ واري ماهر جي وس ۾ هئا.

هن طريقي جون نمايان خصوصيتون هي آهن ته انهن مان حاصل ڪيل نتيجن جي جاچ پڙتال ڪنهن به وقت ڪري سگهجي ٿي. اهي نتيجا معياري ٿين ٿا. انهن ۾ ماهر جي پسند يا ناپسند جو قطعي ڪوبہ دخل نہ هوندو آهي. تنهنڪري نتيجا معروضي ۽ قابل اعتبار هوندا آهن. انهن ئي سببن جي آڌار تي ان طريقي کي تحقيق جو مڪمل طرح سائنسي ۽منظم طريقو شمار ڪيو وڃي ٿو.

ڪم جي هن طريقي جي خامي هيءَ آهي جو تجربي دوران ڪارڪردگي تي اثرانداز ٿيڻ واريون ٻاهريون حالتون مثلاً خوف، خوشي، گهبرائڻ جهڙين ڳالهين کي وس ۾ رکڻ ناممڪن هوندو آهي. انهن کان نتيجا متاثر ٿي سگهن ٿا، ان کانسواءِ تجرباتي ماحول عام طور تي مصنوعي ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري نتيجن جي عملي صورت يا انهن جي تعميل زندگيءَ ۾ ڪن دشوارين جو سبب بڻجي پوي ٿي. اهڙي طرح ڪم جو طريقو به مڪمل طور تي خامين کان آجو نٿو سمجهيو وڃي. اوسر جي اڀياس جي مختلف طريقن جي هن تورتڪ مان خبر پوي ٿي ته انهن طريقن ۾ قسمين قسمين اوڻايون يا خاميون به آهن، اڀياس جي هن تحقيقات جو نمونو اهڙو آهي جو لازمي نٿو ٿئي ته ڪنهن هڪڙي ئي طريقي کي پسند ڪيو وڃي. ان لاءِ ماهر پنهنجي تحقيق ۾ هڪ کان وڌيڪ طريقن جي استعمال کي ترجيح ڏين ٿا ۽ اهڙي نموني سان حاصل ڪيل سندن نتيجا زياده معياري قابل اعتبار ۽ عمومي نوع جا بہ ٿين ٿا. آخرين ڳالهہ طور ائين چئي ٿو سگهجي تہ نفسيات جي ماهرن انساني زندگي جي تعلم ۽ تربيت لاءِ اوسر جي اڀياس جي اهميت کي اجاگر ڪيو آهي. هو لڳاتار انهي ڪوشش ۾ رڌل آهن تہ انهي عمل کي گهٽي ۾ گهٽي ترقي وڌرائي وڃي تہ جيئن ان مان ٻارن جي سني سار سنڀال ۽ رهبري جو ڪم ورتو وڃي.

# سوال

۱- ٻار جي اوسر جومطلب ڇا آهي؟ اوسر جي سائنسي اڀياس جي اهميت بيان ڪريو.

۲- ٻارن جي اڀياس جا مختلف طريقا ڪهڙا آهن؟ ڪنهن ٻه هڪ جو تفصيل سان بيان ڪريو.

۳- سائنسي اڀياس جا متا ڪهڙا آهن؟ ٻارن جي اڀياس لاءِ جيڪي طريقا استعمال ٿيندا آهن، تن ۾ جيڪو طريقو وڌ ۾ وڌ سائنسي ضابطن تي ٻڌل آهي، تنهنجو تفصيل سان بيان ڪريو.

۴- هيٺين بيانن مان صحيح بيان تي ( ) جو نشان لڳايو

(i) اوسر جو عمل پيدائش کانپوءِ شروع ٿئي ٿو.

(ii) اوسر جو عمل ماحول ۽ وارثت جو گڏيل عمل جو نتيجو آهي.

(iii) نفسيات جا ماهر ٻار جي اڀياس لاءِ ڪم جي غير سائنسي طريقن کي استعمال ڪندا آهن.

(iv) ٻارن جي سائنسي اڀياس جي ابتدا ويهين صديءَ جي آخر ۾ ٿي.

(v)ٻار جي اوسر جي سائنسي اڀياس سان بالغ شخصيت جي صحيح ۽ مناسب رهبري ممڪن ٿي سگهي ٿي.

(vi) ٻار جي اڀياس جا سمورا پهلو ڌيان لائق آهن.

(vii) سوانحي خاڪا تيار ڪندي مشاهدو ڪندڙ ٻار جي چرپر سان گڏوگڏ پنهنجي راءِ جو اظهار ٻه ڪري ٿو.

(viii) ماهر تحقيقات لاءِ هڪ کان وڌيڪ طريقن جي استعمال کي ترجيح ڏين ٿا.

5- هيٺيان خال پريو :

(i) اوسر جي اڀياس جو بنيادي ۽ ڪم جو سادو طريقو....... آهي

(ii)........ انٽرويو کي ماحول ۽ حالتن جي تقاضائن مطابق ناهي

سکھجي ٿو .

(iii) ........ ڪم جو طريقو هر عمر جي ٻارن جي اپياس لاءِ استعمال نٿو ٿئي.

(iv) تجرباتي اپياس لاءِ سڀ کان پهرين ............ قائم ڪيو ويندو آهي.

(v) تجرباتي اپياس لاءِ جيڪي ٻه ٽوليون چونڊيون وينديون آهن تن جا نالا ......... ۽ ...... آهن.

(vi)..... ٽوليءَ کي خاص حالتن ۽ شرطن هيٺ ڪم ڪرڻو پوندو آهي.

باب پيو

# جسماني اوسر

## Physical Development

جسـمانـي اوسر لاءِ ٻہ اصلاح يعني " واڌ " ۽ " اوسر" (Growth and development) گڏوگڏ استعمال ٿيندا آهن. اي فرئنڪ ( A. Frank ) انهـن اصطلاحن جي تشريح هن نموني ڪئي آهي، " واڌ (Growth) قد قامت وزن ۽ بيهڪ کي ظاهر ٿي ڪري. اوسر ( Development ) انهن سمورن حصن جي تنظيم يا جوڙ جڪ آهي جنهن کي واڌ مڪمل ڪري ٿي. وارن آربيلر ۽ ڊان سي چارلس (D. C. Charles) جي چوڻ موجب " واڌ " ڪنهن شاهواريءَ شيءَ جي بيهڪ ۾ ترقيءَ يا اپار جو نالو آهي ، گويا " واڌ " جومطلب اُهي تبديليون آهن، جيڪي جسماني صورت ۾ طبي طور واقع ٿين ٿيون ، مثلاً قد ۽ وزن ۾ وڌڻ، مختلف عضون جي بناوت ۽ سائيز ۾ تبديل ٿيڻ وغيره ۽ جڏهن اوسر جو ذڪر ڪ ۾ ٿو ، جي تہ ان مان مراد انهن جملي حالتن جون تبديليون آهن، جيڪي واڌ سبب ڪردار ۾ ظاهر ٿين ٿيون. واڌ اوسر جو بنيادي عمل آهي.

جسماني اوسر جو عمل جمڻ کان پهرين ماءُ جي پيٽ ۾ ئي شروع ٿئي ٿو. جسماني اوسر وراثت ۽ ماحول جي گڏيل عمل جو نتيجو آهي، جيڪو بالغ ٿيڻ تائين جاري رهي ٿو، پر اهو بنيادي طور تي وراثت جي تابع ٿئي ٿو. پيدائش کان پوءِ ٻارن جي مختلف عضون جي بناوت ۽ ڪارڪردگي ۾ ترقي عام مشاهدي جي ڳالهہ آهي. جسماني اوسر جي خاصيتن مان ڪجهہ خاصيتون هن ريت آهن:

(1) ٻار جي عمر کي ڌيان ۾ رکندي، جسماني اوسر جي عمل کي مختلف درجن يا دؤرن ۾ تقسيم ڪري سگهجي ٿو. هر دؤر خاص قسم جي خاصيت وارو ٿيندو آهي مختلف دؤرن ۾ واڌ جو پيمانو مختلف ٿيندو آهي، مثلاً شروع وارن ورهين ۾ واڌ جي رفتار نهايت تيز ٿيندي آهي، تنهن کان پوءِ ان جي رفتار ڪجهہ قدر گهٽجي ويندي آهي. ٻارهن سالن جي عمر کان

پوءِ وري تيز ٿي ويندي آهي.

(2) جسماني اوسر سلسليوار ٿيندو آهي. هر مرحلو ايندڙ مرحلي لاءِ بنياد تيار ڪندو آهي، مثال طور " هلڻ " جي عمل لاءِ هڪڙو ٻار پهرين " ويهڻ " سکي ٿو، تنهن کانپوءِ گوڏن ڀر ٻانبڙا يا ريڙهيون پائڻ ۽ پوءِ هلڻ هر ٻار کي اوسر جي سموري مرحلن مان ساڳي ترتيب سان لنگهڻو پوندو آهي. مختلف مرحلن تائين پهچڻ ۾ ٻار جي عمر مختلف ٿي سگهي ٿي، پر اها ترتيب مختلف نٿي ٿي سگهي. يعني اهو ته ممڪن ٿي سگهي ٿو ته ڪو ٻار ويهڻ کان پهرين هلڻ يا پوءِ هلي. پر اهو ممڪن ڪونهي ته ڪو ٻار ويهڻ کان پهرين هلڻ شروع ڪري ڇڏي، چاهي اهو ٻار ڪهڙي به نسل يا تهذيب سان تعلق رکندو هجي.

(3) جسماني اوسر " رخن جو اصول " تحت ٿيندي آهي. انهي اصول هيٺ اوسر لاءِ ٻه پڌرا رخ مقرر ٿيل آهن. پهريون رخ " مٿي " واري حصي کان پيرن طرف " ۽ ٻيو رخ " ڌڙ کان پاسن طرف " انهن اصولن مطابق مٿو ۽ ڌڙ پهرين ترقي ڪن ٿا، ساڳي طرح ٻانهون ۽ ٽنگون، هٿن ۽ پيرن جي ڀيٽ ۾ پهرين وڌنديون آهن. ڇو جو اهي مٿي ۽ ڌڙ کي ويجهيون هونديون آهن.

(4) جسم جا مختلف حصا هڪجهڙيءَ رفتار سان اوسر ڪونه ٿا ڪن. ڪي تيزي سان وڌن ٿا ته ڪي وچوليءَ رفتار سان ۽ ڪي ڍريءَ رفتار سان وڌن ٿيون. ۽ ڌڙ جي وڌڻ جي رفتار نهايت ڍري ٿيندي آهي.

(5) مختلف عضون جي وڌڻ جو پيمانو به مختلف ٿيندو آهي. پيدائشي کان پهرين دماغ جي حصن ۽ مغزي ڏوريءَ جي وڌڻ جو پيمانو، ٻين عضون جي وڌڻ جي پيماني کان وڏو آهي.

(6) انفرادي اختلافن سان گڏوگڏ جنسي اختلاف به اوسر کي متاثر ڪن ٿا. ڇوڪرين جي اوسر ڇوڪرن جي ڀيٽ ۾ تيز ٿيندي آهي ۽ ڇوڪرن کان اڳ بلوغت کي رسي ٿيون وڃن.

(7) جسماني اوسر جو دارو مدار وراثت، ماحول، کاڌ خوراڪ جذباتي تقاضائن جي سک ۽ آسودگيءَ ۽ ورزش تي آهي.

(1) جسماني اوسر جا ڏاڪا:

( ڄمڻ کان وٺي ٻارهن سالن تائين ) جسماني اوسر جا مختلف ڏاڪا قائم

ڪري سگھجن ٿا. ماهرن جي آڏو پيدائش کان پوءِ جسماني اوسر جو عمل هيٺين پنجن ڏاڪن ۾ مڪمل ٿئي ٿي.

| درجو | عمر |
| --- | --- |
| 1.ٽج پياڪ | جمڻ کان وٺي ٻن سالن تائيـن |
| 2. ٻاروئڻ | ٻن سالن کان پنجن سالن تائيـن |
| 3. ننڍ پڻ چوڪريون | پنجن سالن کان يارهن سالن تائيـن |
| | پنجن سالن کان ٻارهن سالن تائيـن. |
| 4. شباب چوڪرا | |
| وهيانترائي (وهيءَ چڙهڻ) | ٻارهن سالن کان ارڙهن سالن تائيـن |
| 5. سامائٽپ يا بلوغت | ارڙهن سالن کانپوءِ |

يارهن سالن تائيـن عمر جي ٻار جي جسماني اوسر جي مختلف ڏاڪن جو خاڪو هيٺين ريت پيشي ڪري سگھجي ٿو.

ٽج پياڪ:

هي دؤر جمڻ کان وٺي ٻن سالن تائيـن وارو دؤر آهي. هن دور جي اهم خاصيت اها آهي جو ان ۾ جسماني اوسرجو پيمانو وڏو ۽ رفتار تيز ٿيندي آهي. هن دؤر ۾ جسم جي مٿين حصن جي اوسر سڀ کان وڌيڪ ٿيندي آهي.

پيدائش وقت ٻار جي جسم جو وزن اٽڪل ساڍا 3 ڪلوگرام ٿيندو آهي. قد جو دارو مدار وراثت تي هوندو آهي. عام طرح چوڪرن جو قد ۽ وزن چوڪرين کان ڪجهه ڊگھو ۽ ڳرو ٿيندو آهي. ٻار جو مٿو ٻيـن عضون جي ڀيٽ ۾ وڏو ٿيندو آهي. هن جون سموريون هڏيون نرم ۽ لچڪيدار ٿينديون آهن ۽ ڪن حصن جون هڏيون اڻپوريون هونديون آهن. ٻار جون مشڪون بلڪل ڪمزور هونديون آهن. رت جي دوري جو نظام ۽ ساهه کڻڻ جو سرشتو وغيره مڪمل طرح ڪم ڪندڙ هوندو آهي هن جي سونگھڻ ، ڏسڻ ٻڌڻ ۽ چھڻ جا حواس ڪنهن حد تائيـن ڪم ڪندڙ هوندا آهن.

جمڻ جي ٻن هفتن کانپوءِ ٻار تيزي سان وڌڻ شروع ٿي ويندو آهي.کير پياڪ ٻار جي ٻن سالن ۾ واڌ جي رفتار نهايت تيز ٿيندي آهي. هن جي پهرئيـن سال جي واڌ جي رفتار ٻئي سال واريءَ واڌ جي رفتار کان وڌيڪ تيز ٿيندي آهي. ٻار جي قد ۽ وزن ۾ پڌري تبديلي واقع ٿيندي آهي. پهرئيـن

سال جي پڇاڙيءَ تائين ٻار جو وزن اٽڪل ٽيڻو وڌي ويندو آهي. هن جي قد ۾ اٽڪل پنجاهہ سيڪڙو واڌارو ٿيندو آهي.

( ڏسو جدول نمبر 2.1 )

## ڄمڻ کان ٽن سالن تائين واڌ جو پيمانو

| عمر | قد سينٽي ميٽرن ۾ | | وزن ڪلوگرامن ۾ | |
|---|---|---|---|---|
| | ڇوڪرو | ڇوڪري | ڇوڪرو | ڇوڪري |
| ڄمڻ وقت | 50.80 | 50.16 | 3.40 | 3.40 |
| 1 مهينو | 53.97 | 53.34 | 4.54 | 4.42 |
| 6 مهينا | 66.67 | 65.40 | 7.60 | 7.14 |
| 12 مهينا | 74.93 | 74.29 | 10.09 | 9.53 |
| 18 مهينا | 81.91 | 80.64 | 11.45 | 10.99 |
| 24 مهينا | 87.63 | 86.36 | 12.59 | 12.25 |
| 30 مهينا | 92.07 | 91.44 | 13.61 | 13.38 |
| 36 مهينا | 96.52 | 95.88 | 14.63 | 14.40 |

نوٽ : مٿين جدول مختلف علائقن ۾ مختلف ٿي سگهي ٿي.

هڏين ۾ مشڪن جي اوسر پڻ انهي ئي دؤر ۾ ٿيندي آهي. نرم هڏيون سخت ٿيڻ لڳنديون آهن. اٽڪوريون هڏيون بہ نهڻ لڳنديون آهن. جن ۾ خاص هڏيون کوپري جون هونديون آهن. هي هڏيون ٻن سالن جي عرصي ۾ پوريون

ٿي، دماغ کي ڍڪي ونديون آهن. ڪچا ڏند به پهرئين سال ۾ نڪرڻ شروع ٿيندا آهن، هڏين سان گڏ مشڪون به مضبوط ٿيڻ لڳنديون آهن، مختلف مشڪون مختلف مهل ۽ رفتار سان اسرنديون آهن، پنجن يا ڇهن مهينن جي عمر جي لڳ ڀڳ ٻار جون مشڪون ايتري قدر مضبوط ٿي وينديون آهن جو هو ڪنڌ ڪٽي هيڏانهن هوڏانهن ڏسي سگهندو آهي.

ٿڃ پياڪ دؤر ۾ دماغ ۽ تنتي سرشتو به نهايت تيزي سان وڌندا آهن. دماغ جا نوان خليا نهن ٿا ۽ ان جي وزن ۾ درجي بدرجي واڌارو ٿيندو ٿو وڃي ۽ اهڙي طرح نون خلين جي نهڻ سان دماغ جا اڻپورا حصا مڪمل ٿيڻ لڳندا آهن. ٿڃ پياڪي جي شروعاتي مهينن ۾ تنتي سرستي جي اوسر جي اهميت مڃيل حقيقت آهي، ڇمڻ ڪانپوءِ تنتي سرشتي جي ڪچي هجڻ ڪري ٻار جي چرپر بي اختيار ٿيندي آهي. تنتي سرشتي جي اوسر سان مشڪائين سرشتي تي ضابطو ڪري ٿو وٺي ۽ مختلف چر پر جي عمل جو بااختيار اظهار ڪري ٿو.

هن دؤر ۾ انفرادي اڻ برابريءَ،کاڌ خوراڪ، صحت ۽ جذبن جي سار سهنج  سان ٻار جي جسماني اوسر متاثر ٿئي ٿي. هڪڙو اهڙو ٻار جنهن کي کاڌو ملي ۽ بيمارين کان بچيل رهي ته اُن ٻار جي جسماني اوسر به سٺي ۽ تيزي سان ٿيندي آهي ۽ هن جي عضون جي جوڙ جڪ مناسب وقت تي اجاگر ٿي وڃي ٿي. ان سان گڏوگڏ ماءُ پيءُ جو ٻار سان جيڪو رويو هوندو آهي سو به هن جي اوسر کي متاثر ڪري ٿو. هڪڙو اهڙو ٻار جنهن کي کاڌو خوراڪ ته چڱو ملي پر ماءُ پيءُ جي پيار کان وانجهيل هجي ته اهو ٻار اٻرو ۽ ڪمزور رهندو. اوسر جي هن دؤر ۾ ٻارن منجهه انفرادي اڻ برابرون به ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. جن جو تعلق 22 وارثت سان آهي. مثلاً ڪي ٻار هڪ جيڏن ٻين ٻارن جي ڀيٽ ۾ تيزي سان وڌن ٿا، ڪن ٻارن جا ڏند جلدي نڪرن ٿا ۽ ڪن جا دير سان ٿا نڪرن .

ٻاروتڻ:

ٻاروتڻ جو دور ٻن سالن کان وٺي پنهنجن سالن تائين ٿئي ٿو. هن دؤر کي ٿڃ پياڪ جي اوسر لاءِ پختگي جو دور به چئي سگهجي ٿو. تنتي سرشتو هڏائون سرشتو ۽ مشڪائون سرشتو ته ترقي ڏانهن مائل هوندا

آهن. جسم جي مٿين حصن جي اوسر درجي بدر جي گهٽ ٿيندي ويندي آهي. پوءِ رڪجي ويندي آهي. پر باقي هيٺين حصن جي اوسر جاري رهندي آهي. هن دؤر ۾ واڌ جو پيمانو پهرئين ٽيج پياڪيءَ واري دؤر جي ڀيٽ ۾ ننڍو ٿيندو آهي. ٻار جي قد ۽ وزن ۾ گهٽو واڌارو ڪونه ٿو ٿئي. هن دور جي پهرئين سال ۾ ٻار جو قد وڌي ٿو ۽ ٽئين سال جي پڇاڙي تائين اهو سندس بالغ ٿيڻ واري قد ڪان اڌ جيترو ٿي وڃي ٿو. پر ٽن سالن جي عمر کانپوءِ ٻار جو قد هر سال ڇهن ڪان ستن سينٽي ميٽرن جي رفتار سان وڌي ٿو. البت هن عمر ۾ ٻار جا هٿ پير ۽ ڏڻ ڊگها ٿي ويندا آهن، ۽ عضون جي نسبت سان هو بالغ شخص جهڙو ٿيڻ لڳندو آهي. هن جو مٿو اجابه ٻين عضون جي ڀيٽ ۾ وڏو هوندو آهي.

هن دؤر ۾ مشڪن ۽ هڏين جي قوت ۾ واڌارو ٿيندو آهي. ٽن سالن جي عمر تائين ڪچا ڏند سمورا نڪري ايندا آهن ۽ ٻار سخت ڪاڌي واريون شيون چٻاڙي سگهندوآهي. تنتي سرشتو به تيزيءَ سان اوسرندو ويندو آهي. ڇهن سالن جي عمر تائين ٻار جي دماغ جو وزن ڪل وزن جي نوي سيڪڙو جيترو ٿي ويندو آهي.

ٻاروتڻ واري دؤر ۾ جسم جي سيني سرشتن جي ترقيءَ جي آڌار تي ٻار عضون جي چرپر تي اڳي کان وڌيڪ اختيار حاصل ڪري ٿا وٺن. ۽ هنن جي چرپر ۾ ڍنگ ۽ مناسبت پيدا ٿي ويندي آهي. ٻار پنهنجي پيشاب ۽ ڪاڪوس کي پوري طرح پنهنجي وس ۾ رکي سگهندا آهن. هو ايتري تائين پاڻ پرا ٿي ويندا آهن، جو پنهنجي اختيار سان مشڪن يا مشڪن جي لاڳاپيل ميڙاڪن کان ڪم وٺي سهندا آهن ۽ ائين هو هلڻ، گهمڻ، ڊوڙڻ يا ترڻ جهڙي چرپر جومظاهرو ڪري سگهندا آهن. ٻارن جون تخليقي قوتون به هن دور ۾ اڀري ويندبون آهن. هو لکڻ ۽ اهڙن ٻين ڪمن لاءِ اوزارن کي ڪم آڻڻ به سکي ٿا وٺن. اهڙي طرح سندن مشڪن جي سگهه وڌندي رهي ٿي. شروع ۾ سندن اهي لياقتون گهٽيون پڪيون پختيون نه هونديون آهن، پر مشق ڪرڻ سان اهي وڌ ڪان وڌ تيز ٿينديون وينديون آهن. اصل جي ڀيٽ ۾ ڪين انهن جي ڪم آڻڻ ۾ گهٽ زور لڳائڻ ۽ ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت پوندي آهي.

نـنـڍپـڻ:

هي دؤر پنجن سالن کان وٺي يارهن سالن تائيـن وارو دؤر هوندو آهي، هن دؤر ۾ قد ۽ وزن جي وڌڻ جي رفتار ابتدائي دؤر جي ڀيٽ ۾ گهٽي گهٽ هوندي آهي. هن دور جي وڏي خاصيت هي آهي تہ ان ۾ شڪل ۽ جسم جي تناسب ۾ هڪ ظاهري تبديلي اچي ويندي آهي. اها تبديلي گهڻو ڪري ٻارجي هٿن پيرن جي وڌيڪ ڊگهي ٿي وڃڻ سبب ايندي آهي، ان سان ٻار جي جسماني بناوت ڪافي حد تائيـن بالغ ماڻهوءَ سان مشابهت واري لڳندي آهي.

هن دؤر ۾ ٻيـون ڦيربون گهيربون ظاهر ٿيڻ لڳنديون آهن. ڏسڻ وارا عـضوا ذري گهٽ هن دؤر جي شروع ۾ پختگي جي حالت حاصل ڪندا آهن. جنهنجي نتيجي ۾ نظر وڌيڪ چٽي ٿي ويندي آهي. ڇهن سالن جو ٻار پنهنجي نظر ڪنهن شيءِ تي سني نموني ڄمائي سگهندو آهي. هن دؤر ۾ ٻار جي پڪن ڏندن نڪرڻ جو سلسلو بہ شروع ٿي ويندو آهي. عضون ۾ واڌاري جي ڪري ٻار وڌيڪ مضبوط ۽ سگهارو ٿي ويندو آهي.

ننڍ پڻ جي سڀ کان اهم خاصيت اهائي آهي تہ جنسن جا فرق هن دؤر ۾ اوسـر تـي اثر انـداز ٿـيـڻ لـڳـنـدا آهـن. هـن دؤر جي شـروع ۾ ڇوڪـرا ڇوڪرين جي مقابلي ۾ وڌيڪ ٿلها متارا ۽ قد آور ٿيـن ٿا. پر پوءِ دؤر جي آخر ۾ يعني نون يا ڏهن سالن جي عـمر ۾ ڇوڪريون جسماني اوسر ۾ ڇوڪرن کان اڳتي نڪري وينديون آهن. هـنـن جي جسماني اوسر تيزي سان ٿئي ٿي ۽ تيرهن سالن جي عمر کي پهچندڙ ڇوڪرن کان هو وڌيڪ ڊگهيون ڏيکائي ڏيڻ لڳنديون آهن. ۽ ائيـن ڇوڪرن جي پهچڻ جي جلد اوسر جي اڳئيـن درجي يعني وهيانـترائي ۾ پهچي وينديون آهن. ننڍ پڻ ۾ ڇوڪرين جي جسماني بناوت کي خيال ۾ رکندي، هـنـن جي هڏ ڪاٺ جي باري ۾ اندازو لڳائي سگهجي ٿـو، پر انهي عـمر ۾ ڇوڪرن جي هڏ ڪاٺ جواندازو نٿـو لڳائي سگهجي، پر جسـمـانـي زور جي خيـال کـان هن دؤر ۾ ڇوڪـرن ۽ ڇوڪرين ۾گهڻو فرق ڏسڻ ۾ نہ ايندو آهي. ننڍ پڻ جي دؤر ۾ خوراڪ سان گڏوگڏ ٻارن کي جسماني ورزش جي ضرورت ٿيندي آهي. ورزش ڊڪ ڊوڙ يا مختلف راندين جي صورت ۾ ٿي سگهي ٿي، ورزش ڪرڻ سان جسم جانٺو ٺئي ٿو ۽ مشڪون ۽ هڏ وڌيڪ مضبوط ٿي وينداآهن. انهي ڪري هن دؤر

۾ ٻارن کي ورزش جا موقعا مهيا ڪرڻ گهرجن، ٻالڪپڻي واري دؤر کان پوءِ جسماني اوسر جو سلسلو وهي چڙهڻ (وهانتراڻي) جي دؤر ۾ بہ جاري رهي ٿو.

## پختگي ۽ واڌ :

پختگيءَ ( Mateuration ) جو اصطلاح اوسر جي عمل ۾ عضون جي حال بيان ڪري ٿو، ان حوالي سان پختگي، ڪنهن سکيا ( Learning) يا تربيت کان پهرين ۽ عضون جي واڌ ويجهہ کان پوءِ عضون تي انهي بنيادي حالت يا ڪيفيت جي حد جي سڃاڻپ ڏي ٿي، جڏهن ڪو عضوو يا ڪي عضوا سکيا لاءِ تيار ٿيــن ٿا.پختگي کان سواءِ عضوي جي ڪارڪردگي ۾ ڪنهن بہ قسم جي تبديلي نٿي ٿئي. ٻار جي سمورن چرپر ڪرڻ وارن ڪمن، مثلاً هلڻ، گهمڻ، ڳالهائڻ، پڙهڻ لکڻ وغيرهہ جو دارو مدار ڪن خاص عضون جي هڪڙيءَ خاص واڌ تي هوندو آهي. عضون جي انهي حد تائيـن واڌ يا عضون جي اهڙيءَ حالت کي پختگيءَ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. گويا واڌ ۽ پختگي جو پاڻ ۾ ڳوڙهو تعلق آهي.

پختگيءَ جي وضاحت لاءِ بهترين مثال هلڻ جو عمل آهي. هلڻ جي ڪم جو دارومدار ٽنگن ۽ پيرن جي هڏن ۽ مشڪن جي مضبوط هجڻ ۽ لاڳاپيل تنتي سرشتي جي خاص حصن جي واڌ تي آهي. پختگي جي حالت مختلف مرحلن ۾ سلسلي وار پوري ٿئي ٿي. هر مرحلي ۾ هڏا ۽ مشڪون ڪنهن خاص حد تائيــن واڌ ويجهہ حاصل ڪن ٿيون. انهن ۾ تبديلي اچي ٿي ۽ اوسر جو عمل اڳئيــن مرحلي ۾ داخل ٿي وڃي ٿو. اهڙي طرح هي سلسلو پختگي جي حد تائيـن هلندو رهي ٿو.

## پختگي، ورثو ۽ ماحول جو اثر:

پختگيءَ جو دارومدار جينوٽيڪ ورثي ۽ ماحول تي ٿئي ٿو، پر انهي ۾ ورثو وڌيڪ ڪم ڏيندو آهي. هر شخص انفرادي ۽ نسلي وارثت جومالڪ هجي ٿو. مثلاً، ڊگهي قد واري مائٽن جا ٻار ڊگها ۽ بندري قد جي مائٽن جا ٻار بندرا ٿيندا آهن. اهڙي طرح هٿ پير ڪيتري قدر ڊگها ٿيندا. مٿو ڪيڏو وڏو ٿيندو ۽ ڌڙ، هٿن پيرن ۽ ٻيـن عضون جو تناسب ڇا ٿيندو. اهي سيئي ڳالهيون وراثت تي ئي مدار رکن ٿيون. پختگي لاءِ واڌ جي پيماني سان گڏو

گڏ اوسر جي رفتار وراثت سان ئي لاڳاپيل آهي. پختگي جو عمل انسان جي وس ۾ نہ هوندو آهي. سمورا عضوا اندروني حالتن هيٺ خودبخود هڪڙي خاص رفتار ۽ پيماني سان ودندا آهن، ۽ وراثت موجب مقرر ٿيل عنصرن (شين) مان خوراڪ ۽ معاشرتي حالتون پختگي کي ڪنهن حد تائين متاثر ڪن ٿيون. اڻپوري کاڌي يا معاشري جي ان نهڪندڙ ماحول منجهان خراب نتيجا نڪرن ٿا ۽ عضوا مقرر مروئي پختگي جي حد تائين واڌ حاصل ڪري نٿا سگهن .

پختگي ۽ چرپر جي اوسر:

چرپر وارين لياقتن يا مهارتن جي اوسر ۾ پختگي کي بنيادي حيثيت حاصل آهي. پختگي چر پر جي اوسر لاءِ لازمي شرط آهي. پختگي جي آثار تي چرپر جا ڪم ظاهر ٿين ٿا. جيئن جيئن جسم وڌندو ويندوآهي، تيئن تيئن تربيت ۽ مشق جي ڪري چرپر وارا ڪم وڌيڪ استعمال سان بهتر ٿيندا ويندا آهن. اهڙي طرح تربيت ۽ مشق يا چرپر جي ٿيڻ ۽ وڌڻ جا وڌا امڪان پيدا ٿين ٿا. مثال طور ڳالهائڻ جي مهارت حاصل ڪرڻ لاءِ چند مشڪون ۽ تنتي سرشتي جي خاص حصن جي پختگي جو هجڻ ضروري آهي. جيڪڏهن انهيءَ پختگي جي حالت کان پهرين ٻار کي ڳالهائڻ جي تربيت ڏني وڃي تہ اها ڪار آمد نہ ٿيندي. اها هڪ مڃيل حقيقت آهي تہ پختگي کان سواءِ تربيت ۽ مشق (Practice) بي فائدي آهن. جيڪڏهن ڪنهن ٻار جا عضوا سکيا لاءِ تيار نہ هجن تہ، ڪنهن بہ قسم جي تربيت يا مشق فائدي مند نہ ٿيندي. مثال طور جيڪڏهن ٽن سالن جي ٻارڙي کي سئي ۾ ڌاڳي وجهڻ لاءِ چيو وڃي ۽ ائين ڪرڻ جي سکيا بہ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي تہ ان جي باوجود هو سئي ۾ ڌاڳو وجهي نہ سگهندو، ڇو جو ان ڪم ڪرڻ لاءِ گهربل سندس عضوا اڃا پختا ئي نہ ٿيا آهن.

جدا جدا تحقيقاتن مان ثابت ٿي چڪو آهي تہ تربيت جو مناسب وقت پختگي جي حاصل هجڻ کان پوءِ جو آهي. پختگي اچي وڃڻ کان پوءِ معمولي تربيت بہ مهارت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪافي هوندي آهي ۽ جيڪڏهن انهيءَ پختگي جي حالت کان پهرين تربيت شروع ڪئي ويندي تہ اها بي اثر ثابت ٿيندي. هڪڙي تحقيق ۾ جاڙن جاول ٻارن مان هڪڙي کي لاڳاپيل

عضون جي پختگي کان پهرين ڏاکڻ تي چڙهڻ جي تربيت ڏني وئي ۽ ٻئي ٻار کي اها تربيت هن جي عضون جي پختگي کانپوءِ ڏني وئي، ڏٺو ويو ته جنهن ٻار کي پوءِ تربيت ڏني وئي هئي تنهن تمام ٿورڙي وقت ۾ ڏاکڻ تي چڙهڻ شروع ڪري ڏنو ۽ ٻنهي ٻارن جي ان ڪارڪردگيءَ ۾ پوءِ ڪو فرق به ڪونه هو. مطلب ته پهرين شروع ڪيل تربيت تي وڌيڪ وقت صرف ڪيو ويو پر اها ڪارگر نه ٿي. انهن تحقيقات مان اها ڳالهه واضح ٿي وڃي ٿي ته رڳي سکيا پختگي جي لائق عمل کي تيز رفتار بڻائي نٿي سگهي. پختگي جي باري ۾ هن سموري بحث مان هيٺيان نتيجا حاصل ڪري سگهجن ٿا.

(i) پختگي جسماني اوسر ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿي.

(ii) پختگي کان سواءِ ڪابه ڪم واري مهارت حاصل نٿي ٿي سگهي.

(iii) پختگي کان اڳ ۾ سکيا بيڪار ثابت ٿئي ٿي.

(iv) پختگي کان پوءِ تربيت ۽ مشق مان خاطر خواه نتيجا حاصل ٿي سگهن ٿا.

### جسماني اوسر تي غذا ۽ ماحول جا اثر:

جسماني اوسر تي کاڌي خوراڪ ۽ ماحول جو اثر ٿئي ٿو. سٺي ۽ ڀرپور غذا ۽ سازگار ماحول جسماني اوسر تي ڪارائتا ۽ اڻپوري غذا ۽ ناسازگار ماحول اڻ ڪارائتا اثر وجهن ٿا.

### کاڌي يا غذا جو اثر:

غذا يا کاڌو جسماني اوسر تي سنئون سڌو اثر انداز ٿئي ٿو. سٺو ۽ ڀرپور کاڌو جسم جي وڌڻ ۾ مدد ڏئي ٿو ۽ ان کي طاقت بخشي ٿو. آمريڪا ۾ ڪيل هڪڙي تحقيق مطابق اڄ ڪلهه جي دؤر جا ٻار اڄ کان سو سال اڳ وارن ٻارن جي ڀيٽ ۾ جلدي ذهني ۽ جسماني پختگيءَ حاصل ڪري ٿا وٺن. ان جو سبب بهترين طبعي سهولتون ۽ مناسب خوراڪ جو ميسر هجڻ آهي. ان قسم جي ٻين تحقيقاتن جسماني اوسر جي لاءِ غذا جي ضرورت کي واضح ڪيو آهي. اهي حقيقتون مڃيل آهن ته اهڙا ٻار جن کي سٺو کاڌو مليو هوندو تن جي اوسر تيزي سان ٿئي ٿي. ۽ اهي پنهنجي هڪ جيڏن ٻارن کان زياده سٺر وٺر ۽ سگهارا ٿين ٿا. سندن ذهني قوت به سٺي ٿئي

ٿي ۽ سندن ڏند بہ جلدي نڪرڻ شروع ٿي وڃن ٿا. انهن جي مقابلي ۾ اهي ٻار جيڪي خوراڪ جي گهٽتائي جو شڪار ٿين ٿا، يا جن کي نامناسب کاڌو ڏنو وڃي ٿو سي ڪمزور ۽ اپرا ٿين ٿا، ۽ انهن جي ذهني ڪارڪردگي بہ گهٽ ٿي ٿئي.

جمڻ کان پهرين ٻار جي خوراڪ جون ضرورتون ماءُ جي جسم مان پرربون ٿين ٿيون. جيڪڏهن جمڻ کان پهرين ٻار جي خوراڪ جي فراهمي ۾ مڪمل يا ٿوري گهٽتائي اچي وڃي تہ ان جا هاجيڪار اثر جمڻ کانپوءِ جسماني ڪمزوري يا معذوري جي صورت ۾ ظاهر ٿين ٿا. پيدا ٿيڻ کانپوءِ جسم تيزي سان وڌي ٿو. ان وقت نوان جيتوٽيڪ گهرڙا يا خليا بنجن ٿا. مختلف عضوا پختگيءَ حاصل ڪن ٿا. تنهنڪري جيڪڏهن شروعاتي دؤر ۾ کاڌي جي گهٽتائي هجي تہ جسماني واڌ ۾ ان جا نهايت خراب اثر ٿين ٿا ۽ نتيجا اڻ جوڳا ظاهر ٿين ٿا. ان مرحلي تي خوراڪ جي گهٽتائين جي ڪري پيٽ ۾ وڌندڙ ٻار جي جسم ۾ نوان خليا نٿا نهي سگهن ۽ اهي عضوا جيڪي جمڻ کان پوءِ وڌن ٿا سي بہ پوري واڌ نٿا ڪري سگهن. اهڙن عضون ۾ خاص ڪري هڏا، مشڪون ۽ دماغ قابل ذڪر آهن. نئين تحقيقات جي حوالي سان اها ڳالهہ چئي سگهجي ٿي تہ کاڌي جي گهٽتائي جا خطرناڪ اثر گهٽو ڪري دماغ جي واڌ تي ٿين ٿا. ان جو سبب اهوئي آهي تہ دماغ جي نهايت ضروري حصن جي واڌ، ويجهہ پيدائش کان پوءِ ٿئي ٿي. ماهرن جي چوڻ موجب جيڪڏهن ٻار ٻن سالن جي عمر تائين غذا جي گهٽتائي جو شڪار ٿيندو رهندو تہ سندس دماغ جي اوسر تي ان جي هاجيڪار اثر کي کهڙي بہ علاج جي وسيلي دور ڪري نٿو سگهجي ۽ ان جا خطرناڪ نتيجا ٻار کي سڄي عمر ڀوڳڻا پوندا. جيڪڏهن کاڌي جي ڪمي ٻن سالن جي عمر کانپوءِ ٿئي ٿي ۽ ان جو تدارڪ يڪدم ٿي وڃي تہ منفي اثر زياده دير تائين باقي نٿا رهن ۽ جيڪڏهن خوراڪ جي گهٽتائي ڇهن سالن جي عمر کان پوءِ ٿئي ٿي تہ ان جا اثر دماغ جي اوسر کي گهٽو ڪري متاثر نٿا ڪن. رڳو کاڌي جي گهٽتائي بہ نہ پر ڪڏهن تہ کاڌي جي گهٽائي بہ جسماني اوسر جي راهہ ۾ رڪاوٽ جو سبب بڻجي سگهي ٿي. اهڙا ٻار جن کي ابتدائي دؤرن ۾ ضرورت کان وڌيڪ کاڌو ڏنو وڃي، سي ٿولهہ جو شڪار ٿي وڃن ٿا. گهڻو کاڌو هنن جي عادت بڻجيو وڃي ۽ انهن

جي جسم تي چربي جا تهہ چڙهي ٿا وجن ۽ پوءِ ان جو نتيجو اهو ٿو نڪري جو مختلف عضون جي واڌ جيڪا وڏيڪ ضرورري آهي، سا رڪجيو وڃي تنهنڪري ٻار جي خوراڪ جو جسماني طلب جي مطابق هجڻ لازمي آهي.

پوري ڪاڏي سان گڏوگڏ ڪاڏي جو مناسب(متوازن) هجڻ بہ ضروري آهي. مناسب ڪاڌو اهو آهي جنهن ۾ سمورا غذائـي يـا خوراڪـي جزا يعنـي لمحيات يا پروٽيـن ( Protein ) ڪاربو هائيدريٽ (Corbohybrate) سٽپ (Fat) حياتيـن ( Vitamans ) لوٽيات (Salts) ۽ پاڻي موجود هجن. غـذائـي جزن مان ڪنهن بہ هڪڙي جي گهٽتائي واڌ کي متاثر ڪري سگهي ٿي، جهڙي طرح وٽامن " اي" جي ڪمي بينائي وارن عضون جي واڌ کي متاثر ڪري سگهي ٿي يا لوٽيات جي گهٽتائي ڪري هڏ مضبوط ٿي نہ سگهندا. لمحيات جي گهٽتائي جي اثر ڪان جسماني اوسر رڪجي سگهي ٿي يا بيمارين جي خلاف مقابلي ڪرڻ واري قوت ۾ گهٽتائي ٿي سگهي ٿي. تنهنڪري ٻار کي سندن بهتر جسماني اوسر لاءِ هن جي جسماني ضرورتن کي ڏيان ۾ رکي ٻار کي ڪاڌو ڏيڻ لازمي آهي. گهٽ يا وڌ خوراڪ يا نامناسب خوراڪ جي ڪري ٻار جي جسماني اوسر تي هاجيڪار اثر پون ٿا.

ماحول جو اثر.

جسماني اوسر لاءِ سماجي ماحول جي بہ وڏي اهميت آهي. سماجي ماحول ۾ گهريلو ڪٽ ڦٽ وارو ماحول ۽ جذباتي محروميون سنئون سڌو ٻار جي واڌاري کي متاثر ڪن ٿيون. ان سان گڏوگڏ سماجي مالي مسئلا بي علمي ( جهالت ) وڌندڙ آدمشماري جا مسئلا ۽ سماج جي عام اڍنگي چال چلت اهڙيون ڳالهيون آهن، جيڪي هر طرح ٻارن جي واڌ ۽ اوسر سان واسطو رکن ٿيون ۽ ان کي متاثر ڪن ٿا.

سماج جي ماحول ۾ سڀ کان وڌيڪ ضروري ماحول جو خوشگوار هجڻ آهي، اهي ٻار جن جي پرورش اهڙي ماحول ۾ ٿي هجي جتي هن جي خواهش ۽ جذبن جو خيال رکيو ويندو هجي، انهن جي واڌ جي رفتار ۽ پيمانو انهن ٻارن کان تيز ۽ وڌو ٿئي ٿو، جن کي اهڙيون حالتون ميسر نہ هونديون آهن. مختلف تحقيقاتن مان ثابت ٿي چڪو آهي تہ قد نہ وڌڻ جو هڪ سبب گهرو جهيڙن جهٽن سبب پيدا ٿيندڙ ذهني دٻاءُ ۽ ٻار جون

جذباتي محروميون هجن ٿيون. اهڙيون حقيقتون ثابت ڪن ٿيون ته گهريلو اڻ وڻندر حالتون جسماني اوسر کي ڪيتري قدر متاثر ڪن ٿيون. ناخوشگوار ماحول ۽ جذبات محروميون واڌ جي راه ۾ رڪاوٽ ڇو ٿيون بڻجن ان جي باري ۾ في الحال ڪابه آخري راءِ قائم ٿيل ڪانهي. ڪن ماهرن جي راءِ مطابق بلغمي غدود يا ڳلڦڙا (Tnitary gland) جيڪي جسماني اوسر کي جاري رکن ٿا سي جذباتي محروميں سبب متاثر ٿين ٿا. ڪن ماهرن جي راءِ ۾ حد کان وڌيل پريشانيون ۽ فڪرات هاضمي جي سرشتي کي متاثر ڪن ٿيون ۽ خوراڪ کي بدن جو جزو بڻجڻ نٿيون ڏين. انهن ڳالهين سبب پڻ ٻار خوراڪ جي گهٽتائي جوشڪار ٿي وڃن ٿا ۽ سندس واڌ جي رفتار ۽ پيمانو متاثر ٿئي ٿو.

پاڪستان هڪ ترقي پذير ملڪ آهي. هتي في شخص جي آمدني تمام گهٽ آهي. تعليم جو پيمانو به تمام گهٽ آهي. وڌندڙ آدمشماري اجان به وڌيڪ مسئلا پيدا ڪري ڇڏيا آهن. ٻارن جي جسماني اوسر لاءِ متوازن غذا مهيا ڪرڻ جو مسئلو غريب ۽ بي علم ماڻهن ۾ سنگين صورتحال اختيار ڪري چڪو آهي. تنهنڪري بي علمي ( جهالت ) ۽ غربت کي ضابطي ۾ ڪرڻ لاءِ وڌندڙ آدمشماري تي ڪنٽرول رکڻ ضروري آهي. سيني انهن ناموافقن حالتن تي ضابطي رکڻ سان اسين ٻارن کي بهتر جسماني اوسر جون سهوليتون فراهم ڪري ٿا سگهون.

## سوال

1- هيٺ ڄاڻايل اصطلاحن جي تشريح وڌ ۾ وڌ ٽن سيٽن ۾ ڪريو :

(i) واڌ ( Growth )

(ii) پختگي (Maturity)

(iii) اوسر ( Development)

2 - جسماني اوسر جون ڪهڙيون خاصيتون آهن؟

(iii) ٽيع پياڪي جي دؤر ۾ ٻار جي جسماني اوسر جو تفصيل سان بيان ڪريو

(iv) ڄمڻ کان ٻارهن سالن تائين ٻار جي قد ۽ وزن وڌڻ جو تفصيل لکو.

(v) پختگيءَ مان ڇا مراد آهي؟ ڇرپر ۽ اوسر ۾ پختگي جي اهميت ڇا آهي؟

(vi) جسماني اوسر تي ڪاڏي ۽ ماحول جي اثرن جو تفصيل سان بيان لکو؟

(7) هيٺين تي نوٽ لکو.

(i) پختگي جي عملي ۾ ورثي ۽ ماحول جو ڪردار ڇا آهي؟

(ii) ملڪ جي وڌندڙ آدمشماري جسماني اوسر کي ڪهڙي طرح متاثر ڪندي آهي

(8) هيٺين جملن کي مناسب لفظن سان ڀريو:

(i) .......... مان مراد جسم تي ظاهر ٿيندڙ طبقي تبديليون آهن ( واڌ اوسر)

(ii) مختلف دورن ۾ واڌ جي رفتار ......آهي ( هڪڙي آهي - الڳ )

(iii) ٿڃ پياڪي ۾ واڌ جي رفتار گهٽي .......آهي ( گهٽ وڌ )

(iv) پختگي جي عمل ۾ ......... گهڻو فائدي وارو آهي ( ماحول وراثت )

(v) پختگي جي بنياد تي ............. ڪم تي سگهن ٿا ( اڻنگا ۽ اڻ سلسليوار - سلسليوار )

(vi) پختگي کان اڳ جي سکيا...... آهي. ( بيڪار - فائدي واري

(9) هيٺين مان صحيح ۽ غلط ڳالهين جي نشاندهي ڪريو:

(i) سکيا جي ڪري ٻار ويهڻ کان اڳ هلڻ جهڙو تي سگهندو آهي.

(ii) ڄمڻ کان پوءِ دماغ جي واڌ جو پيمانو ٻين عضون جي واڌ جي پيماني کان وڌيڪ آهي.

(iii) ڄمڻ واقت ڇوڪريون قد ۾ تور ۾ ڇوڪرن کان ڳڙيون ۽ ڏکيون هونديون .

(iv) ٽج پياڪ ۾ ٻاروتڻ جي دؤر ۾ واڌ جو پيمانو ۽ رفتار هڪجهڙو ٿيندو آهي.

(v) ٻاروئتڻ جي دؤر ۾ ٻار سخت ڪاڌو سولائي سان چٻاڙي سگهندو آهي.

(vi) ٻاروئڻ جي دؤر ۾ هٿ، پير ۽ ڏڙ ڏگها ٿي ويندا آهن

(vii) ٽن سالن جي عمر ۾ ٻار جي دماغ جي ڪل تور جو 60 سيڪڙو ٿيندي آهي.

(viii) ٽن سالن جي عمر ۾ ٻار جو قد، بالغ ٿيڻ جي قد جو اڌ ٿيندو آهي.

(ix) ٽج پياڪي ۾ ٻارن کي ڪاڌي کان وڌيڪ ورزش جي ضرورت ٿيندي آهي .

باب ٽيون

# ذهني اوسر

## Intellectual Development

انسان پنهنجي ذهانت جي ڪري ٻيءَ ساريءَ مخلوق تي فوقيت رکي ٿو. تعليم جي ميدان ۾ اهو بنيادي مقصد پيش نظر رکيو ويندو آهي تہ ٻار جي ذهني اوسر ٿئي. ذهني اوسر رڳو تعليم ۽ نصاب تائين محدود ڪانهي. اوسر جي انهي پهلو ۾ ذهن جون سڀئي اعليٰ عقلي، علمي ۽ خيالي حاصلاتون شامل آهن. انهي ذهني اوسر جي ڪري انسان مخصوص ذهني ڪم ڪرڻ جي لائق بڻجي ٿو. انسان جي خيالي قوت، تخليقي سرگرميون، حافظي جي قوت ۽ يادگيري، ڌيان ڏيڻ، گفتگو ڪرڻ، دليل ۽ فيصلي ڪرڻ جي صلاحيت سڀ ذهني اوسر جي محتاج آهن.

جمڻ وقت ٻارڙو صرف چند اڻ اختياري يا غير شعوري چرپر ڪرڻ جي ڪم لائق هوندو آهي. اها هن جي لياقت يا صلاحيت ماحول سان منهن ڏيڻ لاءِ قطعي ڪافي نہ هوندي آهي. ٻار پنهنجي ماحول سان مطابقت پيدا ڪرڻ جي تمام گهڻي ڪوشش ڪندو آهي ۽ ان طرح سان هن جي طرفان انهن غيرشعوري ڪمن جي سکڻ ۽ ماحول کي سمجهڻ جو هڪ نہ کٽندڙ سلسلو شروع ٿي وڃي ٿو. عمر جي وڌڻ سان گڏوگڏ ٻار بي شمارشعوري ڪم، جهڙوڪ: هلڻ، گهمڻ، ڳالهائڻ، سوال پڇڻ، جواب ڏيڻ، پنهنجي پسند يا ناپسند جو اظهار ڪرڻ، گفتگو ڪرڻ وغيرهہ سکي ٿو وڃي. گويا ماحول سان مطابقت جو عمل ٻار کي ڪيترائي ڪم پنهنجو پاڻ ڪرڻ جي قابل بڻائي ڇڏي ٿو ۽ اهو ئي سندس ذهني اوسر جو سبب بڻجي ٿو. ذهني اوسر جو جسماني اوسر ۽ زندگي ۾ پيش ايندڙ تجربن سان سڌو سنئون تعلق آهي. هڪڙي پاسي عمر سان گڏوگڏ قدرت جي مقرر ڪيل انداز سان ٻار جو دماغ ۽ هن جا ٻيا لاڳاپيل جسماني سرشتا وڌن ٿا تہ ٻئي پاسي هو ذهني طور تي ترقي ڪندو ٿو وڃي. هن جي سمجهہ ۽ سوچ ۽ خيال جي قوت ۾ ظاهري واڌ ٿئي ٿي.

مختلف قسمن جا تجربا ٻار جي تخليقي قوت کي جاڳائين ٿا. جيئن جيئن ٻار وڏو ٿو ٿئي، تيئن تيئن هن جو پنهنجي دماغي قوتن کي استعمال ڪرڻ جي تجربن سان واسطو پوي ٿو ۽ هو ذهني پختگي جي طرف وڌي ٿو.

ذهني پختگي لاءِ دماغي صلاحيتن جو لڳاتار استعمال ضروري هوندو آهي. ذهني اوسر جو عمل ٻار جي ڄمڻ کان شروع ٿي بلوغت تائين جاري رهي ٿو. اهو عمل پختگي جي حاصل ٿيڻ تائين جدا جدا مرحلن مان گذري ٿو. ان باري ۾ نفسيات جي ماهر پياجيٽ ( Piaget ) جيڪي نظريا پيش ڪيا آهن، تن رکي هاڻي ساري دنيا ۾ اعتماد جي قابل سمجهيو وڃي ٿو.

پياجيٽ جي خيال موجب ٻار جي بنيادي ذهني طاقت ۽ پختگي جي ماحول مان حاصل ٿيندڙ تجربن جو پيچيدو لاڳاپو ذهني اوسر جو سبب بڻجي ٿو. هي عمل چئن مرحلن ۾ ڏاڪي به ڏاڪي مڪمل ٿئي ٿو. هڪڙي مرحلي جي سکيل قابليت ۽ اهليت، ٻئي مرحلي لاءِ بنيادي ذهني طاقت ۽ پختگيءَ جي حد ثابت ٿئي ٿي. ان ذهني پختگيءَ کان سواءِ اڳتي واري مرحلي ڏانهن وڌڻ ناممڪن آهي. جدا جدا مرحلن تي ۽ جدا جدا ٻارن ۾ اوسر جي رفتار به جدا جدا ٿي سگهي ٿي. يعني اهو ته ممڪن آهي ته هڪڙو ٻار ذهني اوسر جو پهريون مرحلو ٻن سالن جي عمر ۾ پورو ڪري ۽ ٻيو ٻار اهئي مرحلو ٽن سالن جي عمر پوري ڪري، مگر اهو ناممڪن آهي ته ڪو ٻار هڪڙي مرحلي جي پختگيءَ حاصل ڪرڻ سواءِ ئي اڳتي واري مرحلي ۾ داخل ٿي وڃي. پياجيٽ جي چوڻ موجب، انهن مرحلن جي ترتيب ڪنهن به قسم جي تبديلي ممڪن ڪانهي. هر ٻار کي ذهني اوسر جي عمل دوران ترتيب وار انهن مرحلن مان لنگهڻو پوي ٿو.

پياجيٽ جي نظر ئي مطابق ٻار آهستي آهستي ذهني سوچ ۽ فڪر جي لائق بڻجي ٿو. هو پنهنجي آسپاس واري ماحول کي ڄاڻي ٿو، سمجهي ٿو ۽ ان سان مطابقت رکڻ سکي ٿو. مطابقت جي هن ڪم ۾ ٻار پنهنجي ماحول، مسئلن ۽ شين کي سمجهڻ ،سکڻ ۽ پنهنجي وس ڪرڻ جي شروعات پنهنجي جسماني چر پر سان ڪري ٿو، جنهن جا بنياد هن جا منعڪس ( عڪسيل يا جوابي )ڪم يا فعل

(Reflextaction) ٿيـن ٿا. ڪافي عرصي تائيـن ٻار جي سوچ ۽ سمجهہ جو دارو مـدار سندس ان جسـمـاني چرپـر جي جوابي ڪمـن تي ئي رهي ٿـو. آهستي آهستي ان ارتقائي (اسرندڙ ، سڌرندڙ) عمل کي جاري رکندي، هو ذهني اوسـر جي انـهيءَ مـرحلي ۾ داخل ٿي وڃي ٿـو، جتي اهـو پنـهـنجي جسماني چرپر جي جوابي ڪمن کانسواءِ پڻ سوچي ۽ سمجهي سگهي ٿو. پياجيٽ جي آڌو ٻوليءَ جي ارتقا ۽ علامتـن جو اسـتـعمـال ٻار جي ذهني اوسر ۾ بنيادي پٿر جي حيثت رکن ٿا. ان کان پوءِ ٻار جي سوچ سمجهہ ۽ تصورن ( خيالن ) ۾ وسعت پيدا ٿي وڃي ٿي. پر ڪافي عرصي تائين هن جي تصورن کي سمجهڻ جو انداز اڻ پورو ۽ غير منطقي ٿيندو آهي. انهن مرحلن مان لنگهندي، هو درجيوار نهايت ئي پيچيدن تصورن کي سمجهڻ جي لائق ٿي ٿو وڃي ۽ گهڻين ئي ڳالهيـن کي ذهني عمل سان ئي سمجهي وڃي ٿو ۽ انهن کي حل ڪري ٿو وٺي. هن عمل ۾ هو منطق ۽ استدلال (دليل ڏيڻ وٺڻ) کـان ڪم ٿـو وٺي، اهڙي طرح هو هيءَ ارتقـائي عـمل پختگي سـان حاصل ڪري ٿو.

ذهني اوسر جي وضاحت سان لفظن ۾ هيئن ٿي ڪري سگهجي ٿـہ ان جو مقصد عمر جي وڌڻ سان گڏوگڏ انهن قابليتن ۽ صلاحيتن جو پيدا ٿيڻ آهي، جيڪي هن انسان کي ماحول سان منهن ڏيڻ ۾ مدد گار ثابت ٿيـن ٿيون. ذهني اوسر جي ڪري انسان نہ صرف ماحول کي سمجهي وٺندو آهي، بلڪ ان ۾ رهندي پاڻ کي ان جي مطابق بڻائي ٿو وٺي ۽ ڪنهن ڪنهن وقت مـاحول ۾ تـبـديليـون آڻڻ جي ڪـوشش ڪرڻ لڳي ٿو؛ تـہ جيئـن هـن جون جسـمـاني ۽ ذهني ضرورتون پوريون ٿي سگهن. انـهـن سـيـني قـابليـتـن ۽ صلاحيتـن کي سڪڻ لاءِ هڪڙي بنيادي لياقت ۽ صلاحيت جي ضرورت پوي ٿي؛ جنهن کي " ذهانت" چيو ٿو وڃي. ذهني اوسر جي مطالعي لاءِ اُن جي ان بنيادي ۽ اهم پهلو ذهانت کي سمجهڻ نهايت ضروري آهي.

### (1) ذهانت ڇا آهي ؟

نفسيات جي ماهرن ذهانت جي وصف ۽ ان جي وضاحت مختلف طريقن سان ڪئي آهي. ڪن ماهرن وٽ " ذهانت " ڪنهن مسئلي جو حل يا نئين

حالتن سان مطابقت جو نالو آهي. چند ماهر انهيءَ ڳالهه تي متفق آهن ته ذهانت انهيءَ صلاحيت جو نالو آهي، جنهن سان پيچيده ۽ ڳنڀير مسئلا آساني سان حل كيا وڃن ٿا. هنن وضاحتن کي آساني سان سمجهڻ لاءِ هيٺين چند مثالن تي غور ڪرڻ ضروري آهي. مثلاً شروعاتي ڪلاسن ۾ ڪوبه ٻار پنهنجي سبق کي آساني سان ياد ڪري ٿو ونئي ته استاد هن کي " ذهين ٻار " سمجهي ٿو. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪو فورميىن يا مستري پنهنجي نون آيل شاگردن ۾ تيز ڪم ڪرڻ واري کي ڏسي ٿو ته ان کي " ذهين" ٿو سڏي. هو ان شاگرد جي سکڻ واري عمل جي طريقن جو مشاهدو ڪري ٿو ۽ ان جي عقل ۽ فهم سان سوچي سمجهي ڪم ڪرڻ کي " ذهانت" سمجهي ٿو. بلڪل ساڳي طرح سيلز مين جيڪو پنهنجي گراهڪ جي ضرورتن کي تمام جلد سمجهي ونئي ٿو ۽ اڳوات ئي پنهنجون ڳالهيون ۽ ڪوششون جي گراهڪ جي گهرجن مطابق بدلائي ٿو ونئي، ته ان کي سليز مئنيجر " ذهين" ٿو سمجهي. ته معلوم اهو ٿيو ته پنهنجي ماحول کي سمجهڻ ۽ ان جي مطابقت سان ڪم ڪرڻ کي "ذهانت" ٿا چون، ۽ اهو ماڻهو جيڪي پنهنجي ڪم ۾ چست، برجستا، حاضر دماغ ۽ متحرڪ نظر اچن ٿا، تن جي ڪردار کي " ذهين" چيو ويندو آهي. مطلب ته روزمره جي مسئلن کي حل ڪرڻ جي صلاحيت، يا اڻرندڙ يا بدلجندڙ حالتن کي ڪاميابي سان منهن ڏيڻ ئي " ذهانت" آهي.

هڪڙو عام مثال ڏيئي، " ذهانت" جي وضاحت هيئن به ڪري سگهجي ٿي. اچين سمجهو ته اسان جي گهر جو تالو بند ٿي ويو. اسان چند ماڻهن کي گهرايو ۽ انهن جي هٿ ۾ چاٻين جو ڇڳو ڏنو ويو ۽ هر هڪ کي انهي تالي کولڻ جي هدايت ڪئي وئي. هڪڙو شخص هڪڙي چاٻي ڪان پوءِ ٻي چاٻي لڳائي ٿو ۽ پندرهينءَ آزمائش تالو کلي ٿو وڃي. پر ٻيو شخص تالي جي بناوت کي ڏسي ٿو ۽ پوءِ وري چاٻي جي بناوت تي غور ٿو ڪري ته ڪهڙي چاٻي ان تالي جي سوراخ لاءِ صحيح ثابت ٿي سگهي ٿي ۽ اهو سوچڻ ۽ غور ڪرڻ ڪانپوءِ ٽيءَ آزمائش ۾ تالي کي کولي ٿو ڇڏي. ته نفسيات جا ماهر يا هڪ عام ذهين ماڻهو هنن ٻنهي جي ڪارڪردگي کي ڏسڻ ڪانپوءِ ان ماڻهو کي جنهن ٽيءَ ۾ آزمائش ۾ تالو کوليو،

"ذهين"چوندا. هي ڳالهه غور لائق آهي ته تالو پنهين ڪوليو آهي، پر هڪ شخص جو فهم ۽ هن جي قابليت هن کي انهي مسئلي کي حل ڪرڻ ۾مددگار ثابت ٿي آهي،جڏهن ته ٻئي شخص سعيي ۽ خطا (Trial and error) جي ذريعي تالو کوليو آهي. هنن سيني مثالن مان ظاهر ٿئي ٿو ته ذهانت جو مطلب اها قابليت آهي، جنهن جي مدد سان هڪ فرد زندگي جا معاملا ڪاميابي سان سرانجام ڏيئي ٿو. ذهانت کي ماحول ۾ مطابقت پيدا ڪرڻ واري قابليت به چئي سگهجي ٿو، يعني اها ذهني سگهه جيڪا انسان کي پنهنجي ماحول بهتر ۽ سهڻي طريقي سان زندگي گذارڻ سيکاري ٿي. نفسيات جي مختلف ماهرن ذهانت جي وصف مختلف اندازن سان ڪئي آهي. وليم اسٽرن (william stern) جي چوڻ مطابق ذهانت فرد جي اها ذاتي قابليت آهي، جنهن جي مدد سان هو مسئلن جو مقابلو ڪاميابي سان ڪري ٿو. ٽرمن (Terman) ان کي هڪ اهڙي فطري قابليت چوي ٿو، جنهن جي مدد سان فڪر ڪَي ۽ خيالن کي اعليٰ ترين صورت ۾ ظاهر ڪري سگهجي ٿو. سئنڊي فورڊ (sandy ford) ذهانت کي اها اهليت سڏي ٿو، جنهن جي آڌار تي فرد زندگيءَ ۾ بيشمار شيون سکي ٿو. سپيئرمين (spearman) جي آڌو ذهانت هيٺ ڏنل ٽن قيمتن جي اهليتن جو مجموعي نالو آهي.

1. اهڙي اهليت، جنهن سان فرد پنهنجي ذهني عملن جو مطالعو ڪري ٿو.
2. اهڙي اهليت، جنهن سان فرد پنهنجي علم جي مختلف پهلوئن جي وچ ۾ تعلق پيدا ڪري ٿو.
3. اهڙي اهليت، جيڪا مختلف شين جي وچ ۾ تعلق کي ڳولي لهي ٿي. ڏنل وصفن مان واضح ٿئي ٿو ته ذهانت ذهني سگهه يا اهليت جو نالو آهي. هي ڪا نوس شيءَ ڪانهي جنهن جو مشاهدو سنئون سڌو پنجن حواسن سان ڪري سگهجي. ذهانت جو اظهار فرد جي عمل مان ٿيندو آهي. ڪنهن ماڻهوءَ جي عمل کي ڏسندي ئي هن جي ذهين، بيوقوف يا گهٽ ذهين هجڻ جو علم ٿي سگهي ٿو، ان جي وضاحت هن طرح ڪري ٿي سگهجي. ته جيڪڏهن ڪو ٻار اهو سمورا ڪم جيڪي هن کي پنهنجي

عمر جي مطابق پورا ڪري ڇڏڻ ڪهرجن، انهن کي چڱي طرح سهڻي طريقي سان پورا ڪري ٿو، ته اسين چئي ٿا سگهون ته هو ذهين ٻار آهي. ائين جيڪڏهن ڪو پنجن يا ساڍن پنجن سالن جو ٻار ڊزائين ڏسي، بلاڪن جي مدد سان ماڊل تيار ڪري، ته اهو ذهين سڏيو ويندو. بس اهڙي طرح اسين ٻارن جي ڪمن مان سندن ذهني اوسر ۽ ذهانت جو اندازو لڳايون ٿا.
ذهانت انسان جي سڀني ڪمن ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. ان طرح ماڻهو جي ذهانت جو اظهار هن جي گهڻن ئي ڪمن مان ٿئي ٿو، پر خاص طرح سان ان جو اظهار اتي ٿو ٿئي، جتي هڪ شخص ان کي ماحول سان مطابقت پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال ڪري ٿو.

نفسيات جي ماهرن مطابق ذهانت جي اظهار جا ڪيئين رخ آهن. انهي ڪري ذهانت جي اوسر اسان جي لاءِ تحقيق جو وسيع ميدان مهيا ڪري ٿي. مثلاً ٻارن جي ذهانت جي اوسر ـجو اظهار زبان ۽ تخيل سان ته آهي، پر رڳو ٻوليءَ ۽ تخيل جي عمدگي، مناسبت ۽ عجيب هجڻ ئي ذهانت جو واحد دليل ڪونهي. ذهانت جو مقصد تحقيقي ۽ تخليق قوتن جو سجاڳ هجڻ پڻ آهي. تنهن ڪانسواءِ ڪنهن گروهه اندر ڪنهن ماڻهوجي قيادت يا اڳواڻي جي لياقت جو ظاهر ٿيڻ پڻ آهي. مختصر اهو ته ذهانت جي ظاهر ٿيڻ پڻ آهي. مختصر اهو ته ذهانت جي ظاهر ٿيڻ جا ڪيئن رخ آهن ۽ اهي رخ هڪ ماڻهو ۾ انفرادي ۽ گروهه ۾ رهندي اجتماعي نوعيت جا الڳ الڳ ٿي سگهن ٿا. اسان کي ڪيئين ٻار هڙا ڏسڻ ۾ اچي سگهن ٿا، جيڪي ڪنهن ٻولي جي پڙهڻ ۾ ماهر آهن، پر حسابن جي ڪنهن سوال جي حل ڪرڻ ۾ انهيءَ معيار تي ڪونه آهي؛ جنهن تي ٻيا ٻار آهن. هڪ ٻار پنهنجي ڪلاسن ۾ نهايت هوشيار ٿي سگهي ٿو، پر راند جي ميدانن هن جي ڪارڪردگي هن جي ذهانت کي ظاهر نٿي ڪري. نفسيات جا ماهر ان جي وضاحت هيئن ٿا ڪن ته ذهانت ۾ عمومي ۽ خصوصي سگهه يا اهليت ٿئي ٿي. ذهانت جي عمومي سگهه اها آهي، جيڪا هر فرد جي حصي ۾ اچي ٿي ۽ ان جي آڌار تي هو روزمره جا مسئلا حل ڪري ٿو ۽ ماحول سان مطابقت پيدا ڪري ٿو. ان سان گڏوگڏ خصوصي اهليت جي آڌار تي انسان اهڙا ڪم پورا ڪري ٿو، جيڪي خاص قسم جا ٿين ٿا. خاص اهليت

مختلف ماڻهن ۾ مختلف قسم جي ٿئي ٿي. اٿيس ٿي سگهي ٿو ته هڪڙو شاگرد موسيقي، ادب يا آرٽ ۾ هنر مند ۽ فنڪار بنجڻ جي خصوصي اهليت جو مالڪ هجي، ليڪن ڊاڪٽر يا انجنيئر بنجڻ لاءِ جيڪا خصوصي اهليت گهربل هجي، تنهن کان محروم هجي. اهو ئي سبب آهي، جو مثلاً هڪڙو شاگرد ڪلاس ۾ حساب يا سائنس جا سوال نه سٺي نموني ۾ حل ڪري سگهي ٿو مگر راندين جي ميدان ۾ بهتر ڪارڪردگيءَ جومظاهرو نٿو ڪري سگهي. انهي ڪري چيو ويندو آهي ته ٻارن جي تعليم ۽ تربيت ۾ هنن جي ذهني لاڙي ۽ خاص ذهني سگهه يا اهليت کي (جنهن کي اسعتداد به چئجي ٿو) نظر ۾ رکڻ نهايت ضروري آهي. مطلب ته ذهانت جو موضوع اهڙو آهي، جنهن جي مطالعي مان اسين فرد جي ذات ۾ ۽ پڻ جدا جدا ماڻهن جي وچ ۾ فرض کي پرکي سگهون ٿا ۽ انهن جي مدد سان تعليم لاءِ رٿا بندي ڪري سگهون ٿا. مثلاً اسڪول ۾ ٻارن جي جماعت بندي ذهانت جي معيار کي نظر ۾ رکندي ڪري سگهجي ٿي، يا عمر ۽ ذهني اوسر کي نظر ۾ رکندي ٻارن لاءِ تخليقي شغلن جي چونڊ ڪري سگهجي ٿي. اهڙي طرح ٻار جي ذهانت جي اوسر کي خيال ۾ رکندي ، نصاب ۽ درسي ڪتاب تيار ڪري سگهجن ٿا. جيڪڏهن مائٽ ۽ استاد ٻارن جي تعليم ۽ پيشي لاءِ رٿابنديءَ ۾ هنن جي ذهانت کي ڌيان ۾ نه رکن يا ٻارن جا فطري حمايت ۽ ترجمان هنن جي قابليت ۽ صلاحيتن کي نظر انداز ڪن، ته اهڙيون رٿابنديون ٻارن ۽ سماج، ٻنهي لاءِ بيڪار ثابت ٿينديون.

(ii) ذهانت تي ماحول جا اثر:

تعليمي نفسيات ۾ سڀ کان اهم سوال اهو رهيو آهي ته ذهانت موروثي (وراثت تي مدار رکندڙ) وڌيڪ ٿيندي آهي، يا ماحول تي مدار (وراثت تي مدار رکندڙ) وڌيڪ ٿيندي آهي يا ماحول تي مدار رکندڙ وڌيڪ ٿيندي آهي. ٻيڪ سان هي سوال اهم آهن ته ڇا ذهني قابليت ماحول جي اثرن جي ڪري بهتر ٿي سگهي ٿي يا نه؟ يا ماحول فرد جي قابليت کي صرف ايتري حد تائين پڌرو ڪري ٿو، جيتري تائين هن ۾ وراثت جا جزا موجود هوندا آهن؛ يا ذهني قابليت جو دارو مدار صرف وراثت تي آهي؟ ٻنهي نظرين تي ڪافي

بحث مباحثا ٿي چڪا آهن ۽ اجان به ٿي رهيا آهن. پنهي نظرين تي ماهرن پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو آهي. جهڙيءَ طرح ماهرن جو هڪ وڏو گروهه وراثت کي ذهني قابليت جي لاءِ اهم سمجهي ٿو. بلڪل اهڙيءَ طرح ٻيو گروهه ماحول جي اثرن کي ذهني قابليت جي اپارن وڌائڻ ۾ اهم سمجهي ٿو. وراثت ۽ ماحول جا حامي ٻئي گروهه پنهنجي نظرين کي تحقيقات جي ذريعي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. هن صديءَ جي شروعات تائين اهوئي خيال ڪيو ويندو هو ته ذهانت جو زياده تر دارومدار وراثت تي آهي. ٻئي پاسي ماحول جي حامي گروهه جي تحقيقات مان اها ڳالهه ظاهر ٿي آهي ته ٻار جي ذهني قابليت هن تجربن، سٺي ماحول ۽ سٺن موقعن ۽ سٺي تربيت سان بهتر ٿي سگهي ٿي. وڌيڪ تحقيقات مان هن ڳالهه ۾ ماحول جي بدتري ثابت ٿيڻ لڳي ته هن صديءَ جي وچ کان وٺي اهو خيال پڻ زور وٺي ويو ته ذهني اوسر ۽ ذهانت جو مدار ڪافي حد تائين سڪيا تجربن ۽ خاص ماحول تي آهي. فرانس گالٽن (F.GALTON) ۽ رچرڊ ڊگلس ( R.DUGLAS) انهن ابتدائي ماهرن مان هئا، جن جي خيال ۾ ذهانت فقط ورثي ۾ ملي ٿي. انهن مشاهيرن جي گڏ ڪيل ٻارن جي سوانحي خاڪن ۽ مختلف ڪنٽبن ۽ گهراڻن جي مطالعي مان هي شاهديون مليون ته گناهن ۽ ڏوهن جو سلسلو نسل در نسل هلي ٿو. ان ڪانپوءِ تحقيقات جو اهو رخ هلندو رهيو، ۽ مختلف دؤرن ۾ مختلف تحقيقاتون ٿيون. انهن تحقيقاتن ۾ جاڙن ٻارن، نپايل ٻارن، حقيقي پيڻ پائرن ۽ انهن جي ماءُ پيءُ کي مطالعي هيٺ رکيو ويو ۽ انهن جي ذهانتن جي مختلف اندازن سان ڳڻ ڳوت ڪئي وئي.

پروفيسر نيومين (NEWMAN ) هڪجهڙن جاڙن ٻارن (Identical Twino) ۽ پيڻ ڀاءُ جاول جاڙن ٻارن (Fraternal Twino) جو مطالبو ڪيو جيڪي ڌار ڌار ماحول ۾ نپايل ويا هئا. فري مين ( FREEMAN) ۽ سندس ساٿين 74 اهڙن هنج ۾ ورتل ٻارن جو مطالبو ڪيو جيڪي ڇئن سالن کان پنهنجن ويڳن مائٽن وٽ پرورش وٺي رهيا هئا، اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته وراثت جا عمل چڱا خاصا اهم آهن. ان ڪانپوءِ جينسن آئزنڪ ۽ هرسيٽن

(Jenson, Eysneck, Herrustain) وغيره به انهي ئي سلسلي ۾ تحقيقاتون ڪيون. انهن مختلف تحقيقاتن کان پوءِ جيڪي حقيقتون سامهون آيون تن کي مختصر طور هنين ريت بيان ڪري سگهجي ٿو.

1. هم جنس جاڙن ٻارن جي ذهني قابليت ۾ ڀاءُ ڀيڻ طور ڄاول جاڙن ٻارن جي ڀيٽ ۾ زياده هڪجهڙائي ڏٺي وڃي ٿي، جڏهن ته جاڙن ٻارن ۾ رواجي ڀاءُ ڀيڻ جي ڀيٽ ۾ زياده مشابهت ڏٺي وڃي ٿي.

2. حقيقي ٻارن ۽ ماءُ پيءُ جي درميان مشابهت جو پيمانو هنج ۾ ورتل ٻارن ۽ هنج ۾ ويٺل مائٽن کان زياده ٿئي ٿو.

3. موڳن ۽ ذهين ماڻهن جا پيءُ ماءُ ۽ ٻار به موڳا ۽ ذهين ٿين ٿا. اهڙي طرح چرين ۽ ذهني طور گهٽ ذهانت وارن ماڻهن جا مائٽ ۽ ٻار به گهٽ ذهانت جا مالڪ ٿين ٿا.

4. مختلف قسمن جون سماجي برايون نسل درنسل هلن ٿيون. ان طرح انهن سمورين حقيقتن جي بنياد تي ماهرن جو هڪڙو گروهه هن نظرئي جو قائل آهي ته ذهانت ۾ وراثت جو عمل دخل ڪافي اهم آهي ۽ ذهانت جو گهٽي ڀاڳي داورمدار نسلي ۽ مورثي ٿئي ٿو.

نفسيات جي ماهرن جو اهو گروهه جيڪو ذهانت ۾ موروثينت جي زياده اهميت جو مڃيندڙ نه آهي تنهن جي تحقيقاتن جو سلسلو به گڏوگڏ جاري رهيو ۽ انهي گروهه وري ماحول جي اهميت کي واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن سلسلي ۾ آءِ او( Iowa) يونيورسٽي ۾ تمام گهٽيون تحقيقاتون ٿيون، جن مان متفق طور تي نتيجا ڪڍيا ويا ته سٺي ۽ سازگار ماحول ۾ پرورش پاتل ٻارن جي ذهني قابليت يقيني طور تي بهتر هئي. ساڳي طرح اهڙا ماءُ پيءُ جيڪي گهٽ ذهانت جا مالڪ هئا، تن جي ٻارن کي جڏهن سٺي ماحول ۾ رکيو ويو، يا اڻ پڙهيل ۽ غريب مائٽن جي ٻارن کي تعليم ۽ زندگي جون بنيادي سهولتون مهيا ڪيون ويون، ته اهڙي ماحول جا انهن ذهني قابليت تي سٺا اثر ظاهر ٿيا. مطلب ته ذڪر ٿيل مسئلن ۾ هنن ڪوجنائن ماحول جي اهميت کي وڌايو آهي. انهن ماهرن جو چوڻ آهي ته جيتوڻيڪ ذهانت تي وراثت جو اثر ٿئي ٿو، پر ماحول ان ۾ به زياده اهم

ڪردار ادا ڪري ٿو ۽ جيڪڏهن موروثي ڳالهين لاءِ بہ ساز گار ماحول ميسر نہ هجي تہ اهي گهڻو زور وٺي نٿيون سگهن.

اهڙي قسم جي ٻين تحقيقاتن نہ رڳو ماحول جي برتري کي ثابت ڪيو آهي، بلڪ انهن وراثت جي حامي گروهہ جي نتيجن کي سنئون سڌو تنقيد جو نشانو بہ بڻايو آهي. انهن ماهرن جو چوڻ آهي تہ جينوٽيڪ ياءُ ٻيڻ طور ڄاول ڄاڙن ٻارن جي ڀيٽ ۾ هم جنس ڄاڙن ٻارن جي وڌيڪ ذهني مشابهت اهو ثابت ڪري ٿي تہ ذهانت جو دارومدار وراثت تي آهي تہ پوءِ ياءُ ٻيڻ طور ڄاول ڄاڙن ٻارن جي حقيقي ڀيڻ ڀائرن جي ڀيٽ ۾ زياده ذهني هڪجهڙائي جو ڪو بچاءُ ڪونهي. ڇاڪاڻ تہ اهڙن ڄاڙن ٻارن ۽ حقيقي ڀيڻ ڀائرن جي وراثت ۾ ڪو خاص فرق موجود نٿو ٿئي. ماحول جا حمايتي ماهر پنهنجي نظرين جي بچاءُ ۾ ان جو دليل اهو ٿا پيش ڪن تہ ڇاڪاڻ تہ حقيقي ڀيڻ ڀائرن جي ڀيٽ ۾ گڏ ڄاول هم عمر ڄاڙن ٻارن کي وڌيڪ هڪجهڙو ماحول ملي ٿو، تنهنڪري هنن ۾ ذهني هڪجهڙائي زياده ٿئي ٿي. هڪڙي نفسيات جي ماهر ليهي ( leahey) ان ڳالهہ کي بلڪل مختلف انداز ۾ بيان ڪيو آهي. هن جو چوڻ آهي تہ وراثتي ڳالهين واري ٽولي جون تحقيقاتون اها ڳالهہ ثابت ڪن ٿيون تہ هنج ۾ ورتل ٻارن ۽ انهن جي وِڇڙيل ماءُ پيءُ جي ذهني قابليت ۾ مشابهت ڏٺي وڃي ٿي (ڇاهي ڪٿي ان جو پيمانو گهٽ ئي هجي) تہ انهيءَ معمولي مشابهت جو واحد سبب ماحول ئي آهي ۽ وراثت هرگز ناهي. هڪڙي آمريڪي نفسيات جي ماهر اسڪارسٽيپاٽڪ (Scartasatapatck) هنج ۾ ورتل ٻارن کي تحقيقات جو بنياد بڻلي هي نتيجا ڪڍيا آهن تہ جينوٽيڪ آمريڪي ڪارن ٻارن جو آءِ ڪيو. وچولي درجي کان ڪجهہ قدر گهٽ ٿئي ٿو، پر جيڪڏهن اهي ئي ٻار گورن مائٽن وٽ پرورش پائين ٿا تہ انهن جي ذهني قابليت وڌي وڃي ٿي. انهيءَ جو سبب هو اهوئي ٿو بيان ڪري تہ آمريڪا ۾ گورا مائٽ، ڪارن مائٽن جي مقابلي ۾ وڌيڪ سٺو ماحول مهيا ڪن ٿا.

هن سموري ڳالهہ مان اهو واضح ٿي وڃي ٿو تہ جينوٽيڪ بنهي نظرين کي اڃا تائين تحقيقي حمايت حاصل آهي، پر اهي ثابتيون ملي چڪيون

آهن، تہ ذهانت جو دارومدار مڪمل طور تي وراثتي ڳالهين تي هرگز ڪونهي. ماحول نہ رڳو ان تي اثر انداز ٿئي ٿو، بلڪ ماحول جا اثر وڌيڪ سگهارا ۽ اهم ٿين ٿا. هي حقيقتون ذهانت جي تصور ۾ هڪ قسم جي انقلابي تبديلي آڻي چڪيون آهن. تنهنڪري هاڻ ذهانت کي بينل ۽ جميل نہ بلڪ ڦير گهير مائل سمجهيو وڃي ٿو. تنهنڪري ذهانت جي اوسر تي ماحول جي اثرن کي جيترو بہ اهم سمجهيو وڃي اوترو گهٽ آهي.

(iii) عملي تجربن جا سکيا تي اثر:

نفسيات جا ماهر هن حقيقت کي تسيلم ٿا ڪن تہ ذهني اوسر جو مدار سکيا (Learning) ۽ عملي تجربن (Concrete Experence) تي آهي. سکيا هڪ اهڙو عمل آهي، جيڪو ماحول سان اسان جي مطابقت لاءِ نهايت ضروري آهي. اسين ماحول جي گهرجن جي مطابق ڪمن کي سکون ٿا ۽ پنهنجي ڪردار ۾ تبديلي پيدا ڪريون ٿا. انسان جي سمورن ڪمن ۾ ذهانت هڪ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. اهي سمورا ڪم جيڪي هاڻ اسين آساني سان، بنا ڪوشش جي پورا ڪيون ٿا، سي ڪڏهن اسان جي لاءِ نوان هئا. اسان جو جڏهن انهن سان واسطو پيو تہ اسان انهن کي سمجهيو، سکيو ۽ اهي اسان جي عادت بڻجي ويا. ان مان اهو نتيجو ٿو نڪري تہ ذهني اوسر نون ڪمن کي ڪاميابي سان پورو ڪرڻ ۽ مسئلن کي حل ڪرڻ جو نالو آهي . سکيا جو ذهانت جي حالت ۽ معيار تي گهاٽو اثر پوي ٿو ۽ انسان جي سکيا جو دارومدار هن جي نوس ۽ عملي تجربن (Concrete Experience) تي آهي. جيئن جيئن ٻار وڏو ٿيندو ٿو وڃي تيئن هو پنهنجي دماغي قوتن کي استعمال ڪرڻ جي تجربن سان واسطو رکي ٿو. تنهنڪري ذهني اوسر جي ڪري ٻار جي لاءِ اهڙا تجربا مهيا ڪرڻ ضروري آهن، جن جي ڪري سکيا جو عمل وڌيڪ تيز ۽ با اثر ٿئي، ۽ هن جون ذهني صلاحيتون مڪمل طور تي جاڳي سگهن.

پياجيٽ جي نظرين مان جيڪي ڳالهيون ظاهر ٿين ٿيون، تن مان اها حقيقت ظاهر ٿئي ٿي تہ ذهني اوسر جي ترقيءَ لاءِ ٻارن جو ماحول سان سنئون سڌو عملي واسطو ۽ جسماني ڳانڍاپو لازمي امر آهي. نفسيات جي

ماهر بربنرڊ (Brainerd) جو هن باري ۾ اهو چوڻ آهي ته اُهي مائٽ جيڪي پنهنجن ٻارن کي مختلف چرپر جي اجازت ڏين ٿا، ۽ ماحول جي باري ۾ هنن جي تجسس ۽ هنن جي ڪوشش جي ساراهه ڪن ٿا، تن جا ٻار ذهني اوسر جون منزلون آساني سان ۽ ڪاميابي سان پوريون ڪن ٿا. اينجل مئن (Engel man) تجربن جي اهميت کي سارهائيندي، چوي ٿو ته جيڪڏهن ٻار ذهني اوسر جي عمل ۾ ڪنهن خاص مرحلي مان گذري رهيو هجي ۽ هن کي ان جي مطابقت سان وڌ ۾ وڌ تجربن جا موقعا ميسر هجن، ته سڪيا اثر واري ٿئي ٿي. ان جي وضاحت هن طرح ٿو ڪري ته ستن کان ٻارهن سالن جي عمر جا ٻار ذهني اوسر جي انهن مرحلن مان گذري رهيا هوندا آهن، جن ۾ هوشين جي تعداد، وزن ۽ انهن جي تصورن ۽ اصولن کي سمجهڻ شروع ڪري ٿا چڏين ۽ اهي شين جي بقا جي تصور کي به سمجهڻ جي لائق ٿي وڃن ٿا ( يعني اهو ته ظاهري شڪل بدلجي وڃڻ جي باوجود شين جو مقدار قائم رهي ٿو). جيڪڏهن هو پنهنجي ماحول ۾ اهڙا تجربا ڪري رهيا هجن، جن جو سڌو يا اڻ سڌو واسطو شين جي ڊيگهه، موڪر يا وزن جي ظاهري تبديلي سان هجي ته انهن تي شين جي بقا جو تصور پراثر ۽ جامع انداز ۾ ظاهر ٿيندو. هڪڙي اجا به ٻئي مطالعي مان اها ڳالهه واضح ٿي چڪي آهي ته جيڪڏهن ٻار زبان سکڻ جي مرحلي ۾ هجن ۽ هنن سان وڌو ۾ وڌ گفتگو ڪئي وڃي يا هنن جي تجسس کي ساراهيو وڃي، ته انهن ٻارن جي سکيا تي مثبت اثر پوندا ۽ هنن جي لفظن جو ذخيرو ٻين ٻارن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ٿيندو. نفسيات جي ماهر مرفي ( Merphy) جي تحقيق مان اها ڳالهه ثابت ٿي آهي ته جن ٻارن جي ماحول ۾ اهڙي گنجائش موجود هئي جو اهي مختلف تجربا ڪري سگهيا ۽ هنن کي گهٽين شين ڪٽندي جهلندي، استعمال ڪرڻ بلڪ انهن کي ڀڃڻ ڀاهڻ جو موقعو به ملي ويو ته اهي ٻار ذهين ٿي ويا. ماهرن جي چوڻ مطابق ٻار جا اهي ڪم جيڪي ٻار رانديڪن کي ڇُهي، اڇلي، لڪائي، ڀڃي ٽوڙي يا انهن کي ڀاهڻ جي ڪوشش ۾ پورا ڪري ٿو، سي ٻار کي شين جي خاصيتن کان واقف ڪن ٿا. رانديڪن کي مختلف طريقن سان استعمال

ڪرڻ سان ٻار ۾ خيالن جون ۽ تخليق جون صلاحيتون اڀرن ٿيون. تنهن کان سواءِ وچايل رانديڪن جي ٻولا، يا پڱل رانديڪن کي ٺاهڻ جي ڪوشش ٻار جي ذهانت کي ڪارائتي طريقي سان استعمال ڪرڻ جا موقعا مهيا ڪري ٿي. ٻار کي رانديڪن تي آزمايل مختلف تجربا اهو سڪڻ ۽ سمجهڻ ۾ مدد ڏيا ڏين ته هن جي هر حرڪت يا ڪم جو اثر مختلف ٿو ٿئي. اهڙيءَ طرح آهستي آهستي ٻار ارادي ۽ سوچ سان هڪ خاص ڪم جي ڪرڻ ۽ چرپر کي ظاهر پيدا ڪرڻ جي قابل ٿي وڃي ٿو. هن مان اهو ظاهر ٿي ٿو وڃي ته رانديڪن سان تجربن جو ٻار جي سڪيا تي خوشگوار ۽ خاطري جهڙو اثر پوي ٿو. ڪا شيءِ ڇا آهي ، ڇا ڪري ٿي سگهي؟ ۽ ٻار وڏي ڳالهه ته ان سان ڇا ٿو ڪري سگهي وغيرهه. سي سڀ ڳالهيون ٻار جي رانديڪن سان کيڏندي مٿس آشڪار ٿي وڃن ٿيون. راند سان ئي ٻار ننڍن مسئلن کي حل ڪرڻ ۽ رڪاوٽون دور ڪرڻ سڪي وڃن ٿا. هنن جون ڏسڻ، ٻڌڻ، ڪٽڻ، ڪرڻ واريون صلاحيتون اسرن ٿيون. هن ۾ اهڙيون قابليتون ۽ صلاحيتون اُڀري وڏن ٿيو. جيڪي اڳتي هلي بالغ عمر ۾ مختلف قسم جي مسئلن جي حل ڪرڻ ۽ ماحول تي ضابطو رکڻ، لاءِ ضروري آهن.

ڪي سلوا سن 1976ع ۾ پنهنجي تحقيق سان هي نتيجا ڪڍيا ته تخليقي فڪر رڳو درس تدريس سان حاصل نٿو ٿئي، پرشين کي جاچڻ، پرکڻ ۽ واپرائڻ ۽ هنن جي پاڻ ۾ ڳانڍاپي کي سمجهڻ ۽ انهن مان جيڪي ڪم وٺي سگهجن ٿا، تن جي آزمائڻ سان ئي اهڙي سوچ ۽ صلاحيت پيدا ٿئي ٿي، جيڪا تخليقي ڪم، ۾ گهربل هوندي آهي. انهن سمورين تحقيقاتن مان ذهني اوسر جي عمل ۾ تجربن ۽ سکيا جي اهميت واضح ٿي وڃي ٿي. تجربن جي سکيائي اثرن کي تعليم جي ماهرن به تسليم ڪيو آهي. ان جي آڌار تي تعليمي ميدان ۾ انقلابي تبديليون آنديون ويون آهن. تعليم جي ماهر جان ڊيوي هن ڳالهه تي پختو يقين رکي ٿو ته تدريس جي ڪم ۾ شاگردن جي حيثيت خاموش شرمندگي، بيچارگي ۽ خوف ۾ ورتل نه پر جاندار پروسي واري ۽ فعالي هئڻ گهرجي. تدريسي ماحول ۾ شاگردن جي ڀرپور شرڪت شامل هجڻ کپي، ۽ هنن کي ڪم ۽ تجربن جا موقعا ملڻ گهرجن، جان ڊيوي جو ” عمليت وارو فلسو “ هن ڳالهه جي تصديق ٿو

ڪري ته حقيقتون، عمل ۽ تجربن جو نتيجو هونديون آهن. تنهنڪري ڪابه تدريسي حقيقت ان وقت تائين ڪلي ۽ ظاهر ٿي نٿي سگهي ، جيستائين اها عمل ۽ تجربن جي وسيلي پرکيون نه وڃن . فروبل پڻ ننڍڙن ٻارن جي تعليم ۾ عملي تجربن کي لازمي شرط قرار ڏنو آهي. هن جو چوڻ آهي ته ننڍا ٻار فطري تعليم جي اثرن کي قبول ڪرڻ ڪان قاصر هوندا آهن ۽ اهو عملي تجربن جي ذريعي سان ئي اڳتي وڌن ۽ سکن ٿا . هنن جي حقيقتن جي مدنظر، تعليمي ميدان ۾ ڊالٽن پلان ۽ رٿائن تدريس جي طريقي کي باثر قرار ڏنو وڃي ٿو.

هي سموريون حقيقتون نظر ۾ رکندي، علمي ماهر ڪئين پيرا اهو مشورو ڏئي چڪا آهن ته نصاب ۾ شامل مضمونن کي اهڙي نموني پڙهايو وڃي، جو ٻار جي ذهني ورزش ٿئي. تصورن جي وضاحت لاءِ هنن کي عملي تجربي جا وڌ ۾ وڌ موقعا ڏنا وڃن. شاگردن کي مختلف تجربن ۾ فرق ڪرڻ جا طريقا سيکاريا وڃن ۽ هنن کي مختلف حالتن ۾ پرکڻ پيٽ ڪرڻ جا ذريعا ٻڌايا وڃن. شاگردن کي پڙهائي جي دوران اهڙيون هدايتون ڏنيون وڃن، جو هنن جو ذهن تلاش ۽ جانچ جي طرف پاڻ ئي مائل ٿئي. هنن ۾ دليل پيش ڪرڻ ۽ بحث مباحثي ڪرڻ جون عادتون پيدا ڪيون وڃن، ته جيئن ٻارن ۾ استعدلال (دليل ڏيڻ ۽ ٻڌڻ) جي سگهه ۽ حافظي جي اوسر ٿي سگهي. ٻارن جي تخليقي صلاحيتن کي ائين جا ڳائڻ لاءِ خاص انتظام ڪرڻ کپن. ماهرن جي چوڻ مطابق هنن خاص انتطامن ۾ موقعا پيدا ڪرڻ، سامان مهيا ڪرڻ، حوصلي افزائي ڪرڻ ۽ رهنمائي ڪرڻ جهڙن چئن عملن کي شامل ڪرڻ ضروري آهي. جيڪڏهن استاد حضرات هنن تدبيرن تي عمل ڪن، ته تدريس اثر واري ٿيندي ۽ اهي ٻارن جي ذهني اوسر کي صحت مند نموني سان اڳتي وڌائي سگهندا.

### (iv) تصور جي اوسر:

تصور جو مقصد اهو خيال يا فهم آهي ته ڪا شيءِ ڇا آهي؟ يعني تصور ڪنهن به شيءِ جي باري ۾ آگاهي جو نالو آهي. تصور ئي جي مدد سان انسان معنيٰ ڪڍي سگهي ٿو. نفسيات جي ماهرن جي خيال موجب

جي تنظيم جونالو آهي. حسياتي عمل جي ذريعي انسان پنهنجي ماحول ۾ موجود شين کان باخبر رهي ٿو. جڏهن حسياتي تجربن کي هڪ هنڌ رابطي ۾ آندو وڃي ٿو، ته ان جي نتيجي ۾ تصور جنم وٺي ٿو. تصور جي جوڙ جڪ مجموعي ۽ ارتقائي عمل آهي. مجرد يا ذاتي تصور جي فهم کان پهرين نوس يا صفاتي ۽ پيچيده تصور کان پهرين سادي تصور کي پنهنجو ڪرڻ يا پنهنجي وس ۾ آڻڻ ضروري آهي. ٻار جي زندگي جي، پهرين سال ۾ نئي تصور جنم وٺڻ شروع ٿا ڪن. پياجيٽ جي چوڻ مطابق لفظن جي استعمال جي عمل کان پهرين ٻار ڪافي تصورن کي جوڙ جڪ ڏئي چڪو هوندو آهي ۽ ان جو اظهار هو پنهنجي جسماني چرپر جي علامتن سان ڪري ٿو. ان جي وضاحت هو هيئن ٿو ڪري ته لفظ " سمهڻ" ۽ ان سان تعلق رکندڙ فعل کي ٻار وهاڻي تي مٿو رکي، ليٽي يا ٻنهي اکين کي بند ڪري ظاهر ڪري ٿو. ٻار جون اهي حرڪتون هن ڳالهه جو دليل آهن ته ٻار وٽ "سمهڻ " جوذهني تصور موجود آهي. وري آهستي آهستي جڏهن ٻار لفظن جو استعمال سکي وٺن ٿا ۽ لفظن ۾ ڪنهن صورت حال کي سوچي سگهن ٿا، ته وٽن انهن چر پر جي علامتن جي جاءِ لفظن وٺن ٿا ۽ تصورن جي جوڙ جڪ جي عمل ۾ تيزي اچيو وڃي. جيئن جيئن ٻار جي عمر وڌي ٿي هو اوسر جا مختلف مرحلا طئي ڪندو وڃي ٿو، تيئن تيئن هن جي تصورن جي جوڙ جڪ ۾ تيزي ۽ تبديلي ايندي وڃي ٿي. ماهرن جي چوڻ موجب جڏهن ٻار اسڪول ۾ داخل ٿيڻ جي عمر کي پهچي ٿو، ته ان وقت تائين هو بيشمار تصورن کي تشڪيل ڏيئي چڪو هوندو آهي. مثلاً، هو مٿي هيٺ ، اندر ٻاهر، ننڍي وڏي، هلڪي ڳري، سني خراب جهڙن تصورن کي ڪنهن حد تائين سمجهي ٿو. مگر هن جي تصورن جو تعداد، خاصيت ۽ قسمن جو دارومدار هن جي مختلف تجربن ۽ ذهني سگهه ( استداد ) تي ٿئي ٿو. ماهرن موجب ڪنهن به تصور جي فهم لاءِ هڪ بنيادي ذهني پختگي جو هجڻ ضروري ٿئي ٿو، جيڪا ٻار کي ذهني اوسر جي مختلف مرحلن طئي ڪرڻ سان گڏوگڏ حاصل ٿئي ٿي. تنهنڪري مختلف قسم جا تصور، ذهني اوسر جي مختلف مفزلن مان جنم وٺن ٿا. انهي ڪري ٻار کي تدريس جي دوران اهڙن تصورن جي تعليم ڏيڻ، جن جي فهم لاءِ بنيادي استعداد موجود

تصور هڪڙي ذهني تصوير جو نالو آهي، جيڪا الڳ الڳ قسم جي تجربن وسيلي گڏيل شين کي جدا ڪري تيار ڪئي وڃي ٿي ۽ جنهن جو اظهار علامتن ۽ لفظن ۾ ڪيو وڃي ٿو. مثال طور: ميوا، ڪتاب، قرآن پاڪ، آسمان، سمهڻ، روئڻ، نيڪي، همدردي، خوشبو ۽ وغيره جهڙا لفظ ڪنهن نه ڪنهن تصور جي سڃاڻپ ڏين ٿا. تصور فقط لفظن جي معنيٰ معلوم ڪرڻ ڪونهي، بلڪ ان کان اڳتي وڌي وسيع تر ڄاڻ تي منبي هجي ٿو. اسان جا سمورا اعليٰ ذهني ڪم، مثلاً، خيالي تخليقي ۽ تنقيدي سوچ ، مسئلن جو تجربو ڪري انهن جوحل پيش ڪرڻ ۽ چٽو ڪرڻ ۽ دليل جي ڏيڻ ۽ سمجهڻ جو دارومدار تصورن تي آهي. انهي ئي آڌار تي تصورن کي انساني سوچ ۽ فڪر جي بنيادي اڪائي چيو وڃي ٿو.

تصورن ۾ گهٽيون ۽ قسمين قسمين خاصيتون ٿين ٿيون. تصورن جي نراليـن خاصيتـن کي نظر ۾ رکندي، انهن ۾ هن طرح فرق پيدا ڪري سگهجي ٿو. (1) تصور جي نوس يا صفاتي (Concrete) هجن ٿا ، ۽ تصور جي ذاتي يا مجرد يا (abstruct) ٿين ٿا. اهڙا تصور جن جي صفتن يا خاصيتن جو مشاهدو سنئون سڌو پنجن حواسن مان ڪري سگهجي ٿو، تن کي نواس يا صفاتي تصور چئجي ٿو. جهڙوڪ صوف، پيالي، ڪتو وغيره. اهڙا تصور، جن جومشاهدو سنئون سڌو نه ڪري سگهجي، تن کي مجرد يا ذاتي تصور چئبو آهي، جهڙوڪ ذهانت، ايمانداري، نيڪي وغيره.

2. تصور منجهيل يا پيچيده ۽ تصور سڌا يا سادا ٿيندا آهن. جيڪڏهن تصور مختلف ۽ ڪئين پهلوئن تي مشتمل هجن ته انهن کي منجهيل يا پيچيدا تصور چئبو آهي ۽ جيڪڏهن تصور چند مخصوص پهلوئن وارا هجن ته انهن کي سڌا سادا تصور چئبو آهي. جهرڪي هڪ سادو تصور آهي، جيڪو پکي اڏامڻ ، ساهواريءَ شيءِ جهڙن ٻن ٽن پهلوئن تي مشتمل آهي؛ جڏهن ته سوسائٽي هڪ پيچيدو تصور آهي، جنهن جو مدار خاندان، اسڪول، مسجد، رسم ۽ رواج جهڙن ڪيترين ئي ڳالهين ۽ شين تي آهي.

تصور جي جوڙ جڪ ۽ اوسر:

تصور ڪنهن خاص شيءِ جي متعلق حسياتي (حواسن جي ) تجربي

پيٽ ۾ يارهن ٻارهن سالن ۾ ٻار انهن جو سٺي نموني بيان ڪري سگهي ٿو. اسڪول ۾ تعليم جو اهم مقصد صحيح ۽ جامع تصورن تشڪيل ( جوڙجڪ) ۽ انهن جي صحيح طرح جي اوسر آهي. استادن جو فرض آهي ته هو تصورن جي تشڪيل ۾ شاگردن جي رهنمائي ڪن، تصور جي تشڪيل جو سڀ کان سٺو طريقو هي آهي ته ٻار کي شيءِ يا شين سان سنئون سڌو واقف ڪرائجي. مثال طور اهو ڏسڻ لاءِ ته " جانور" ڇا ٿيندا آهن، ٻارن کي ماحول ۾ موجود مختلف قسمن، شڪلين ۽ صورتن ۽ قد بت وارا جانور ڏيکاريا وڃن . سنئين سڌي مشاهدي جي مدد سان ٻار انهن جي باري ۾ جلد ۽ صحيح تصور قائم ڪري سگهن ٿا. تنهنڪري تدريسي عمل دوران ٻارن کي وقت ۾ وقت شين ڏيکاري ۽ مختلف جڳهون جهڙوڪ باغ، بنيون، ريلوي اسٽيشن، هوائي اڏا، جانورن جي باغ وغيره جي سير ڪرڻ جا موقعا ڏيئي تصورن جي تشڪيل ۾مدد حاصل ڪري سگهجي ٿي. جيڪڏهن ڪنهن شي جي باري ۾ لاڳاپيل تجربن جا سڌا موقعا ميسر نه هجن، ته پئي واسطي سان، اڻ سڌي طرح تجربن جا موقعا پيدا ڪري ڏيڻ گهرجن، اهڙي صورتحال ۾ استاد تصويرون، ڪتاب، چارٽ، فلمن ۽ مختلف سمعي، ( ٻڌڻ جهڙين ) بصري (ڏسڻ جهڙين ) شين کي استعمال ۾ آڻي سگهو ٿا .بهتر ۽ واضح تصور لاءِ ملندڙ جلندڙ مشابهت رکندڙ ڪيترن کي شين استعمال ڪري سگهجي ٿو. ان مان ٻار مختلف شين ۾ موجود ساڳيائپ، مشابهت، فرقن جي باري ۾ عمومي فهم ۽ سمجهه حاصل ڪري وٺن ٿا. اهڙي طرح نون تصورن جي تشڪيل ۾ ٻارن جي اڳين تصورن مان به مدد حاصل ڪري سگهجي ٿي. تصورن ۽ ذهني اوسر جو علم نه رڳو استادن کي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب بڻائي ٿو. بلڪ ٻار جي ذهني اوسر کي به صحيح واٽ سان اڳتي وڌائي سگهي ٿو.

نہ هجي، بي سود ٿئي ٿي. شروعاتي عمر ۾ ٻار جي تصور شين جي حقيقي تصورن کان چڱا خاصا مختلف ۽ ڪجهہ اڻ پورا هوندا آهن. پوءِ آهستي آهستي انهن ۾ تبديلي ايندي وينديآهي. انهي ڪري هڪ يا ٻن سالن جي عمر جي ٻار وٽ ماءُ جو جيڪو تصور آهي، سو پنجن سالن جي ٻار يا بالغ شخص جي تصور کان مختلف هوندو آهي. ٻن سالن جي ٻار لاءِ دنيا ۾ فقط هڪ ئي عورت، " ماءُ" سڏائي سگهي ٿي. پر پوءِ آهستي آهستي هن کي خبر پوندي ويندي آهي تہ ٻيون عورتون بہ "مائون" ٿينديون آهن ۽ هر ٻار جي ماءُ هوندي آهي. جڏهن تہ هڪ بالغ شخص انهي ئي لفظ کي تجريدي ۽ مجازي معنائن ۾ استعمال ڪري وٺندو آهي. ان مان ظاهر ٿيو تہ تصورن جي جوڙجڪ کان پوءِ اوسر جي سبب ان ۾ تبديليون ٿين ٿيون.

اوسر جي ڪري تصورن ۾ جيڪي تبديليون ٿين ٿيون، تن کي هيٺين ريت مختصر طور بيان ڪري سگهجي ٿو:

1. اوسر سبب تصور با ضابطي ٿي وڃن ٿا. انهن جي صحيح هجڻ ۽ معقول هجڻ ۾ اضافو ٿئي ٿو. ٻار جي تصور شخصي، نوعيت جي بدران عام نوعيت اختيار ڪري وٺن ٿا. جيئن گهر جو تصور هڪڙي ٽن سالن جي ٻار جو شخصي قسم جو ٿئي ٿو، جڏهن تہ هڪ ٻارهن سالن جي ٻار جو اهو ئي تصور ٻين ٻارن يا سماج ۾ رائج تصور جي مطابق ٿئي ٿو.

2. اوسر جي ڪري تصور جي حيثيت ۽ درجي ۾ نمايان تبديلي واقع ٿيندي، يعني تصور عمر سان گڏوگڏ واضح مستحڪم ۽ صحيح حيثيت اختيار ڪري وٺن ٿا. هڪڙي ٽن سالن جي ٻار جو ڪنهن شيءِ جي سائيز جي باري ۾تصور غير واضح هوندو، جڏهن تہ 13 يا 14 سالن جي ٻار جو فهم واضح، صحيح ۽ پائيدار هوندو، ڇو جو اهو سائيز جي تصور جي سيني پاسن تي مشتمل هوندو.

3. اوسر جي ڪري تصورن تي ٻار جي پهچ سٺي انداز ۾ ٿي وڃي ٿي. ٻار تصورن کي سٺي نموني ۾ پنهنجي سوچ ۽ فڪر ۾ استعمال ڪرڻ جي قابل ٿي وڃي ۽ ان جو اظهار ٻين جي اڳيان ڪري سگهي ٿو. مثال طور هڪڙي ڇهن سالن جي ٻار ۾ جيوٽيڪ سچائيءَ، نيڪيءَ، ڪوڙ ۽ برائيءَ جو تصور تہ ٿئي ٿو، پر ائين انهن جو بيان هو نٿو ڪري سگهي . ان جي

# سوال

1. ”ذهني اوسر“ جو مطلب ڇا آهي ؟ پيا جيٽ جي نظرين مطابق هي عمل ڪيئن مڪمل ٿئي ٿو؟

2. ذهانت ڇا کي ٿو چئجي؟ اهو بہ واضح ڪريو تہ ذهانت کي ڌيان ۾ رکندي تعليمي رٿا بندي ڪيئن ۽ ڪهڙي ريت ڪري ٿي سگهجي؟

3. ڪهڙن دليلن جي بنياد تي اهو چئي ٿو سگهجي تہ ذهانت بيٺل ۽ جميل نہ بلڪ ڦير گهير مائل آهي؟

4. مختلف ماهرن جي تحقيقاتن جي روشني ۾ وضاحت ڪريو، تہ ٻار ماحول ۾ جن تجربن مان گذرندو آهي، اُهي ھن جي سکيا ۽ ذهني اوسر کي متاثر ڪندا آهن.

5. تصور ڪهڙي ريت ٺهندا آهن؟ اوسر جي ڪري ان ۾ ڪهڙيون تبديلون ايندڀون آهن؟

6. تصورن جي سمجهاڻي ڏيو ۽ مختلف خاصيتن وارن تصورن جي وضاحت مثال ڏيئي بيان ڪريو؟

7. تعليمي ماهرن جي راءِ ۾ عملي تجربن جي تدريسي اهميت ڇا آهي؟ اهوپڻ ٻڌايو تہ عملي تجربا تدريسي عمل کي ڪهڙي ريت موثر بڻائيندا آهن؟

8. هيٺين تي مختصر نوٽ لکو:

(i) ذهانت جي عام ۽ خاص لياقت .

(ii) تصورن ٺاهڻ ۾ اسناد جو ڪردار.

9. هيٺين مان صحيح ۽ غلط بيان جي نشاندهي ڪريو:

(i) ماحول سان مطابقت (نهڪڻ ) جو عمل ٻار جي ذهني اوسر جو سبب بڻجندو آهي .

(ii) ذهني اوسرجي مختلف مرحلن ۾ مختلف ٻارن جي اوسر جي رفتار بہ مختلف ٿي سگهي ٿي.

(iii) هڪ مرحلي جي ذهني پختگي حاصل ڪرڻ کان سواءِ اڳئين مرحلي ۾ ترقي ڪرڻ ممڪن آهي.

(iv) ٻولي جي ارتقا، ٻار جي سوچ ۾ تصورن ۾ وسعت پيدا نٿي ڪري .
(v) ذهني پختگي لاءِ دماغي صلاحيتن جو لڳاتار استعمال ضروري نہ آهي.
(vi) ذهانت جومشاهدو سنئون سڌو پنجن حواسن سان نٿو ڪري سگهجي.
(vii) ٻار جي سکڻ جو اثر ذهانت جي ڪيفيت ۽ معيار تي ٿيندو آهي.
(viii) ذهانت تي ماحول جا اثر پوندا آهن.
(ix) تصورن مان مراد رڳو لفظن جي معنيٰ ڄاڻڻ آهي .
(x) تصورن جي تشڪيل يا جوڙ جڪ گڏيل ۽ ارتقائي عمل نہ آهي.

10. ڏنل جوابن مان صحيح جوابن جي سڃاڻپ ڪريو:

(i) ذهني اوسر جو عمل پيدائش کان ڪيستائين جاري رهندو آهي،
بلوغت تائين فرد جي موت تائين.

(ii) جيڪڏهن تصور گهڻن پهلوئن تي ٻڌل ٿين تہ ڪهڙا تصور چئبا؟
پيچيدا (منجهيل) سادا.

(iii) اهڙا تصور جن جو مشاهدو پنجن حواسن سان نٿو ڪري سگهجي
اهي ڇا سڏبا آهن؟
ذڪيا (مقرون) تصور، سادا تصور

(iv) فروبل ننڍن ٻارن جي تعليم ۾ڇا کي لازمي شرط سڏيو آهي؟
تعليمي نظريي عملي تجربن

(v) ڪهڙي ذهني لياقت مختلف ماڻهن ۾ مختلف نوعيت جي ٿيندي آهي؟
عام لياقت خاص لياقت .

(vi) جان ڊيوي مطابق تدريسي عمل ۾ شاگرد جي حيثيت ڇا هئڻ گهرجي ؟
ڪارائتي اڻ ڪار ڪارائتي.

(vii) موجوده نظرين مطابق ذهانت ڇا آهي؟
بينل ڦير گهير مائل ( گهٽ وڌ )

(viii) ڪي سلوا مطابق تخليقي فڪر جا ڳائڻ لاءِ ڇا ضروري آهي؟
تدريسي عمل عملي تجربو

باب چوٿون

# معاشرتي اوسر

## (Social Development)

معاشرتي اوسر فرد جي شخصيت ۽ ڪردار جي پورائي جو اهم حصو آهي. جسماني ۽ ذهني اوسر سان گڏوگڏ معاشرتي اوسر درحقيقت معاشرتي جو عمل لڳا تار جاري رهي ٿو. معاشرتي اوسر درحقيقت معاشري جا اعليٰ قدرن ۽ معيارن کي سمجهڻ ۽ پنهنجي ڪردار ۽ فڪر ۾ انهن لاءِ احترام پيدا ڪرڻ جو نالو آهي. معاشرتي اوسر ۾ "فرد" معاشرتي مطابقت حاصل ڪري ٿو. يعني هومعاشري جي مثبت قدرن جي پيروي ڪري ٿوءِ ان ڪردار ۽ عمل جو مظاهرو ڪري ٿو. جنهن جون اميدون سماج ان ۾ رکي ٿو . مثئلاً پاڪستاني سماج اسلامي بنيادن تي ٻڌل آهي. اسلامي معاشرو پنهنجن ماڻهن ماڻهن ۾ اميد ٿو رکي ته انهن جي عملي زندگي قرآن ۽ سنت جي تابع هجي. تنهڪري مسلم معاشري سان مطابقت حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته فرد جي روحاني، اخلاقي ۽ عملي زندگي، انهن خاص صفتن واپاري هجي. جن جي نشاندهي قرآن ۽ سنت ۾ ڪئي وئي آهي. فرد جي ڪردار ۽ گفتگو جي نوع ۽ انداز کي ڏسندي ئي اهو احساس ٿيڻ گهرجي ته هو اسلامي معاشري (سماج) سان واسطو رکندڙ شخص آهي . علامہ اقبال پڻ هڪ مومن جي سڃاڻپ، اهائي ٻڌائي آهي تہ اهو " قاري ڏسڻ ۾ اچي ٿو پر حقيقت ۾ آهي" قرآن يعني مسلمانن جو ڪردار ۽ گفتار قرآن جي سانچي ۾ اهڙي طرح پچي ۽ رچي ٿا وڃن. جو اهي هن جي گروهہ جي سڃاڻپ جو سبب بڻجي ٿا وڃن. ڪنهن شخص جي ڪردار جو پنهنجي معاشرتي جي اصولن جو پابند هجڻ ئي " معاشرتي اوسر" جو آئينو آهي. مختلف ماهرن معاشرتي اوسر جي وصف هن ريت ڪئي آهي.

" ماڻهو جي اها اوسر، جيڪا سماج (معاشري) جي اصولن ثقافتي ورثي ۽ قدرن مطابق هجي" ( ڊاڪٽر رؤف) " معاشرتي اوسر جو مقصد

فرد جي اها اوسر آهي". جيڪا سڌي ريت ھن جي مشغولين، معاشرتي روايتن سان لاڳاپي ۽ سچي ڪردار جي ذريعي ظاهر ٿئي ٿي معاشرتي اوسر جي ڪري معاشرتي قدر، رسمون ۽ رواج، اصول ۽ ضابطا، رويا، عقيدا، جذبا وغيره بڻجن ٿا. ذهني ۽ جسماني اوسر سان گڏوگڏ معاشرتي اوسر لازمي ڳالهہ آهي.

ٻار جو معاشرتي ماحول تي دارومدار معاشرتي اوسر جو سبب بڻجي ٿو. ٻار ڄمڻ جي وقت کان وٺي پنهنجي ضرورتن جي تسڪين لاءِ ٻين جو محتاج رهي ٿو اهڙي طرح ھن جو پهريون معاشرتي رابطو گهر جي ڀاتين سان قائم ٿئي ٿو. پوءِ جيئن جيئن هو وڏو ٿيندو ٿو وڃي، تيئن ھن جون ضرورتون بہ وڌنديون ٿيون وڃن ۽ ھن جو معاشرتي حلقو بہ ڪشادو ٿيندو ٿو وڃي. عمومي طور انهيءَ نموني سان پوءِ ھن جا معاشرتي تعلقات وڌن ٿا ۽ معاشرتي اوسر جو عمل وڌيڪ تيز ٿيندو ۽ ترقي ڪندو وڃي ٿو. ذهني ۽ جسماني اوسر سان گڏوگڏ ٻار پنهنجي معاشرتي ماحول کان بہ واقف ٿيندو ويندو آهي ۽ انهن هو ماحول سان مطابقت پيدا ڪرڻ لاءِ قدرن، روين، اصولن ۽ ضابطن کي شعوري ۽ لاشعوري طور تي پنهنجو ڪرڻ شروع ڪري ڇڏي ٿو. معاشري ۾ مقبوليت حاصل ڪرڻ لاءِ هو اهڙيون عادتون پرائي ٿو، جن کي معاشرو سٺي نظر سان ڏسي ٿو ۽ اهڙيون عادتون ترڪ ڪري ڇڏي ٿو، جيڪي ھن کي معاشري ۾ مقبول نٿيون بڻائين. اهڙي طرح ھن جي ضرورتن جي تسڪين معاشرتي قدرن، اصولن ۽ ضابطن جي عين مطابق ٿي وڃي ٿي، ۽ مختلف معاشرتي قدر، رسمون ۽ رواج، رويا، عقيدا خودبخود وڌندا ۽ پختا ٿيندا وڃن ٿا. معاشرتي اوسر جي ھن عمل ۾ گهرجا ڀاتي، دوست، احباب، استاد ۽ معاشرتي حلقي ۾ ٻيا ماڻهو اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. سزا جزا ۽ تقليد (پيروي) ھن عمل جي ظاهر ٿيڻ ۾ مددگار ثابت ٿين ٿا.

معاشرتي اوسر جي ڪري فرد ان لائق ٿي وڃي ٿو تہ هو معاشري جو هڪ سٺو ۽ ڪارائتو ماڻهو بڻجي رهي سگهي. معاشرتي اُوسر جا تصور ھن پنهنجي ذات (Self Indentity) جي احساس کي اُڀارين ٿا. اهڙي طرح هو نہ رڳو ماحول کان متاثر ٿو ٿئي، بلڪ معاشري کي متاثر ڪرڻ جي صلاحيت پڻ حاصل ڪري ٿو. معاشرتي اوسر ھن کي معاشري جي ماڻھن سان سهڪار

ڪرڻ ۽ انهن جي ڏک سک ۾ هٿ سان شريڪ هجڻ جي لائق بڻائي ٿي. فرد معاشري ۾ پنهنجو درجو قائم ڪري ٿو ۽ ٻين جو درجو سڃاڻي ٿو. معاشرتي اوسر ماڻهو جي سماجي ڪردار (Social Role) جي سڃاڻپ جو باعث پڻ آهي ۽ هن جي ذميواري جي احساس کي جاڳائي ٿي. انهي سماجي اوسر جي ڪري ئي فردن کي احساس ٿئي ٿو ته هو جنهن معاشري سان تعلق رکن ٿا، سي بحيثيت والدين، اولاد، شريڪ حيات، ملازم يا رشتيدار جي ۽ پڻ استاد يا شاگرد هجڻ جي ناتي هنن جون ذميواريون ڇا آهن. ڪنهن مخصوص حيثيت سان معاشرو، انهن ۾ ڪهڙي قسم جون اميدون رکي ٿو، ۽ ان مطابق هن جي روش، هلت چلت ڪهڙي قسم جي هجڻ کپي. معاشرتي اوسر جي عمل، قدرن جو احساس ۽ اصولن ۽ ضابطن جو احترام لازمي آهي.۽ هن ڪري ان جي اهميت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. روزمره جي زندگي جو مشاهدو آهي ته اهي فرد جيڪي معاشرتي مطابقي يا ناهم حاصل نٿا ڪري سگهن، سي پنهنجو پاڻ کي معاشري کان الڳ ڪري ٿا ڇڏين ۽ ان علحدگيءَ سبب اهو ذهني ۽ جذباتي مونجهارن ۾ ڦاسي ٿا وڃن. نفسيات جي ماهرن ذهني ۽ نفسياتي بيمارين کي معاشري سان مطابقت نه هجڻ جو نتيجو قرار ڏنو آهي. ان ڪري ضروري آهي ته معاشرتي اوسر جي عمل کي شروع کان ئي صحت مند انداز ۾ هٿ ۾ ڪنيو وڃي ۽ سڌاريو ۽ پختو ڪيو وڃي ته جيئن ٻارن جي شخصيت جي تعمير اهڙي ريت ٿئي. جو اهي معاشري جا مفيد رڪن بڻجي سگهن ۽ معاشرو انهن جي شخصيت مان فائدو حاصل ڪري سگهي .

### 1. معاشرتي اوسر جا درجا:

نفسيات جا ماهر جيڪي معاشرتي اوسر کي عمر جي مختلف دؤرن جي حوالي سان بيان ڪن ٿا، تن ۾ ذڪر جي لائق فرائيڊ (Freud) ۽ ايرڪ ايرڪسن (Erik Erikson) آهن. فرائيڊ جي نظرئي موجب معاشرتي اوسر جو عمل پنجن مختلف دؤرن ۾ مڪمل ٿئي ٿو. فرائيڊ جي آڏو انهن مان ابتدائي دؤر وڌيڪ اهميت رکن ٿا. ڇو جو معاشرتي زندگي لاءِ اُهي، بنياد مهيا ڪن ٿا. ان جي ابتڙ ، ايرڪسن مطابق ، معاشرتي اوسر جو عمل

پيدائش کان وٺي پيريءَ تائين انن مختلف دؤرن ۾ مڪمل ٿئي ٿو، ۽ هر دؤر خاص اهميت وارو آهي. ٻنهي ماهرن ٻارهن سالن جي عمر تائين اوسر لاءِ اُهي دؤر هن طرح مقرر ڪيا آهن.

پهريون دؤر ........ جمڻ کان ڏيڍ سال تائين
ٻيو دؤر............ ڏيڍ سال کان ٽن سالن تائين ،
ٽيون دؤر .......... ٽن سالن کان ڇهن سالن تائين .
چوٿون دؤر......... ڇهن سالن کان ٻارهن سالن تائين

١. پهريون دؤر ( جمڻ کان ڏيڍ سال تائين )

هن دور ۾ ٻار جو معاشرتي دائرو نهايت محدود ٿئي ٿو ۽ هن دؤر ۾ ٻار جو پهريون معاشرتي رابطو ماءُ سان قائم ٿئي ٿو. ٻار ماءُ جي شخصيت سان هريل هوندا آهن. ماءُ جي سنڀال ۽ پيار ۽ محبت ٻار کي ماءُ تي اعتماد ۽ ڀروسو ڪرڻ سيکاري ٿي. آهستي آهستي هو گهر ۾ موجود ٻين ماڻهن سان بہ هري ويندا آهن جيڪي هنن جي ضرورتن جو خيال رکندا آهن. هن دؤر ۾ ٻارن جو ٻين جي ذات تي دارو مدار اڳلي دؤر ۾ معاشرتي اوسر لاءِ بنياد پيدا ڪري ٿو . ۽ جي ڪنهن سبب کان اهو اعتماد پيدا نہ ٿي سگهي تہ اوسر جي راهہ ۾ رڪاوٽ جو سبب بڻجي پوي ٿو. هن دؤر ۾ ٻار ٻين ٻارن وٽ ويهي راند روند تہ ڪن ٿا، پر ٻئي جي راند ۾ شريڪ نٿا ٿين .

(ii) ٻيو دؤر (ڏيڍ سال کان ٽن سالن تائين)

هي دؤر ٻار کي هن جي ذاتي حيثيت ۽ خودمختياري جو احساس ڏياري ٿو. جسماني ۽ ذهني اوسر جي آڌار تي ٻار پنهنجي صلاحيتن کي ڪم آڻي ٿو. اهي ٻار جن کي پنهنجي صلاحيتن جي اظهار لاءِ آزادي وارا موقعا ملن ٿا، تن ۾ خود اعتمادي پيدا ٿئي ٿي. ماهرن جي چوڻ مطابق ٻار جي کير جي بوتل پنهنجي هٿ ۾ وٺي پاڻ پيئڻ هن جي خود اعتمادي جو مظهر آهي. اهائي خود اعتمادي ٻار کي پنهنجي انفرادي حيثيت جو احساس ڏياري ٿي ۽ معاشرتي اوسر جي اڳلي مرحلي لاءِ راهہ هموار ڪري ٿي. ان جي ابتڙ اُهي ٻار جن کي پنهنجي صلاحيتن جي اظهار لاءِ آزادي وارا موقعا ملي نہ سگهن، اُهي پنهنجي صلاحيتن جي باري ۾ بي اعتبار رهن ٿا ۽ هنن کي

پنهنجي ذاتي ڀروسو قائم نٿو ڪري سگهي. اهڙي طرح هنن جي اوسر تي منفي اثر پئون ٿا. ذاتي ڀروسي حاصل ٿيڻ ڪان پوءِ ٻارجو دارو مدار ماءُ پيءُ تي ڪجهه گهٽ ٿي وڃي ٿو. هن جو معاشرتي دائرو ٻه ڪجهه قدر ڪشادو ٿي وڃي ٿو. هو ٻيـن ٻارن سان رلڻ ملڻ لڳن ٿا ۽ گڏجي ڪيڏڻ جي ابتدا منجهن انهي دؤر ڪان وني شروع ٿئي ٿي.

(iii) ٽيون دؤر ٽن سالن ڪان ڇهن سالن تائيـن

هن دؤر ۾ ٻار تي خود اعتمادي (پاڻ وهيٺائي) ۽ پنهنجي ذات جي ڪري مضبوط ٿئي ٿو. ٻار پنهنجي ٻاري ۾ وڌيڪ پراعتماد ٿئي ٿو، .هو پنهنجي خوداعتمادي ڪي مختلف انداز سان آزمائي ٿو. پنهنجي راند ۾ نيون نيون ڳالهيون پيدا ڪري ٿو. جيڪڏهن هن دؤر ۾ ٻار جي حوصلہ افزائي نہ ڪئي وڃي يا انهي ڪي سزا ڏني وڃي تہ هو بي ڀروسا ٿي پنهنجن ڏوهن ۽غلطيـن جي احساس ۾ مبتلا ٿي وڃن ٿا. جيڪو هنن جي اوسر جي راهہ ۾ رڪاوٽ جو سبب بنجي سگهي ٿو. هن دؤر ۾ ٻار جو معاشرتي دائرو وڌيڪ وسيع ٿي وڃي ٿو، ٻار ماءُ پيءَ ڪان جدا ٿي ٽولن ۾ گڏجي راند ڪرڻ پسند ڪن ٿا. منجهن ٻيـن ٻارن سان دوستيءَ جي شروعات هن دؤر ڪان شروع ٿئي ٿي، پر اها دوستي پائيدار نٿي ٿئي.

ٻارن ۾ ماءُ پيءُ سان يڪ دلي (identification) جو پيدا ٿيڻ ۽ جنس مطابق پنهنجي ڪردار (sexty ping) جي شروعات، هن دؤر جي معاشرتي اوسر جا واضح مظهر آهن. هن دؤر ۾ ٻار، ماءُ پيءَ جي شخصيت ۽ ڪردار ڪان متاثر ٿين ٿا، انهن جي ڪردار ڪي پنهنجي لاءِ هو مثالي نموني بنائيـن ٿا . ۽ انهن جي عادتن ۽ طور طريقن جي پيروي ڪرڻ شروع ڪن ٿا. ڇوڪريون عام طور تي پنهنجي ڪردار جي مطابقت ماءُ سان ۽ ڇوڪرا پنهنجي ڪردار جي مطابقت پيءُ سان قائم ڪن ٿا. اسان جي معاشري ۾ اها عام شاهدي جي ڳالهہ آهي تہ جيڪڏهن ماءُ پيءُ نمازي هوندا آهن، تہ جي ٻار ٻہ انهن جي پولڳي ڪندا آهن. مسلسل تي ٻيهي اهڙي قسم جي چرپر ڪندا آهن. جهڙوڪر پاڻ ٻہ نماز ادا ڪري رهيا آهن. جنس جي معياري ڪردار جي ابتدا ٻہ انهي ئي دؤر ۾ شروع ٿئي ٿي . جنس جي

معياري ڪردار جو مطلب اهڙيون اميدون ۽ اهي رويا آهن، جيڪي معاشرو عورتن ۽ مردن سان لاڳو ڪري ٿو. اسان جي معاشري ۾ ڇوڪرين جو مزاج مانيٽو، حيادار ۽ سگهڙ پائي وارو ۽ ستر پوشي وارو ٿئي ٿو، جيڪو هڪ مثالي ڪردار ٿئي ٿو. ساڳي طرح بي ڊپو هجڻ ۽ ڪمائيندڙ ٿيڻ ڇوڪرن جي جنس جي معياري ڪردار جا مثال آهن. جنس جي معياري ڪردار جي شروعات انهي ئي دؤر کان شروع ٿي وڃي ٿي. ٻارن جو هڪٻئي سان رلي ملي راند روند ڪرڻ سندن انهي روش جي عڪاسي ڪن ٿا. واضح رهي ته ٻارن ۾ روش انهي وقت اسرڻ شروع ڪري ٿي ڇڏي، جنهن وقت ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ۾ ذهني ۽ جسماني اوسر جي لحاظ کان ڪو فرق اپريل نٿو رهي: ٻارن ۾ هنن روين جي اوسر خالص معاشر تي اوسر جو پڌرو مظهر آهي:

**ڇوٿون دؤر( ڇهن سالن کان ٻارهن سالن تائين)**

هن عمر ۾ ٻار اسڪول وڃڻ جي لائق ٿي وڃي ٿو. گهران نڪري اسڪول وڃڻ هنن لاءِ هڪ نئون تجربو ٿئي ٿو. اسڪول ۾ هنن جو واسطو استادن ۽ اهڙن ٻارن سان ٿئي ٿو، جن جون عمريون تجربا خيال ۽ رهڻي ڪهڻي جا انداز مختلف ٿين ٿا. تنهنڪري هن دؤر ۾ ٻار جو نئين صورتحال ۾نون تجربن سان واسطو پوي ٿو. تنهنڪري ان لحاظ کان هيءُ دؤر معاشرتي اوسر جو اهم حصو آهي. هن دؤر ۾ ٻار ڇاڪاڻ ته پنهنجو زياده وقت پنهنجن هڪ جيڏن جي ٽولي ۾ گذارين ٿا، تنهنڪري هنن جا خيال، عقيدا، روشون، تعصب، خاص پسند ۽ ناپسندي (لاڙا) ٻار کي متاثر ڪن ٿا. انهي بنياد تي ٻارن ۾ غلبو حاصل ڪرڻ ۽ مقابلي ڪرڻ واري رويي جي ابتدا ٿئي ٿي. هڪ جيڏن جي موجودگي، ٻارن کي هڪ ٻئي سان گڏجي رهڻ واري زندگي جا اصول سيکاري ٿي. ٻار اڳواٽپ ۽ پوئلڳي جا اصول سکن ٿا. هن دؤر ۾ ٻار عام طرح ٽيم ناهي راند ڪرڻ ۽ ٻي ٽيم تي غلبو حاصل ڪرڻ جو لاڙو رکن ٿا. هڪ جيڏن جي موجودگي هجڻ سان جنس جي معياري ڪردار جا رويا پڻ پختگي حاصل ڪن ٿا. ڇوڪريون عام طور تي ڇوڪرين سان ۽ ڇوڪرا ڇوڪرن سان راند ڪيڏڻ پسند ڪن ٿا. اسان جي معاشري ۾ ڇوڪريون عام طور تي گهرو ڪم ڪار جي تربيت جون

رانديون ڪيڏن ٿيون ... هن نہ ڇوڪرا اهڙيون رانديون ڪن ٿا جن ۾ بهادري، جرئت جو اظهار هجي. هن عمر ۾ ڇوڪرا عام طور تي ڪشتي ،ڪوڏي، فوٽ بال، هاڪي ... ڪيٽ وغيره ڪيڏڻ پسند ڪندا آهن. هن دؤر ۾ جيڪي ٻار پنهنجي ... حيڏن سان ڪامياب لاڳاپا قائم ڪن ٿا، تن جي اوسر نهايت تکي ٿئي ٿي ۽ اهڙا ٻار جيڪي اهڙا روبا قائم ڪري نٿا سگهن، سي احساس ڪمتري جو شڪار ٿي وڃن ٿا ۽ انهن جي اوسر ان طرح متاثر ٿئي ٿي.

هن دؤر جي هڪڙي اهم خصوصيت اها آهي جو ٻار، مختلف مهارتن، ثقافتي، هنرمندين ۽ ڪمن جي لکڻ جي لائق ٿي وڃن ٿا. اباڻي هنر ۽ ڌنڌي جي سکڻ ۾ ٻار خوشي جو اظهار ڪندا آهن ۽ انهن جي مختلف قسم جي اوزارن جو استعمال هنن جي خود اعتمادي کي وڌائي ٿو. جيڪا ايندڙ زندگي ۾ هنن لاءِ مددگار ثابت ٿئي ٿي. ٻار معاشري جا قائم ڪيل اخلاقي ضابطا بہ انهي ئي دور ۾ سکي ٿو. وسيع معاشرتي حلقو ٻارکي ٻين ماڻهن سان سهڪار ڪرڻ، سنگت، همدردي، رواداري مُڙي وڃڻ ۽ درگذر ڪرڻ ۽ احسان جي روش ڪرڻ سيکاري ٿو. ڇو جو اڳتي هلي ماڻهو جي شخصيت جي تعمير ۽ معاشرتي ڪردار ۾ اهم، بلڪ بنيادي حصو ٿئي ٿو.

هن دؤر جي هڪڙي وڏي خصوصيت اها آهي، جو ٻار استاد جي شخصيت کان تمام گهڻو متاثر ٿئي ٿو. هو استاد جي طور طريقن جي پيروي ڪري ٿو. درسي ڪتابن ۾ مشهور شخصيت جا خاڪا ٻار کي بيحد متاثر ڪن ٿا ۽ هو انهن جي زندگي کي بہ مثالي نمونو سمجهي ائين ڪرڻ ۽ هلڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. استادن ۽ تاريخ جي مشهور ماڻهن جون شخصيتون ٻارن جي معاشرتي اوسر کي سڌي طرح متاثر ڪن ٿيون. هن دور ۾ ٻارن جون مالي حالتون ۽ پڻ هنن جي جنس جا فرق پڻ هن جي معاشرتي اوسر کي متاثر ڪن ٿا. اهڙا ٻارجن جون مالي حالتون سٺيون نہ هونديون، ياجن کي مناسب پيار نہ مليو هوندو تن جي شخصيت ۾ بي چيني، نتائڻ ۽ بهانن تلاش ڪرڻ جا روبا پيدا ٿيڻ شروع ٿي وڃن ٿا، هو احساس ڪمتري جو شڪار ٿين ٿا. هن وهي ۾ ڇوڪريون ۽ ڇوڪرا

پنهنجن هڪ جيڏن جي سنگت جا رويا ۽ خيال جلدي قبول ڪري وٺن.

(iii) ٻار ۽ هن جو خاندان:

معاشرتي اوسر جو دارو مدار پوري طرح سان معاشرتي ماحول تي آهي. نفسيات جا ماهر، معاشرتي ماحول ۾ خاندان کي سڀ کان وڌيڪ اهميت جو مالڪ ٻڌائين ٿا. ٻر ٻار پنهنجي ڪٽنب ۽ گهرجي خاندان ۾ هن جو واسطو، ماءُ پيءُ، ڀاءُ ڀيڻ ۽ ٻين عزيزن سان هوندو آهي. گهر جي ڀاتين جي شخصيت ۽ ڪردار سندن تجربا، گهر ڀاتين جو تعداد، ٻارڙي جي ڄمڻ جي ترتيب، اهڙيون ڳالهيون هن جي ٻار جي معاشرتي اوسر تي اثر انداز ٿين ٿيون. جيئن مٿي چيو ويو آهي گهريلو ماحول ۾ ننڍڙو ٻار سڀ کان وڌيڪ پنهنجي ماءُ پيءُ جي شخصيت کان متاثر ٿيندو آهي. ماءُ پيءُ جو ڪردار هن جي لاءِ مثالي نمونو ٿو ٿئي. ٻار به ائين ئي ڪندو جيئن هنن کي ڪندي ڏسندو. هو سندن هلت چلت، روش، پسند ناپسند ۽ اخلاقي ضابطن کي پنهنجي ڪردار ۾ سمائي جذب ٿو.

تحقيقاتن اهو ثابت ڪيو آهي ته اُهي ماءُ پيءُ جيڪي خودداريءُ ۽ عزت نفس جو خاص طرح خيال نٿا رکن، تن جا ٻار به خود دار ٿيـن ٿا. والدين جا نسلي، گروهي ۽ زبان وارا تعصب پڻ لڙي سندن ٻارن جي طبيعت جو معيار هن جي ماءُ پيءُ جي اخلاقي معيارن جي عين مطابق ٿين ٿا.

ٻارن جي پرورش ۾ ماءُ پيءُ جو رويو خاص اهميت رکي ٿو. پرورش جي سلسلي ۾ نفسيات جي ماهرن، ماءُ پيءُ جي مختلف روين ۽ انهن جي اثرن جي نشاندهي ڪئي آهي. تحقيقاتن ثابت ڪيو آهي ته اهي والدين ، جيڪي ٻارن جي پرورش ۾ دلچسپيءَ جو مظاهرو ڪن ٿا، ۽ پنهنجي ٻارن ۾ مثالي ڪردارن جي توقع رکن ٿا، سي ٻارن کان اصولن ۽ ضابطن جي پابندي ڪرائين ٿا. ٻر ان لاءِ اجائي دڙڪي داٻ ۽ مارڪٽ جي بجاءِ پيار ۽ شفقت کان ڪم وٺن ٿا. سندن نتيجي طور ٻار به چست، ذميوارو، ٻر اعتماد ۽ خوش اخلاق ٿين ٿا. هنن ۾ اڳتي وڌڻ جي صلاحيت پيدا ٿئي ٿيءَ هنن جون اخلاقي صلاحيتون جاڳن ٿيون ۽ اهڙي ٻار کي معاشرتي مطابقت حاصل ڪرڻ ۾ ڪنهن قسم جي مشڪلات کي منهن ڏيڻو ڪونه ٿو پوي. ان جي

برعڪس اهڙا والدين جيڪي پنهنجن ٻارن جي اصولن ۽ ضابطن جي پابنديءَ ۾ سختي ڪامورن ڪم وٺن ٿا ۽ اُن سلسلي ۾ اهي دڙڪي داٻ سان گڏوگڏ جسماني سزا ڏيڻ کان بہ گريز نٿا ڪن، تن جا ٻار جرم جي احساس جو شڪار ٿي وڃن ٿا. اُهي ٻين تي ڀاڙڻ وارا بڻجي ٿا پون. هنن ۾ پيش قدمي ۽ تخليقي صلاحيتن جي اڻ هوند هجي ٿي. پر اهڙا ٻار فرمانبردار ضرور ٿين ٿا. اهڙا بہ والدين آهن، جيڪي ٻارن جي پرورش ۾ دلچسپي نٿا وٺن، اهڙن ٻارن جي معاشري اوسر بري طرح متاثر ٿئي ٿي. اهڙا بہ عنصر گهر جي ڀاتين جو تعداد ۽ ٻارن جي ڄمر جي ترتيب (Birth Order) بہ آهن، جيڪي اوسر کي متاثر ڪن ٿا. ڪٽنب ۾ اڪيلو ٻار يا پهريون ٻار ماءُ پيءُ جي ٻي جا گهڻي توجهہ جو مرڪز ٿئي ٿو. ۽ هو ٻين تي گهڻو ڀاڙي ٿو ۽ هن جي معاشي اوسر تي منفي اثر پون ٿا. پر گهڻن ٻارن واري وڏي ڪٽنب ۾ ڪنهن ماءُ پيءُ جو پهريون ٻار بہ اينتري ٻيجا توجهہ جو مرڪز نٿو بنجي ۽اهڙن منفي اثرن کان بچي ٿو وڃي، ۽ پنهنجي معاشرتي مطابقت جي راهہ پاڻ هموار ڪري ٿو وٺي. اهڙن گهڻن ٻارن وارن ڪٽنبن ۾ ٻارن جي ڄمر ۾ وقفو گهٽ ۽ ٻارن ۾ تعداد تمام جهجهو آهي، تہ ماءُ پيءُ ٻارن جي پرورش تي مناسب ڌيان بلڪل نٿا ڏيئي سگهن. اهڙن ڪٽنبن جا ٻار ٻي ڌياناڻي جو شڪار ٿي وڃن ٿا ۽ انهن کي معاشرتي مطابقت پيدا ڪرڻ ۾ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. ڪٽنب ۾ ڀيڻ ڀائرن جي تعداد جو تناسب بہ اوسر کي متاثر ڪري سگهي ٿو. ڀائرن جي اڪيلي ڀيڻ يا ڀيڻن جي اڪيلي ڀاءُ جي اوسر جو انداز بہ مختلف ٿئي ٿو. ڀائرن جي درميان ۾ پرورش پائيندڙ اڪيلي ڀيڻ جي ڪردار ۾ مردانيون خاصيتون ڏسڻ ۾ ايندڙيون آهن، جڏهن تہ اڪيلي ڀاءُ جي ڪردار ۾ زنانيون خصوصيتون رنگ ڏيکاريندڙيون آهن.

اهي سموريون حقيقتون ٻار جي شخصيت جي تعمير ۾ خاندان ۽ والدين جي شخصيت ۽ ڪردار جي اهميت کي واضح ڪن ٿيون، هن سلسلي ۾ ماءُ پيءُ تي تمام اهم ذميواريون عائد ٿين ٿيون. انهن مان جان چڏائڻ جي لاءِ ضروري آهي تہ هو پنهنجي ذميوارين کان آگاهہ هجن تہ جيئن هو هڪ طرف هو ٻارن جي لاءِ مثالي نمونو بڻجي وڃن. ۽ ٻار کي ڪي خوشگوار معاشرتي ماحول فراهم ڪري سگهن، جتي هنن جون جسماني ۽ جذباتي ضرورتون

پوريون ٿي سگھن. والدين لاءِ ضروري آهي تہ اهي گھريلو ماحول کي خوشگوار رکن ۽ پاڻ ۾ ذهني هم آهنگي پيدا ڪن. ٻارن جي پرورش ۾ باهمي دلچسپي پيدا ڪن . تربيت جي لاءِ شفقت ڀريو رويو اختيار ڪن. ٻارن جي ولادت ۾ مناسب وقفو رکن تہ جيئن هر ٻار جي تربيت تي مناسب وقت ۽ توجهہ ڏئي سگھن.

اسلام جي معاشرتي نظام ۾ خاندان جي اهميت کي تسليم ڪيو ويو آهي. قرآن ۽ حديث ۾ هر هنڌ، خاندان جي قائم ڪرڻ تي زور ڏنو ويو آهي ۽ ان لاءِ سڀ کان پهرين نڪاح کي لازمي قرار ڏنو ويو آهي. ماءُ پيءُ جي حقن ۽ فرضن کي مقرر ڪيو ويو آهي. ماءُ پيءُ جي فرضن ۾ ٻار جي تربيت کي اوليت ڏني وئي آهي ۽ پيءُ جي ذميواري اهامقرر ڪئي وئي آهي تہ هو اولاد جي لاءِ بهترين معاشي ۽ معاشرتي وسيلا مهيا ڪري، اسلام پنهنجي معاشرتي نظام ۾ والدين جي لاءِ جيڪي فرض ٻڌايا آهن، سي جديد تحقيقات جي مطابق آهن. قرآن ۽ حديث ۾ ٻار جي پرورش ۾ والدين کي وچولي راهہ ۽ شفقت ڀرئي رويئي اختيار ڪرڻ جي تلقين ڪئي وئي آهي. مختلف حديثن ۽ آيتن جي روشني ۾ اها ڳالهہ چٽي سگھجي ٿي تہ اسلام ڪٽنب کي انساني معاشرت جو اهڙو بنيادي ادارو قرار ڏنو ويو آهي، جنهن جون اهم ٿوڻيون يا پيڙهہ جا پٿر ماءُ پيءُ آهن. خاندان هڪ اهڙو ادارو آهي، جنهن ۾ هڪڙو نسل پاڻ کان پوءِ اچڻ واري نسل کي نهايت محبت قربانيءَ ۽ خير خواهيءَ سان، معاشرتي مطابقت جي لاءِ تيار ڪري ٿو. گويا هيءُ ئي اهو تربيت گاهہ آهي، جتان اسلام سٺا انسان تيار ڪرڻ چاهي ٿو ۽ سٺن اخلاقن جي ابتدائي تربيت انهي ئي هنڌن تي ڏيڻ چاهي ٿو، تہ جيئن ٻار ۾ دين جو احترام پيدا ٿئي ۽ هن جي سيرت ۽ هن جو ڪردار پوري طرح اسلامي سانچي ۾ ٺهي سگھي. اهو ئي سبب آهي جو اسلام جي معاشرتي نظام ۾ حقن ۽ فرضن کي صاف صاف ۽ پوريءَ طرح مقرر ڪيو ويو آهي.

(iii) ٻار ۽ اسڪول: ٻار جڏهن گھرو ماحول مان نڪري پهريون ڀيرو اسڪول ۾ اچي ٿو تہ اهو هن جي اجتماعي تربيت جو ٻيو نمبر سڀ کان وڏو ادارو هوندو آهي اسڪول ۾ مختلف گروهن سان ملي ٿو ۽ معاشرتي مطابقت اختيار ڪري ٿو. ڪلاس جي ڪوني ۾ هو لکي پڙهي ٿو. استاد

جو حڪم مڃي ٿو ۽ ٻين هم ڪلاسن سان ملي ٿو. ۽ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪري ٿو. اسڪول جي ماحول ۾ هو پنهنجن هم ڪلاسن سان چٽا پيٽي ڪري ٿو، جيڪا هن ۾ مطابقت جي صلاحيت پيدا ڪري ٿي. هو نصابي ۽ هم نصابي سرگرمين ۾ حصو وٺي ٿو.

اسڪول ۾ ٻار کي ڪئين ذميواريون قبول ڪرڻ جا موقعا ملن ٿا، اهي ذميواريون پوريون ڪري ٻار خوشي محسوس ڪن ٿا ۽ ان طرح ٻار کي معاشرتي مطابقت جي اعليٰ تعليم ملي ٿي. جيڪي ٻار ذميوارين کان ڪنڌ ڪڍائيـن ٿا، سي اسڪول جي ماحول سان مطابقت جي پرواه نٿا ڪري سگهن. ماءُ پيءُ، ڀائرن ڀيڻيـن کان پوءِ اسڪول ۾ ٻار جو معاشرتي تعلق گهڻو ڪري پنهنجي هم عمر ساٿيـن سان ٿئي ٿو، هن ماحول ۾ هو انهن جون عادتون پرائي ٿو ۽ ان طرح معاشرتي مطابقت اختيار ڪري ٿو. هم عمر ساٿي هن جي شخصيت ۽ سيرت جي تعمير ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. جيڪي ٻار پنهنجي معاشرتي ماحول کان غير مطابقت جو شڪار ٿين ٿا، سي استادن جي ٿورڙي ڌيان ڏيڻ سان معاشرتي مطابقت حاصل ڪري سگهن ٿا. سوال هيءَ آهي تہ جيڪڏهن ٻار جي ماحول کي ٻار جي معاشرتي اوسر جو مدار آهي تہ اسڪول ۾ڪهڙي قسم جو ماحول هئڻ گهرجي؟ ماحول جي لفظ کي انگريزي زبان ۾ معاشرتي فضا سان تعبير ڪيو ويو آهي. سڀ کان پهرين ڪرٽ ليوائن معاشرتي فضا جي تحقيق ڪئي. هن تحقيق ۾ هن جا ٻہ ساٿي آرتيسٽ ۽ آر، ڪي وائيٽ هئا. تجرباتي طور تي هنن ڏهن سالن جي عمر جي ٻارن جا ٽي گروپ ناهيا، هر گروپ جي معاشرتي فضا مختلف هئي. يعني هڪڙي گروهہ ۾ فضا جمهوري ،ٻئي ۾ غير جمهوري ۽ ٽئين ۾ بلڪل آزاديءَ واري هئي. هر گروپ کي مقررڪيل وقت جي اندر ڪجهہ ڪم سونپيا ويا. جمهوري گروپ پنهنجي مقرر ڪيل وقت جي اندر سڀ کان زياده ڪم پورا ڪيا. غير جمهوري گروپ بہ ڪم پورا ڪيا، پر هن گروپ جي ميمبر پنهنجي رضا مندي خوشيءَ سان ڪم ڪندا نظر نہ آيا. آزاد گروپ جا رڪن انتشار جو شڪار رهيا ۽ تمام ٿورا ڪم مڪمل ڪري سگهيا. هن تحقيق مان اهو ثابت ٿيو تہ فردن جي تربيت لاءِ جمهوري گروهہ بندي جو اصول يا فضا سڀ

کان وڌيڪ ڪامياب ۽ اثر واري هني. اُن قسم جي سماجي ۽ تحقيقات مان هن ڳالهہ جي جاڻ ملي ٿي تہ اسڪول ۾ جمهوري فضا جي ضرورت آهي. جنهن ۾ ٻارن کي معاشرتي مطابقت جي تربيت ڏيئي سگهجي ٿي، جمهوري قدرن جي تربيت جي لاءِ جمهوري فضا پيدا ڪرڻ جي ضرورت آهي تہ اتي استادن جي روش ۾ تبديلي پيدا ڪرڻ لازمي آهي. اهڙي فضا جي پيدا ڪرڻ لاءِ هيٺ آزمايل ڳالهين جي ضرورت آهي:

1- استاد کي هر تعصب کان پاڪ هجڻ گهرجي ۽ ٻارن کي پنهنجي اظهار جو موقعو ڏيڻ گهرجي.

2- استاد کي معاشري جي اثر ۽ هو نہ وارن ٻارن سان ترجيحي سلوڪ نہ ڪرڻ گهرجي.

3- اسڪول ۾ انهن ٻارن جي طرف خاص ڌيان ڏيڻ گهرجي، جيڪي تمام گهڻا شرميلا ۽معاشرتي غير مطابقت ظاهر ڪن ٿا.

4- اسڪول ۾ سيني ٻارن کي علم حاصل ڪرڻ جا هڪجهڙا موقعا ڏيڻ گهرجن.

5- اسڪول ۾ جمهوري فضا پيدا ڪرڻ لاءِمختلف عمر جي ٻارن لاءِ راندين جو مناسب بندوبست هجڻ گهرجي. جمهوري فضا پيدا ڪرڻ ۾مختلف رانديون تمام گهڻو مددگار ثابت ٿين ٿيون.

6- اسڪول ۾معاشرتي بهبود جي تنظيمن، مثلاً اسڪائوٽنگ، هلال احمر ڪئبنگ، نيلي ٻهرڪني، گرل گائيڊ، بحث مباحثو، جونيئر گائيڊ وغيرهہ جو مناسب انتظام هئڻ گهرجي.

7- اسڪول ۾ تعليمي رهنمائي ۽ صلاح مصلحت جي تنظيم هجڻ گهرجي، جيڪا ٻارن جي هر طرح جي اوسر جو لاڳيتو جائزو وٺي ۽ والدين کي مناسب موقعن تي اطلاع ڪندي رهي ۽ انهن سان رابطو قائم رکي.

مختصر اهوتہ اسڪول سموري معاشري جي عڪاسي ڪري ٿو، ٻار جي اوسر جي لاءِ اسڪول جي فضا نهايت خوشگوار، جمهوري ۽ معاشرتي قدرن جي آئيندار هجي تہ جيئن ٻار اسڪول معاشرتي مطابقت حاصل ڪري نڪرن ۽ معاشري جا مفيد رڪن بنجي سگهن.

(iv) ٻار جي معاشرتي اوسر تي ٻين ڳالهين ۽ مسجد جا اثر .

ٻار تي سندن خاندان ۽ اسڪول جي اثرن جو جائزو وٺجي چڪو آهي. هتي، ٻار جي اوسر تي اثر انداز ٿيندڙ چند ٻين ڳالهين جو ذڪر ڪيو ويندو.

راندين ۽ سير تفريح ۽ ٻيءَ وندرونهن جا اثر.

رانديون ۽ سير تفريح ۽ ٻي وندر ۽ تفريح، ٻار جي متوازن اوسر جي لاءِ تمام ضروري آهي، انهن جي مناسب انتظامن جي نہ هجڻ ڪري اسان جي ٻارن جو هڪڙو وڏو تعداد مختلف قسم جي ڏوهن، بيمارين ۽ ڪيترن ٻين معاشرتي برائين جو شڪار ٿئي ٿو. راندين جو ميدان ٻار لاءِ هڪ طرح جو بهترين معاشرتي تربيت گاهہ آهي. جتي ٻار آسانيءَ سان ٻين ٻارن سان ميل ملاقات وڌائي سگهي ٿو. راند جي ميدان ئي ۾ ٻار اڳواٽي ۽ پوئلڳي جا اصول سکي ٿو. گڏيل مفاد کي ذاتي مفادن تي ترجيح ڏيڻ سکي ٿو ۽ پنهنجن سائين ۽ پنهنجي سنگت جي فائدي جي خاطر خطرن کي قبولڻ ۽ منهن ڏيڻ لاءِ تيار رهي ٿو.

راند جي دوران ئي ٻار معاشرتي سليقو سکي ٿو. راند شرميلائيءَ، ڪاوڙ، خود غرضي ۽ بزدليءَ جهڙين معاشرتي برائين دور ڪرڻ جو ذريعو بنجي ٿي. ۽ ٻار اصولن ۽ قانونن جي پابنديءَ جي تربيت حاصل ڪن ٿا. هن ۾ چٽا پيٽي جو جذبو پيدا ٿئي ٿو. راند جي ئي دوران هو تحمل ۽ تعاون جو سبق سکن ٿا. رانديون سيرو تفريح ۽ وندر وروونهن جذبن جي تنقيد جو هڪ بهترين ذريعو آهن. اهي ٻارن کي واندڪائي ۽ تنهائي جي بيزاري کان بچائيڻ ٿيون، جن جي ڪري هو ڪيئن خيالن ۽ برن ڪمن کان بچي سگهن ٿا. تنهنڪري ضروري آهي تہ ٻارن کي راند روند ۽ سيرو تفريح ۽ ٻي وندر وروونهن جا مناسب موقعا مهيا ڪيا وڃن. اسڪول ۾ راندين ڏي خاص ڌيان ڏيڻ گهرجي. گهر ۽ محلي ۾ بہ ٻارن جي لاءِ راند ڪرڻ جو خاطريءَ جهڙو انتظام ڪرڻ کپي. والدين کي گهرجي تہ ٻارن کي وقت بوقت سير تفريح جي لاءِ ٻاهر وٺي وڃن.

رسمن رواجن جا اثر.

معاشري جون رسمون ۽ رواج بہ ٻار جي معاشرتي اوسر تي گهاٽو اثر

وجهن ٿا. ڪوبہ معاشرو اها ڳالهہ ڪنهن بہ صورت ۾ برداشت نٿو ڪري تہ ان جي ٻارن کي اهڙي تعليم ڏني وڃي، جيڪا رائج رسمن ۽ رواجن جي برخلاف هجي. هر شخص کي پنهنجي زندگي، پنهنجي آسپاس جي رواجن مطابق گذارڻي پوي ٿي ، پوءِ ڀلي ڪٿي هو انهن کي پسند ڪري يا نہ ڪري، ۽ جيڪي، ماڻهو ائين نٿا ڪن، سي ڪيترن ئي معاشرتي مسئلن ۾ ڦاسي ۽ منجهي ٿا پون.

هر معاشري ۾ سٺيون ۽ بريون رسمون ۽ رواج ٿين ٿا ، ۽ نہ چاهيندي بہ برين رسمن ۽ رواجن کي قبول ڪرڻو پوي ٿو. مثال طور، اسان وٽ شادين وغيرهہ ۽ موت فوت سان لاڳاپيل ڪيتريون ئي اهڙيون رسمون آهن، جيڪي اسان کي مالي مشڪلاتن ۽ معاشرتي براين ۾ مبتلا ڪري ڇڏين ٿيون. پر هر ڪو شخص پنهنجي خاندان، برادري ۽معاشري جي دٻاءَ هيٺ انهن رسمن کي پوري ڪرڻ لاءِ مجبور هوندو آهي. تنهنڪري ٻار جي تربيت اهڙي انداز ۾ ڪئي وڃي، جو هو معاشري ۾ سٺين رسمن، رواجن ۽ قدرن کي چڱو سمجهي ۽ انهن کي فروغ ڏئي ۽ برين رسمن رواجن ۽ قدرن کي برو سمجهي ۽ انهن کان بچي.

مسجد جا اثر:

مسجد اسلامي معاشري جو هڪ مقدس ادارو آهي ۽ هر مسلمان ٻار جي دل ۾ ان جي لاءِ هڪ خاص قسم جو تقدس ۽ عقيدو موجود رهي ٿو، جن کي اجاگر ڪري، ٻار جي معاشرتي اوسر لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو.

مسجد ٻار جي معاشرتي اوسر لاءِ هڪ مثالي ماحول مهيا ڪري ٿي. مسجد ۾ وڃڻ سان ٻار ۾ صاف سٿرو ۽ پاڪ رهڻ جي عادت پوي ٿي. مسجد ۾مقرر ڪيل وقتن تي روزانو پنج ڀيرا جماعت سان گڏ نماز ادا ڪرڻ سان وقت جي پابنديءَ جو احساس پيدا ٿئي ٿو. جڏهن محلي جا ماڻهو مسجد ۾ بار بار هڪٻئي جي آڏو اچن ٿا ، انهن ۾ معاشرتي رابطا پيدا ٿيڻ لڳن ٿا. هو هڪٻئي جي حالتن ۽ مسئلن کان آگاهہ ٿين ٿا. هنن کي معلوم ٿي ٿو وڃي تہ ڪير بيمار آهي، ڪهڙي گهر ۾ قضيو ٿي ويو آهي. ڪٿي شادي آهي، ڪنهن کي مدد جي ضرورت آهي. اهڙي طرح هنن جو هڪ ٻئي

سان همدرديءَ ۽ ڀائپي وارا جذبا پيدا ٿين ٿا. ۽ هنن جا تعلقات رسمي حالت مان نڪري غير رسمي حالت ۾ داخل ٿي وڃن ٿا. هر هڪڙيءَ جي ڏک درد جا ساٿي بڻجي ٿا پون. ان ڪان علاوه، مسجد ۾ باهمي مشاورت جا موقعا ملن ٿا، جن جي ڪري ڪئين معاملا سلجهي وڃن ٿا. مسجد ۾ ڪلهوڪلهي سان ملائي بيهڻ سان ننڍي وڏي ۽ رنگ نسل جو فرق ختم ٿيڻ لڳي ٿو. مسجد ۾ نماز پڙهڻ سان ٻار ۾ ادب ۽ تعظيم جو جذبو نظم ۽ ضبط پيدا ٿئي ٿو، ۽ پوءِ اهو ئي نظم ۽ ضبط آهستي آهستي هن جي سموري معاشرتي زندگيءَ تي اثر انداز ٿئي ٿو.

مٿي درج ڪيل حقيقت مان ظاهر ٿئي ٿو ته مسجد ۾ حاصل ٿيڻ واري تربيت ٻار جي معاشرتي زندگيءَ جو بنياد آهي. تنهنڪري اسان کي ٻار جي صحيح معاشرتي تربيت ڪپي ته مسجد کي هڪ ڀيرو ٻيهر تعليم ۽ تربيت جو گهر يا مرڪز بڻائڻ ضروري آهي.

# سوال

1- معاشرتي اوسر جي وصف ٻڌايو ۽ ان جي اهميت بيان ڪريو.
2- ٻار جي پيدائش کان ڇهن سالن تائين، معاشرتي اوسر جو جائزو وٺو.
3- ڇهن کان ٻارهن سالن تائينءَ جي عمر ٻار جي معاشرتي اوسر ۾ ڪهڙي لحاظ کان خصوصي اهميت رکي ٿي؟
4- معاشرتي اوسر جي سلسلي ۾ ڪٽنب يا خاندان ، جي اهميت بيان ڪندي، والدين جي ذميوارين جي نشاندهي ڪريو.
5- معاشرتي نشو نما ۾ اسڪول ۽ مسجد ڪهڙو ڪردار ادا ڪن ٿا؟
6- هيٺين تي مختصر نوٽ لکو:

(i) معاشرتي اوسر تي راندين ۽ سير تفريح ۽ وندر وروٺهن جا اثر.

(ii) معاشرتي اوسر تي رسمن رواجن جا اثر.

(iii) اسلام جي معاشرتي نظام ۾ خاندان جي اهميت.

7- هينئين جي وضاحت وڏ ۾ وڏ ٽن سٽن۾ لکو .

(i) اسلامي معاشرو پنهنجن ماڻهن مان ڪهڙيون اميدون رکي ٿو؟

(ii) معاشرتي اوسر فرد جي معاشرتي ڪردار جي سڃاڻپ جو باعث آهي. وضاحت ڪريو.

(iii) جنس جي معياري ڪردار مان ڇا مراد آهي ؟

(iv) معاشرتي مطابقت حاصل ڪرڻ ڇو ضروري آهي؟

(v) گهٽ ۾ ٻارن وارا گهراڻن ۾ ٻارن کي معاشرتي مطابقت حاصل ڪرڻ ۾ ڪهڙن سببن جي بنياد تي مشڪلاتن سان منهن ڏيڻو پوي ٿو.

8- هيٺ ڏنل جوابن مان صحيح جوابن تي نشان ڪريو:

1- ڪهڙي نفسيات جي ماهر جي چوڻ موجب معاشرتي اوسر جو عمل اٺن مختلف دوران ۾ مڪمل ٿئي ٿو؟

ايرڪ ايرڪسن - فرائيڊ -وورث -

2- جنس جي معياري ڪردار جي ابتدا ڪهڙي ء عمر ۾ ٿئي ٿي؟

هڪ کان ٽي سال ٽن کان ڇهه سال - ڇهن کان نو سال.

3- فردن جي تربيت لاءِ اسڪول ۾ ڪهڙي قسم جي گروهه بندي نقصانڪار ٿيندي.

جمهوري، غير جمهوري، آزادانه.

4- معاشرتي اوسر لاءِ اولين اهميت رکڻ وارو ڪنهن کي قرار ڏئي ٿو سگهجي:

خاندان - اسڪول - راند جو ميدان .

5- ٻارن جي صحتمند اوسر لاءِ والدين جو رويو ڪهڙو هجڻ گهرجي.

سختي وارو، وچٿرو، ڇوٽ ڇڏي ڏيڻ .

باب پنجون

# جذباتي اوسر

## (Emotional Development)

پوري پني متوازن شخصيت جي لاءِ انسان جي جسماني، ذهني، معاشرتي ۽ جذباتي وصفن ۾ سهڪار ٿيل هجڻ ضروري آهي. انهيءَ ڪري شخصيت جي تڪميل لاءِ اوسر جي ٻين پاسن وانگر جذباتي اوسر خاص اهميت رکي ٿي. فرد جي جذبن جي مناسب تنظيم کي جذباتي اوسر چئجي ٿو. جذباتي اوسرلاءِ جذبن جي نوعيت ۽ اهميت جي ڄاڻ جو هجڻ ضروري آهي.

جذبي جي سمجهاڻي سادن لفظن ۾ هيءُ ٿي سگهي ٿي ته جڏهن ڪنهن شخص ۾ ٻاهرين ڪن ڳالهين جي سبب ڪو احساس تيز ٿي وڃي ٿو ته هو هڪ مخصوص جوابي عمل جو اظهار ڪري ٿو . جيڪو فرد جي حيثيت ۾ هن جي ڪنهن جذبي جي نشاندهي ڪري ٿو ۽ هن جي ان خاص فعل يا جوابي عمل جي صورت ۾ ظاهر ٿئي ٿو. فرد جي روزمره واري زندگي ۾ غم غصي، ناراضگيءَ، خوشي، راحت ۽ مسرت، محبت ۽ نفرت، فخر ۽ شان، حسد ۽ رشڪ " ، ادب ۽ احترام، پيار ۽ شفقت، همدردي ۽ غمساري، شڪر ۽ صبر جهڙن بي شمارجذبن جو اظهار ٿيندي ڏسي سگهي ٿو. ائين مختلف جذبن کي فرد جي ڪردار جي حوالي سان سڃاتو ۽ بيان ڪيو وڃي ٿو . زندگي جي مختلف پاسن تي ڇانيل رهن ٿا ۽ فرد جي شخصيت تي منفي يا مثبت اثر وجهن ٿا. تيز جذباتي حالت ۾ ڪوبہ ڪم دل جمعي سان نٿو ڪري سگهجي. اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ خوف يا غصي جي حالت ۾ انسان غلط فيصلا ڪري ٿو ڇڏي. جيڪڏهن ڪو شخص غصي جي حالت ۾ گاڏي هلائي ته حادثي جو شڪار ٿي سگهي ٿو. خوف جي حالت ۾ ڪو شاگرد پنهنجي پڙهائي تي ڌيان نٿو ڏئي سگهي، روزمره جا جهيڙا جهٽا، هنگاما، حادثا ۽ خون خرابا، جذبن جي تخريبي پهلوئن جي عڪاسي ڪن ٿا. جذبن جي صحت مندي واري اوسر فرد کي انهن جي هاڃيڪار اثرن کان

محفوظ رکي سگھي ٿي.

جذبا زندگيءَ ۾ محرڪ ۽ قوت بخش عنصر جي حيثيت رکن ٿا. انھنجي تخريبي پھلوئن سان گڏ تعميري پھلوئن کان بہ انڪار نٿو ڪري سگھجي. جيئن خوف جيتوڻيڪ ناخوشگوار احساسن تي مبني ھوندو آھي، پر اھو انسان کي مصبيت کان بچائي ٿو وٺي. ھڪ اھڙو ٻار جنھن اجان گوڏن ڀر رڙھڻ مس سکيو ھجي، سو جيڪڏھن ڪنھن ڪڏي جي پاسي تي اچي رسي تہ ھو اتي رڪجي ٿو وڃي، ۽ ڪرڻ ۽ ڏک اچڻ جو خوف ھن کي اڳتي وڌڻ نٿو ڏئي. خوف نہ رڳو حادثن کان بچاءَ جو سبب بنجي ٿو، بلڪہ اھو فرد کي صحت مند چٽا ڀيٽي لاءِ بہ تيار ڪري ٿو. اھڙي طرح جذبا زندگي ۾ اڳتي وڌائيندڙ قوت بخش عنصر جي حيثيت رکن ٿا. جنگن دوران حب الوطني جو جذبو ئي سپاھين کي دشمن جي آڏو سينو تاڻي بيھڻ جي ھمت ڏئي ٿو. ۽ ھو وطن جي عزت ۽ ناموس جي خاطر پنھنجي جان قربان ڪرڻ کان بہ نٿا ڪيٻائين. جذباتي حالت ۾ فرد جي ڪارڪردگي ۾ واڌ اچي وڃي ٿي. اھا عام مشاھدي جي ڳالھہ آھي تہ خوشيءَ ۽ تنگ جي حالت ۾ انسان ڪم ڪرڻ ۾ ٿڪ جي نٿو. تنھنڪري جذبن جي انھن تعميري پھلوئن کي ڌيان ۾ رکندي، ماستر انھن کي زندگي بچاءُ لاءِ لازمي قرار ڏين ٿا، ۽ انھي ڳالھہ تي زور ڏين ٿا تہ ٻارن جي جذباتي اوسر تي خاص توجہ ڏنو وڃي.

جذباتي اوسر جو مقصد اھو آھي تہ مختلف جذبا متوازن ۽ صحت مندي واري انداز ۾ پرورش وٺي سگھن. فرد موقعي ۽ محل جي مناسبت سان جذبن جو اظھار ڪري. مثلاً خوف جي اظھار لاءِ ضروري آھي تہ ماڻھو اھڙي ماحول يا ڪنھن شيءِ کان ڊڄي جيڪا ھن لاءِ تڪليف جو سبب بنجي سگھي ٿي. پر اھڙين شين کان ھو خوف نہ ڪائي جيڪي عام حالت ۾ ھن لاءِ تڪليف جو سبب نٿيون بنجن.

جذباتي اوسر لاءِ ضروري ڳالھہ ھي ءَ آھي تہ عمر سان گڏوگڏ جذبن جو اظھار معاشرتي قدرن سان نھڪيل ھمر آھنگ ھجي. اُھي جذبا جيڪي شخصيت ۽ ڪردار تي مثبت اثر وجھن ٿا، جھڙوڪ پيار محبت، قرب ۽ شفقت شڪر ۽ صبر، خوشي ۽ راحت وغيرھہ سي فروغ حاصل ڪن ۽ اُھي جذبا جيڪي ڪردار ۽ شخصيت کي نپوڙي ڇڏين ٿا، مثال نفرت،حسد،

عصبيت وغيره ۽ معاشرتي مطابقت ۾ رڪاوٽ جو سبب بنجن ٿا، سي فرد تي حاوي نہ ٿين.

جذباتي اوسر جو دارو مدار گهڻو ڪري ماحول تي آهي، پر سکيا (Learning) بہ هن عمل ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. فرد ماحول جي نسبت سان جذبن جو اظهار ڪندا آهن. ائين مائٽن جي جذباتي زندگي ٻارن جي اوسر کي متاثر ڪري ٿي. Bار پنهنجي اظهار جا طريقا مائٽن کان سکندا آهن. معاشرتي قدر پڻ جذباتي اوسر تي اثر انداز ٿين ٿا. دنيا جي مختلف ملڪن جا اظهار هڪ ئي جهڙين حالتن ۾ مختلف قسم جي جذبن جو اظهار ڪندا آهن. جيئن اسان جي معاشري ۾ ڇوڪريون شادي وقت ماءُ پيءُ جي گهرمان رخصت ٿيڻ وقت غمزده ٿين ٿيون. پر مغربي معاشري ۾ ائين ڪونہ ٿو ٿئي. مختلف معاشرن ۾ جذبن جي اظهار جا طريقا بہ مختلف ٿين ٿا. اسان جي معاشري ۾ همدرد پنهنجي غم جي حالت ۾ جذبن جو اظهار روئي نہ ڪندا آهن. جڏهن تہ فرانس ۾ مرد پنهنجي غم جو اظهار روئي ڪندا آهن. ۽ روئڻ ۾ ڪوبہ عار محسوس نٿا ڪن. هي مثال جذباتي اوسر جي سلسلي ۾ سکيا جي اهميت کي ثابت ڪن ٿا. سکيا سان گڏوگڏ جذباتي اوسر جو دارمدار ذهني ۽ جسماني پختگيءَ تي بہ آهي. ڪن ماهرن جي راءِ ۾ جذبن جي اوسر ابتدائي عمر ۾ پختگي تي منحصر آهي. انڌا، ٻوڙا ۽ گونگا ٻار پنهنجي جذبن جو اظهار پختگي جي آڌار تي ئي ڪري سگهن ٿا. جذباتي اوسر جو لاڳاپو جسماني صحت ۽ ذهني اوسر سان پڻ آهي. بيمار ٻار عام طور غصي وارا ۽ چيڙاڪ ٿين ٿا، هنن کي پنهنجن جذبن تي ڪنٽرول ڪونہ ٿو ٿئي. اهڙي ئي طرح ذهني اوسر بہ جذباتي اوسر کي متاثر ڪري ٿي. جيڪڏهن هڪ سال جي ٻار جي اڳيان ڪا عجيب غريب حرڪت ڪئي وڃي يا جانور جو آواز ڪڍيو وڃي تہ هو اهڙي حالت تي خوشي جو اظهار ڪري ٿو. ماهرن جي راءِ ۾ ٻار جي اها خوشي هن جي ذهني اوسر جي ڪري ظاهر ٿئي ٿي. انهيءَ بنياد تي ٻار ماحول جي ڪنهن نواڻ يا نرالائي کي سمجهي ٿو ۽ ٿئي ۽ خوش ٿو ٿئي.

(i) جذباتي اوسر جا درجا:

(هڪ ڪان ٻارهن سالن تائين )

ماهر جذبن جي اوسر کي عمر جي ڪنهن حصي سان ڳنڍيل يا لاڳاپيل نٿا سمجهن، پر هو انهي ڳالهه تي متفق آهن ته جسماني ۽ ذهني پختگي سان گڏوگڏ جذبا پنهنجي جدا ۽ خاص حيثيت ضرور اختيار ڪري وٺن ٿا. عمر جي مختلف حصن ۾ جذباتي زندگي مختلف خصوصيت واري ٿئي ٿي، ۽ مختلف دؤرن ۾ جذباتي اوسر جو مطالعو اُنهي دؤر ۾ جذبن جي مخصوص خاصيتن جي حوالي سان ڪري سگهجي ٿو. ٻارهن سالن جي عمر تائين ٻار جي اوسر کي هيٺين دؤرن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

1- جمڻ کان وٺي پنجن سالن تائين.

2- ڇهن سالن کان ٻارهن سالن تائين .

1- جمڻ کان پنجن سالن تائين.

هي دؤر ٻار جي جذبن جي اوسر جو دؤر سڏجي سگهي ٿو. ننڍپڻ ۾ ڄاول ٻار جي جذبن جي سلسلي ۾ نفسيات جا ماهر مختلف رايا رکن ٿا. ڪن ماهرن جو خيال آهي ته خوف، خوشي ۽ پريشاني جا جذبا ٻار ۾ شروع کان ئي وٺي هوندا آهن، ڪي ماهر انهي راءِ جا آهن ته شروع ۾ ٻار وٽ فقط پريشاني جو جذبو هوندو آهي، جيڪو عمر جي وڌڻ سان گڏوگڏ مختلف صورتون اختيار ڪندو رهندو آهي.

شروعاتي دؤر ۾ ٻارن جا جذبا هنن جي حياتي جي ضرورتن سان ڳنڍيل هوندا آهن. ٻار جو ڪلڻ توڙي روئڻ هن جي ڪنهن ضرورت طرف اشارو ڪندو آهي. وقت گذرڻ سان گڏ ٻار جي خوشي، غم خوف يا ناراضگي جو اندازو هن جي الڳ الڳ قسم جي چرپر يا خاموشي مان لڳايو ويندو آهي، مختلف تحقيقاتن جي حوالي سان اها ڳالهه چئي سگهجي ٿي ته ڏيڍ کان ٻن مهينن جو ٻار خوشي ، خوف يا ناراضگي جو اظهار ڪندو آهي. وولف (WOLF) پنهنجي تحقيقات مان ثابت ڪيو آهي ته جيڪڏهن پنجن هفتن جي ٻار جو هٿ جهلي تاڙي وڄائي وڃي ته هو خوشي جو اظهار مشڪل سان ڪري ٿو. اهڙي طرح ٻين تحقيقاتن ثابت ڪيو آهي ته تيز آواز جي پيدا ٿيڻ سان يا ٻار جي سهاري هٽائي ڇڏڻ سان

ٻار چرڪ پري، خوف جو اظهار ڪري ٿو، يا جيڪڏهن ٻن مهينن جي ڪير پياڪ ٻار جي وات تان ڪير جي بوتل هٽائي وڃي ته هو منهن چٻو ڪري ناراضگي جو اظهار ڪري ٿو. ٻار جيئن جيئن وڏو ٿئي ٿو. تيئن هن جي چر پر ۽ مان جا عمل پڌرا ٿي وڃن ٿا ۽ ان سان هن جي جذبن جو چڱي طرح اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

هڪ سال کان پنجن سالن جي عمر جذباتي اوسر جي درجن ۾ دؤر جي نالي سان پڻ سڏي سگهجي ٿي ، هن دؤر ۾ ٻار مختلف جذبن ۽ انهن جي اظهار جي طريقن سان روشناس ٿئي ٿو. هن دور ۾ جذبا غير واضح ۽ بنا سليقي ٿيندا آهن. هن جي جذبن جي اظهار ۾ توازن ۽ يڪ جائي ٿئي ٿي. ٿي سگهي ٿو ته ڪو ٻار هڪ دفعو پنهنجي جذبن جو اظهار شيون اڇلائڻ ۽ پيجي پوري ڪري ۽ ٻئي ڀيري هو ڪاوڙ جو اظهار روئڻ سان ڪري .

هڪ دفعو هڪڙيءَ صورت ۾ ٻار خوشي جو اظهار ڪري ۽ ٻئي ڀيري اهائي صورتحال هن کي خوش نه ڪري سگهي. مثلا هڪ سال جي عمر جو ٻار ڪاوڙ جو اظهار روئي ڪري ۽ پنجن سالن جي عمر جو ٻار روئڻ جي بدران مقابلي جي قوت سان ڪري ٿرٽو گهرٽو مزاحيه به هن ئي دؤر تي جذبن جي خاصيت آهي. ٻار جي جذباتي رد عمل جو ڪوبه جاتل سڃاتل هڪ رخ مقرر نه هوندو آهي .شروع شروع ۾ ته ٻار هر تکي آواز يا هر نئين آواز يا هر نئين ماڻهو کان خوف کائيندو آهي. پر پوءِ جئين جيئن هو اوسر پاسي کان واقف ٿئي ٿوته هو ڪن آوازن ۽ ڪن ماڻهن کان هن جو خوف گهٽجي وڃي ٿو. پر انهي جاءِ تي هن جي ذهن تي ٻيا نوان نوان خوف پيدا ٿين ٿا ، مثلاً جنن ڀوتن جو خوف اونداهي ڪوٺي جو خوف، ڪٽي وڃڻ وارن جو خوف وغيره. خوف جا پيدا ڪندڙ سبب پڻ ٻار جي عمر جي مختلف دؤرن ۾ بدلبا رهندا آهن.

ٻار جي هن دؤر جي جذباتي حالت گهڻو وقت نٽي هلي ٻار تمام جلدي ڪاوڙ جي ويندا آهن ته تمام جلد پرچي به ويندا آهن. اهي پنهنجي ناراضگي، ڪاوڙ يا خوشي گهڻي دير تائين قائم نٿا رکي سگهن. پاڻ ۾ وڙهن ٿا . پر ٿورڙي ئي دير کان پوءِ پاڻ ۾ پرچي سرچي پاڻ ئي راند ڪيڏڻ به شروع ڪري ڏيندا آهن. مطلب ته هن دؤر ۾ ٻارن جي جذباتي چوٽ يا

زندگي مستحڪم نہ ٿي رهي.

## 2- ڇهن سالن کان ٻارهن سالن تائين:

هن دؤر ڪي پنهنجي خصوصيت جي آثار تي جذبن جي تربيت جو دؤر سڏي سگهجي ٿو. هن دؤر ۾ ٻار جي شخصيت تي معاشرتي ۽ ذهني اوسر جا اثر قائم ٿي چڪا هوندا آهن. هن جي معلومات ۽ هن جا تجربا بہ چڱا وسيع ۽ ڪشادا هوندا آهن ۽ هن جي معاشرتي زندگيءَ ۾ بہ نظم ۽ ضبط پيدا ٿيڻ شروع ٿي ويندو آهي. انهي جا اثر هن جي جذباتي زندگي تي بہ قائم ٿي وڃن ٿا. پوءِ ٻار جي جذبن ۾ وڌڻائي ۽ ٻيهڪ جي سونهن پيدا ٿيڻ شروع ٿي وڃي ٿي. هن دؤر ۾ ٻار سڪي ٿو تہ جذبن کي ڪنهن مناسب موقعي ۽ محل تي ظاهر ڪرڻ گهرجي. هر جانور يا هر شيءَ کان خوف کائڻ بي مقصد آهي، رڙيون ڪرڻ، دانهون ڪرڻ، مارڻ ڪٽڻ، گارگند ڪرڻ سٺا ڪم ڪين آهن.

هن دؤر ۾ ٻار جي جذبن جو اظهار بہ هڪ سار پڪو ۽ مضبوط بنجي ٿو. ٻار پنهنجي جذبن کي ڪن مخصوص طريقن سان ظاهر ڪري ٿو. مثلاً ڪي ٻار ناراض ٿي ماني کائڻ کان رسي ويهي رهندا آهن. ڪي ٻار روئي پنهنجي ناراضگي کي ظاهر ڪندا آهن. يا ڪي وري ڳالهائيڻ ٻولهائڻ بند ڪري پنهنجي ناراضگي جو اظهار ڪندا آهن. انهي مزاج ۽ طبعيت جي ان پختگيءَ سبب هن جي جذبن جي عڪاسي صحيح طور تي ٿيڻ شروع ٿي وڃي ٿي. ڇهن کان ٻارهن سالن جي عمر جي ٻارن جا جذبا عام صورت مان خاص صورت اختيار ڪرڻ لڳن ٿا. مخصوص ماحول هنن جي ناراضگيءَ خوشي يا خوف جو سبب بنجي ٿو. مثال طور هوکن خاص قسمن جون ڪهاڻيون يا خاص قسم جا نظم ۽ گيت پڙهي، خوشي محسوس ڪن ٿا. ڪن خاص پسند جي راندين کان منع ڪرڻ تي هو ناراض ٿين ٿا يا پنهنجي ڪاوڙ جو اظهار ڪن ٿا. هن دؤر ۾ ٻار پنهنجي جذبن تي ڪنٽرول ڪرڻ بہ سکن ٿا. هو اڳي وانگر آزاديءَ سان يا امالڪ پنهنجي جذبي جو اظهار نٿا ڪن پر هاڻي هنن جا جذبا سندن معاشرتي قدرن جي مطابق ڪم ڪن ٿا.

(ii) جذباتي اوسر تي گهريلو ماحول جو اثر:

گهرو ماحول جذباتي اوسر کي سنئون سڌو متاثر ڪري ٿو. هن ماحول ۾ موجود فردن جي شخصيت ۽ جذباتي زندگي، گهر جي ڀاتين جا هڪٻئي سان لاڳاپا ۽ ٻارن جي پرورش جو نمونو اُهي عنصر آهن، جن جا اثر ٻارن جي جذباتي اوسر تي پنهنجو ڪم ڪن ٿا.

گهر ۾ رهندڙ هر فرد جي شخصيت ۽ جذباتي زندگي ٻارن جي اوسر کي متاثر ڪري ٿي. عام طرح ڏٺو ويو آهي ته ٻار جا جذبا ۽ انهن جي ظاهر ڪرڻ جا طريقا گهرم رهندڙ فردن جي جذبن جهڙائي ٿيندا آهن، تنهنڪري اهڙيون مائرون جيڪي ڪيڙن ماڪوڙن کان اونداهيءَ کان يا وڄ جي ڪڙڪاٽن ۽ گجگوڙ کان ڊڄن ٿيون، تن جا ٻار به عام طور انهن ئي شين کان ڊڄندا آهن. ٻار ماءُ جي روش کي ڏسندي ساڳيا اهي خوف پنهنجي دل تي طاري ڪري ڇڏيندا آهن. ۽ مائرون سندن ان خوف کي دور ڪرڻ ۾ سندن ڪا مدد نٿيون ڪري سگهن. اهڙي طرح هڪڙو اهڙو گهريلو ماحول جتي هر وقت جهيڙو ۽ ڪلڪل هجي، ٿوري ڳالهه تي ماڻهو هڪ ٻئي تي ڳاڙها ٿي وڃن ۽ آڪرائي جو مظاهرو ڪن ته اُتي ٻار عام طور تي اهي عادتون پرائيـن ٿا ۽ ڳارگند کان ڪم وٺن ٿا. تحقيقات اهو به ثابت ڪيو آهي ته جيڪو مائٽ پنهنجي ٻار جي اڳرائي واري طبعيت جيروڪ لاءِ هن کي جسماني سزا ڏين ٿا يا مارڪٽ کان ڪم وٺن ٿا، تن جا ٻار وڌيڪ اڳرائيءَ جو مظاهرو ڪن ٿا. ٿي سگهي ٿو ته اهڙا ٻار گهر ۾ پنهنجن جذبن تي ڪنٽرول ڪري وڃن، پر ٻاهر هو گهر کان وڌيڪ اڳرائي جو مظاهرو ڪن ٿا. ماهرن جي آڏو ان جو سبب اهو آهي ته هڪ طرف ته ماءُ پيءُ پنهنجي ٻار لاءِ اڳرائي جو نمونو پيش ٿا ڪن ۽ ٻئي طرف تي الرون ڪري يا دڙڪا ڏيئي هن کي پڪ ڏيارين ٿا ته تڪليف واري ماحول کان بچڻ جو بهترين طريقو اڳرائي ئي آهي! رڳو گندن احساسن تي مدار رکندڙ جذبا ئي نه پر ٻار سٺن احساسن ۽ سٺي ماحول تي مدار رکندڙ جذبا پڻ پنهنجي ماءُ پيءُ کي ڏسي قبول ڪندا آهن.

گهريلو ماحول ۾ ڀاتيـن جا هڪ ٻئي سان لاڳاپا پڻ ٻار جي جذباتي

زندگيءَ تي اثر انداز ٿين ٿا. انهن ۾ سڀ کان اهم زال مڙس جا لاڳاپا آهن. جيڪڏهن زال مڙس جي وچ ۾ لاڳاپا سٺا آهن ۽ پاڻ ۾ صلح صفائي قائم آهي تہ ٻار جي جزباتي زندگيءَ تي ان جا خوشگوار اثر ٿين ٿا. اڪثر جذباتي اڻ سُتراڻي جو شڪار اهي ٻار ٿيندا آهن، جن جي ماءُ پيءُ جي وچ ۾ لاڳاپا سٺا نہ هوندا آهن ۽ هنن جي پاڻ ۾ شر وقت ڪٿ ڦٽ لڳي رهندي آهي. مختلف تحقيقات جي نتيجي طور چئي سگهي ٿو تہ ڏوهاري قسم جي ماڻهن مان گهڻن جو واسطو اهڙن ئي گهرن سان رهيل هوندو آهي جتي ماءُ پيءُ جي وچ ۾ اتفاق نہ هجڻ جي ڪري علحدگي پيدا ٿي ويل هوندي آهي يا ٻارن جي پنهنجي ماءُ پيءُ سان فقط هڪڙي جي هٿ هيٺ پرورش پاتل هوندي آهي. ڪٿ ڦٽ کان سواءِ ماءُ پيءُ جي وچ ۾ علحدگي اتفاقي طور بہ ٿي سگهي ٿي. ڪنهن هڪڙي ڄڻي جي مرڻ يا ڪنهن هڪڙي ڄڻي جو نوڪري جي سلسلي ۾ مستقل طور تي گهر کان ٻاهر ۽ پري رهڻ پڻ ماءُ پيءُ جي علحدگي جي هڪڙي صورت آهي، اها صورتحال بہ ٻار تي منفي اثر وجهي سگهي ٿي. تحقيقات اهو بہ ثابت ڪيو آهي تہ پيءُ جي غير موجودگي عام طور تي ڇوڪرن کي ۽ مائرن جي عدم موجودگي عام طور تي ڇوڪرين جي جذباتي زندگيءَ تي اثر انداز ٿيندي آهي. انهيءَ ڪري جذباتي توازن ۽ پختگيءَ جي لاءِ ماءُ پيءُ ٻنهي جي موجودگي ۽ انهن جي وچ ۾ ناهہ ۽ مفاهمت لازمي ڳالهيون آهن. ڇاڪاڻ تہ اسان جي معاشري ۾ گڏيل ڪٽنب جي نظام جو رواج آهي. تنهنڪري گهريلو ماحول ماءُ پيءُ کان علاوہ ٻيا ماڻهو بہ شامل هوندا آهن. تنهنڪري انهن جا هڪٻئي سان لاڳاپا بہ ٻار جي زندگي کي متاثر ڪن ٿا.

اسان جي معاشري ۾ گهر جي مختلف ڀاتين جا هڪٻئي سان جهڳڙا فساد بہ ٻارن جي جذباتي زندگي کي مونجهاري ۽ بگاڙ جو شڪار بڻائي ڇڏين ٿا. هڪڙو اهڙو گهر جتي ڀاتين جا هڪٻئي سان سٺا تعلقات هوندا آهن ۽ جتي هڪ ٻئي جي عزت ۽ احترام ڪيو پيو ويندو تہ اتي لازمي طرح ٻارن جي جذباتي اوسر تي بہ سٺا ستڙا اثر پوندا.

ٻارن جي پالنا ۾ انداز بہ انهن جي جذباتي پختگيءَ جو يا هيٺاٽيءَ مونجهاري جو سبب بنجي ٿو. ٻارن تي حد کان وڌيڪ پابنديون لڳائي ڇڏڻ

يا هنن کي ضرورت کان وڌيڪ ڍر ڏئي ڇڏڻ، هنن جي اوسر لاءِ نقصان ڪار ثابت ٿئي ٿو. اهڙا ٻار جن کي قدم قدم تي رڪاوٽن سان منهن ڏيڻو پوي ٿو، ماءُ پيءُ جا دڙڪا ڪائڻا پون ٿا ۽ ڪين ننڍا وڏا هن هُن ڳالھ کان ڇڪيندا يا منع ڪندا رهن ٿا ته انهن ٻارن جي زندگيءَ ۾ هڪ قسم جي غمگينيءَ، غصو يا چڙ پيرجي وڃي ٿي. هو عدم توازن جو شڪار بنجي ٿا وڃن ۽ پوءِ عجيب عجيب قسم جون حرڪتون ڪن ٿا، يعني آڱوٺو يا آڱر چوسين ٿا، رات جو بستري ۾ پيشاب ڪرڻ جي عادت پرائين ٿا. يا بنات سبب دانهون، ڪوڪون ۽ اڳرائي جو مظاهرو ڪن ٿا. ان جي ابتڙ اُهي ٻار جن کي پنهنجي جذبن جي اظهار جا موقعا ملن ٿا، ۽ جن جي تربيت ۾ ماءُ پيءُ وچٿرائي واري روش اختيار ڪن ٿا. سي جذباتي طور مستحڪم ۽ متوازن زندگي جو مظاهرو ڪن ٿا. تنهنڪري ٻارن جي تربيت اهڙن اصولن هيٺ ڪرڻ گھرجي، جيڪا ٻارن کي مناسب آزادي ۽ اختيار ڏئي پڻ مٿن گھربل انفرادي به ٿيندي رهي. وٽندڙ گھرو ماحول ئي ٻارن کي جذباتي ڌيرج عطا ڪري سگھي ٿو.

(iii) ٻارن ۾ اسلامي قدرن جي اوسر:

جذباتي تربيت ۽ متوازن اوسر لاءِ مذهب هڪ نهايت اهم وسيلو آهي. اسلامي نظام حيات ۾ جذبن جي اهميت کي تسليم ڪندي انهن جي اوسر لاءِ خاص تربيت جو بندوبست ڪيل آهي، قرآن ۽ حديث ۾ پڻ دين جي ٻين بزرگن وٽ انساني جذبن جي تعميري ۽ تخريبي رخن جو خاص خيال رکيل آهي. جهڙوڪ، خوف کي قرآن حڪيم هڪ مفيد قدر جي طور تي به پيش ڪيو آهي. هيءُ انسان کي برائي کان بچائي ٿو ۽ نيڪي ڏانهن مائل ڪري ٿو. جيڪي ماڻهو خدا کان ڊڄن ٿا، سي سواءِ خدا جي ٻئي ڪنهن کان قطعي ڪين ٿا ڊڄن ۽ الٽو مخالفت ڪندڙن تي مصيبت طاري ڪري ٿا ڇڏين. علامه ابن تيميه ۽ شيخ احمد سرهندي جا مثال اسان جي سامهون آهن. اهڙي طرح غصي جي تخريبي طرفن کي مدنظر رکندي، قرآن ۽ حديث ۾ غصي تي ڪنٽرول ڪرڻ ۽ معاف ڪري ڇڏڻ ۽ درگذر ڪرڻ جي هدايت ڪئي وئي آهي. قرآن شريف ۾ لکيل آهي ته ( والکاظمين الغيظ ) يعني

مسلمان پنهنجو غصو پي ٿا ڇڏين. حديثن ۾ ڪاوڙ تي ضابطي رکڻ لاءِ آيو آهي تہ جيڪڏهن ڪو شخص ڪاوڙ جي حالت ۾ بيٺو هجي تہ هن کي گهرجي تہ وهي رهي ۽ جيڪڏهن ويٺو هجي تہ کپيس تہ ليٽي پوي، ڪاوڙ ۾ پاڻي پيئڻ جي بہ هدايت ڪيل آهي. موجوده دؤر جا سائنسي علم، انهيءَ حقيقت کي تسيلم ڪن ٿا تہ انساني هلت جون اهي نيڪ صلاحون ۽ تدبيرون جيئن تہ غدودن جي ايرڻ ۾ ڪميءَ جو سبب بڻجڻ ٿيون. تنهنڪري اُهي غصي ۽ ڪاوڙ تي ڪنٽرول ڪرڻ ۾ مدد گار ثابت ٿيـن ٿيون .اسلام جي عظيم مفڪر امام غزاليءَ فرمايو آهي تہ قرآن شريف، ماڻهوءَ جي طبعيت ۾ غصي يا ڪاوڙ کي دبائڻ ٿو چاهي، ان کي بلڪل ختم ڪرڻ نٿو چاهي. ڇو جو ذاتي بچاءُ ڪرڻ لاءِ غصي جو جذبو نهايت ضروري آهي. پر ان جو استعمال وقت ۽ ويلو ڏسي پوءِ ڪرڻ کپي. اهڙيءَ طرح انسان جي مختلف جذبن جي ضرورت ۽ اهميت قرآن ۽ حديث ۾ ديني بزرگن جي قولن جي صورت ۾ اسان کي ٻڌايل آهي. رڳو اهو ئي نہ، بلڪہ اسلامي عبادتون ۽ عقيدا ٻار جي جذباتي اوسر جو هڪ جامع نظام بہ پيش ڪن ٿا.

اسلامي عقيدن جو بنياد توحيد تي آهي. عقيدو توحيد، اخوت، مساوات، رحم جون وصفون پيدا ڪري ٿو. توحيد جي عقيدي جي ڪري انسان جي قلب ۾ جيڪو اطمينان ۽ ڌيرج پيدا ٿئي ٿو، سو انسان کي برداشت جي طاقت بخشي ٿو ۽ نتيجي ۾ انسان جي جذبن کي ڪنٽرول ۾ رکڻ جي راهہ هموار ڪري ٿو. انسان جڏهن الله تعالي جي ذات پاڪ ۾ مڪمل ڀروسو ۽ اعتماد رکي ٿو، تہ وڏي ۾ وڏي مشڪلات ۽ مصيبت ۾ بہ هو صبر جو دامن هٿن مان نٿو ڇڏي، جنهنجي ڪري هن جا منفي جذبا اعتدال کان اڳتي نٿا وڃن.

نماز اطاعت، بندگيءَ، تعاون ۽ مساوات جو سبق سيکاري ٿي. نماز جي ڪري هڪ ٻئي سان ميل ميلاپ وڌي ٿو. الفت ۽ محبت جا جذبا پيدا ٿين ٿا. هڪ ئي صف ۾ بيهڻ سان، اميري، غريبي، حسب نسب ۽ رنگ ۽ نسل جا ويڇا ختم ٿيڻ لڳن ٿا. نسلي تعصب، نفرت، حسد، بغض ۽ عداوت جا جذبا مرڻ لڳي ويندا آهن ۽ انهنجي جڳهہ تي مثبت ڪارائتا جذبا فروغ حاصل ڪن ٿا. اهڙيءَ طرح نماز جذبن جي پاڪائيءَ ۽ صفائي

لاءِ بهترين ذريعو ثابت ٿئي ٿي.

جذبن جي ضابطي قائم ڪرڻ جي تربيت ۾ روزا بہ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. قرآن مجيد روزي کي صبر جو نالو ڏنو آهي. روزو حوصلي ۽ پرهيز گاري جهڙن وصفن پيدا ڪري ٿو ۽ جذبا تي عدم توازن واري حالت پيدا ٿيڻ نٿو ڏئي.

روزي جي تربيت جي ڪري جيڪو شخص پنهنجي اڃ بک ۽ جنسي خواهشن تي ضابطو آڻي ٿو وٺي، سو ٻين هر قسم جي ناڪارن جذبن ۽ خواهشن تي ڪنٽرول ڪرڻ جي لائق بہ ٿيو وڃي .

ساڳيءَ طرح زڪوات جو نظام ۽ حج بہ پنهنجي سک ۽ لالچ تان هٿ ڪڻڻ ۽ پاڻ گهورڻ هڪٻئي سان همدردي ڪرڻ ۽ ٻين جا ڏک دور ڪرڻ وارا جذبا پيدا ڪرڻ ۾ مدد گار ۽ سهڪاري ثابت ٿين ٿا. ان طرح امير ۽ غريب طبقي جي ماڻهن ۾ هڪٻئي سان ساڙ ۽ حسد ڏسڻ ۾ اچي ٿو، سو مٽجي ٿو وڃي ۽ ماڻهن ۾ همدرديءَ ۽ ياٺپي جا جذبا پيدا ٿين ٿا.

اسلامي عقيدت ۽ عبادت جي نظام جي تفصيلي جائزي مان معلوم ٿئي ٿو. تہ انهن جو هڪ وڏو مقصد جذن جي اوسر ئي آهي. اسلامي عبادتون هڪ طرف تہ نادار جذبن جي روڪ جو ڪم ڪن ٿيون ۽ ٻئي طرف ڪارائتن جذبن کي جاڳائين بہ ٿيون. انهي ڪري ٻارن کي اسلامي عبادتن ۽ قدرن کان واقف ڪري اسين انهن جي شخصيتن جي تعمير ڪري سگهون ٿا ۽ هنن کي جذباتي واڌاءَ ۽ غير ضروري جذبن جي دٻاءُ جو شڪار ٿيڻ کان بچائي ٿا وٺون .

(iv) ٻارن ۾ جذباتي دٻاءَ جون نشانيون :

ٻارن جي زندگيءَ ۾ جذبن کي تمام گهڻو دخل حاصل آهي. جذبا جيڪڏهن صحتمند صورت ۾ اُسرن ۽ شخصيت جي تعمير ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا، جذبن جي تمام شديد ٿي وڃڻ يا ڪنهن هڪ جذباتي حالت جي گهڻيءَ دير تائين قائم رهڻ کي جذباتي دٻاءُ (Emotionat Stress) سڏبو آهي. اها حالت جذباتي بگاڙ يا عدم توازن واري حالت آهي. جذباتي دٻاءُ هيٺ عضون جي تبديلي اصل جذبي جي نسبت کان بہ وڏي جسماني صحت لاءِ هاڃيڪار ٿي وڃي

ٿي. جذباتي دٻاءُ ۾ جذبي جي جسماني مظاهري ۾ هڪ ٿورو فرق ٿئي ٿو. ان ڳالهه کي ڌيان ۾ رکندي، نفسيات جي سيليءَ (SELYE) نالي نفسيات جي هڪ ماهر جذباتي دٻاءُ جي وصف هيئن ڪئي آهي، ” جذباتي دٻاءُ ڪنهن هنگامي صورت حال ۾ فرد جي اڄهل جسماني رد عمل جو تالو آهي“ . جذباتي دٻاءُ ٻار جي معاشرتي زندگي ۾ ڪار ڪردگي تي نقصان ڪار اثر ڪن ٿا. جهڙوڪ امتحانن جو تمام گهڻو خوف يا انهن ۾ اڳتي اچڻ جو تمام گهڻو جذبو رکندڙ ٻار عام طور تي امتحانن ۾ پنهنجي صلاحيتن جو ڀرپور اظهار نٿا ڪري سگهن.

جذباتي دٻاءَ جي شدت جودارو مدار مختلف ڳالهين جي مثلاً عمر جنس، گذريل تجربن ۾ ٻار جي اڻ سلامتيءَ جي احساس تي ٿئي ٿو. جذباتي دٻاءُ جينوٽيڪ عمر جي ڪنهن حصي ۾ به پيدا ٿي سگهي ٿو. پر ماهرن جي آڏو ٻار عام طور تي 6 کان 7 سالن، 9 کان 11 سالن ۾ 14 کان 16 سالن جي عمر ۾ جذباتي دٻاءُ جو شڪار ٿين ٿا. ان جو سبب هيءُ بيان ڪيو ٿو وڃي ته انهن ورهين ۾ ٻار اوسر جي مختلف حالتن مان لنگهن ٿا. جنهنڪري هنن کي ماحول ۾ نئين مطابقت جو مقابلو ڪرڻو پوي ٿو ۽ جيڪي ٻار مطابقت جا پورا اهل ناهن ان ۾ ناڪام رهن ٿا سي جذباتي دٻاءُ ۾ مبتلا ٿي وڃن ٿا. ٻار جي ڪردار جا مختلف اظهار ۽ ان جا ٻيا پار پتا هن جي ان جذباتي دٻاءُ جي نشاندهي ڪن ٿا. انهن مان ڪجهه 53هي آهن:

جذباتي دٻاءَ جو هڪڙو مظهر ”پوئتي موٽ“ (Reguression) جي صورت ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. پوئتي موٽ جي علامت يا نشاني ٻار جو رات جي ويل بسترو آلو ڪرڻ، آڱوٺو چوسڻ يا اهڙيون ٻاراڻيون حرڪتون ڪرڻ مان پوي ٿو. جيڪي حرڪتون هن جي ابتدائي عمر سان لاڳاپيل هيون، جن کي عمر جي وڌڻ سان ترڪ ڪري چڪو هوندو آهي. ٻئي ٻار جي پيدائش تي پهريون ٻار عام طور تي پوئتي موٽ جو نشانو بڻجي وڃي ٿو. اهڙي صورت ۾ حال ۾ ٻار محسوس ڪري ٿو ته هو ماءُ پيءُ جي شفقت کان محروم ٿي ويندو يا ٿي ويو آهي.

جذباتي دٻاءَ جو اجان بہ ٻيو مظھر آھي، ھر ڳالھہ ۾ ٻار جو نٽائڻ. نٽائڻ جون ڪئين صورتون مشاھدي ۾ آيل آھن. مثلاً ٻار جو ڪنھن اجنبي ماڻھوءَ کي گھر ۾ ڏسي ڪونيءَ ۾ بند ٿي وڃڻ جي باوجود خواھش رکڻ جي پنھنجي ھم عمر ٻارن سان راند ۾ شريڪ نہ ٿي سگھڻ، ڪلاس روم ۾ ھن جو ٻيــن ٻارن کــان الڳ ٿلڳ رھڻ، يا پڙھائيءَ طرف ڌيان نہ ڏيئي سگھڻ، وغيرھ. نٽائڻ جي حالت ۾ ٻار جو احساس ڪمتري ٻار کي اڳتي وڌڻ نٿو ڏئي. نت نٽاءَ جا ھن طرح شڪار ٿيل ٻار پنھنجي ايندڙ عمر ۾ مسئلن سان مُنھن ڏيڻ جي صلاحيت وڃائي ويھن ٿا. تنھنڪري جيڪڏھن ٻار ۾ نت نٽاءَ جي علامت ظاھر ٿئي تہ ان کي فورنَ دور ڪرڻ جا بندوبست ڪرڻ کپن.

خوف ھڪ فطري ۽ بنيادي جذبو آھي. ماھر زندگيءَ جي بچاءُ لاءِ ان کي لازمي ٿا چون، پر خوف جو شدت اختيار ڪرڻ يا ٻار جو اھڙين شيــن کان خوف زده ٿيــڻ جيڪي عام حالت ۾ خطري جو سبب نٿيون بنجي سگھن، سي ٻار جي جذبي جي بگاڙ يا عدم توازن جو دليل آھن. ماءُ پيءُ استادن ۽ نفسيــات جي مـاھرن کي عـام طور تي ٻار جي جنھن جذباتي دٻاءُ جو مقابلو ڪرڻو ٿو پوي سي ٻار جا پرايل غير حقيقي خوف آھن. انھن کي ڊيڄڙا يا وھمي خوف (Phabiuas) چوندا آھن. ٻارن ۾ ھي ڊيڄڙا يا وھمي خوف خاص حالتــن ھيٺ پيدا ٿيــن ٿا ۽ عام طور ماضيءَ جي ڪنھن ياڪن شديد تلخ تجربن جا نتيجا ھوندا آھن. مثلاً ڪنھن ٻار کي ڪڏھن ڪتي چڪ پاتو ھو، پوءِ ان جو ھر ڪتي کي ڏسڻ سان ئي خوف زرده ٿي وڃن اھڙيءَ ئي طرح انجڪيشن جي لڳڻ ڪري، ڊاڪٽر کان خوف، اونداھيءَ جو خوف وغيرھ، ڊيڄڙا ائيــن ٿا ، جي ٻارن کي وچڙي پون ٿا.

ان کان سواءِ گھر يا اسڪول ۾ ٻار جو ھر وقت بي چيــن رھڻ، سبق پڙھندي ھبڪڻ يا اٽڪڻ جو مظاھرو ڪرڻ ، جسماني ۽ ذھني صحت جي باوجود مختلف مھارتن لکڻ پڙھڻ، ڳالھائڻ جي قابل نہ ٿي سگھڻ. ٻار جو مختلف عضون کي ھرويرو ۽ ھر گھڙيءَ ضرورت بنا چورڻ پورڻ جئيــن گھڙيءَ گھڙيءَ اکيــن کي چنيڻ، نڪ يا گلي کي بار بار صاف ڪرڻ، مٿي يا ڪلھن

ڪي گهڙيءَ گهڙيءَ لوڏڻ، گلي يا نڪ مان بي مقصد آوازن جو ڪڍڻ، ڏندن سان ننهن ڪٽڻ ۽ اهڙيون ٻيون سموريون حرڪتون مائن ۽ استادن جي ترجهه لائق آهن. جو ته ٻار جي ڪنهن نه ڪنهن جذباتي دٻاءَ جي نشان رهي ڪن ٿيون، ٻار ۾ جيڪڏهن جذباتيدٻاءَ جون علامتون ظاهر ٿين ته مائٽن ۽ استادن کي ان طرف فورن توجهه ڏيڻ گهرجي. ماحول جي خوشگوار تبديلي يا استادن ۽ مائٽن جي رويي ۾ سک ۽ پيار مائل تبديلي سان خاطري جهڙا نتيجا نڪري سگهن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن جذباتي دٻاءَ قسم جا آهن ته انهن جي لاءِ نفسياتي طريقي علاج ڏانهن رجوع ڪرڻ لازمي ٿئي ٿو .

(٧) جذباتي مسئلن جا سبب.

ناقص جذباتي اوسر فرد کي جذباتي مسئلن ۾ وچڙائي ڇڏي ٿي. جذباتي مسئلا مختلف قسم ۽ شدت وارا ٿين ٿا. جذباتي مسئلن جي پيدا ٿيڻ جا بي شمار سبب ٿين ٿا. انهن مان جسماني نقص بنيادي ضرورتن ۽ خواهشن جي اڻ آسودگي، ناخوشگوار يا اڻ وڻندڙ ماحول، ڪي اوچتا حادثا، سزا سبب تربيت کان محرومي چيڙائيندڙ بيزار ڪندڙ يا اشتعال ڏياريندڙ حرڪتون هن سلسلي جي بنيادي ڳالهه آهي . ته صحيح رخ تي جذباتي اوسر به ٿيل هوندو آهي، ۽ ان لاءِ مٿي ڄاڻايل سڀ سبب هيڪل هيڪل ۽ ڪڏهن سڀ گڏيل طرح جوابدار هجن ٿا. عام طور تي انهي ۾ ڪي ٻيا به سبب هڪٻئي ۾ ملي فرد جي جذباتي عدم مطابقت جو سامان پيدا ڪن ٿا.

جسماني نقص:

چند جسماني حالتون ۽ ڪيفيتون جذباتي توازن کي بگاڙڻ جو سبب بڻجي وڃن ٿيون. مثلاً ناقص جسماني صحت، غدودن ۾ نقص يا ڪي خاص جسماني نقص وغيره. جسماني طور ڪمزور ٻار عام طرح چيڙاڪ ۽ غصي ۾ پريل ٿيندا آهن، هو نه ڪي پنهنجي جذبن تي ڪنٽرول ڪري سگهندا آهن ۽ نه وري انهن جو اظهار ئي پوريءَ طورءِ مناسب طريقي سان ڪري سگهندا آهن.

جذباتي اوسر جي بگاڙ جو جسماني طور سڌو تعلق غدودن جي پوري

طرح ڪمن ڪرڻ يا انهن جي بيجا واڌ سان آهي ۽ جيڪڏهن غدودن ۾ اهڙو ڪو نقص ٿي پوي ٿو تہ فورن جذبن تي ان جو ناڪارو يا منفي اثر پوي ٿو. مثلاً مٽڪي وارو غدود ( Shyroid gland ) جي اجائي واڌ مزاج ۾ چڙ، گهبراهٽ ۽ بي چيني جو سبب بڻجي ٿي ۽ فرد هلڪي ۽ تيز مزاج وارو ٿي وڃي ٿو. اهڙي طرح بُڪي جي غدودن ( Adrenal gland ) جي ڪم ۾ جيڪڏهن شدت پيدا ٿيندي تہ انهن مان نڪرندڙ اس جي زيادتي ماڻهن جي جذبن کي وڌيڪ شديد ڪري ڇڏي ٿي، اهڙا فرد پنهنجي غصي تي ڪنٽرول ڪري نہ سگهندا آهن ۽ زيادھ اگرائي ۾ جهيڙاڪ طبعيت جو مظاهرو ڪندا آهن. انهن جي جنسي خواهش بہ وڌيڪ تيز ٿي وڃي ٿي. جنهن جي ڪري منجهن بدراھ ۽ ڏوهاري قسم جا احساس پيدا ٿين ٿا. جسماني نقص بہ عضون جي ناقص نظام سان گڏوگڏ ماڻهو لاءِ جذباتي مسئلا پيدا ڪن ٿا.

## فطري تقاضائن جي اڻ آسودگي:

بنيادي فطري تقائن جو پورو نہ ٿيڻ جذباتي زندگيءَ لاءِ مسئلا پيدا ڪري ٿو. فطري تقاضائن ۾ طبعي ضرورتون ۽ بيون فطري تقاضائون يعني آرام ۽ آسائش، پيار ۽ محبت، عزت ۽ احترام ۽ آزاديءَ جون فطري خواهشون شامل آهن. انهن ضرورتن جو پورو نہ ٿيڻ ناڪامي ۽مايوسي جو سبب بنجي ٿو. اڄڪلهہ جي دؤر جو فرد پنهنجي طبعي تقاضائن جي پوري ٿيڻ خاطر هڙتالون ۽ احتجاج ڪندو نظر اچي ٿو. طبعي ضرورتن جي اڻ آسودگي خودڪشي جو سبب بڻجي سگهي ٿي. ساڳيءَ طرح فطرتي خواهش جي پوري نہ ٿيڻ ڪري انسان ناڪارا جذبا جيئن تہ غصو، نفرت، حسد، بغض ۽ ڪينو وغيرھ وڌن ٿا. حد کان وڌيڪ مفلسي گهرج ۽ فطري خواهش جو لاڳيتوگهٽجڻ ۽ مرڻ جذباتي عدم توازن جي راھ هموار ڪري ٿي. ماهر هن ڳالهہ تي متفق آهن تہ باغيرن جو ۽ ڏوهاري قسم جو ڪردار نفيساتي مرض ۽ ذهني مونجهارن جو نتيجو ٿين ٿا. جن جو بنياد فطري تقاضائن جي عدم آسودگي کي ڏنو وڃي ٿو. جن گهرن ۾ جهجها ٻار ڄمن ٿا. تن م مائٽ پنهنجي ٻارن جي فطرتي تقاضائن جو پورائو نٿا ڪري سگهن. تنهنڪري اهڙن گهرن جا ٻار عام طور تي جذباتي مسئلن جا

شڪار رهن ٿا.

### ناساز گار ماحول :

ناسازگار معاشرتي ۽ طبعي ماحول بہ جذباتي عدم مطابقت پيداڪرڻ جا سب بڻجي سگهن ٿا. اهڙا ماءُ پيءُ جيڪي عام طرح مالي ۽ جذباتي پريشانين جو شڪار رهن ٿا، سي پنهنجن ٻچن جي جذباتي مرض کي برباد ڪن ٿا. انهيءَ ڪري انتهائي مفلس ۽ جيڙاڪ قسم جا مائٽ ۽ گهٽ ٻارن وارن ڪٽنبن جا ٻار عام طور تي جذباتي مسئلن ۾ ورتل ڏسبا آهن. ٻار جون اوسي پاسي واريون معاشرتي حالتون بہ ماڻهن جي جذباتي توازن کي بگاڙي سگهن ٿيون. اهي ٻار جيڪي گهر، محلي ۽ اسڪول ۾ پنهنجو پاڻ ۾ جهيڙن جهڳڙن ۾ ڦاٿا پيا هوندا آهن، تن جي بنيادي تقاضائن جي پورائي ممڪن ناهي.

ناسازگار طبعي ماحول يعني گندگي، سوڙهہ ۽ اونداهيءَ وارا محلا، ٻوسٽ واريون گهٽيون، ننڍڙا رهائشي گهر، ايتري قدر جو ناساز گار موسم ۽ غير مناسب آبهوا وغيرهہ بہ جذبن ۾ مايوسي ۽ استعال پيدا ڪرڻ جو سبب بنجن ٿا.

### تعميري تربيت جو نہ هجڻ:

جذبات جي تعميري تربيت، جذباتي صحت جي لاءِ لازمي ڳالهہ آهي. تعميري تربيت جو اصول هيءُ آهي تہ ٻارن کي دلچسپيءَ وارن مشغلن ۾ رذل رکي. هنن جي ناڪارن جذبن جو زور مانو ڪري سگهجي ٿو. انهي ڪري ضروري آهي تہ ٻارن کي معاشري جي مقبول طريقن جي اظهار ڪرڻ ۽ وقت ۽ ضرورت جي مناسبت سان جذبن کي پنهنجي وس ۾ رکڻ جا موقعا فراهم ڪيا وڃن. انهن مقصدن جي حاصل لاءِ ٻارن کي راند روند، موسيقي، مصوري، پوڳڻ چرچا، شعر و شاعري، اسڪائوٽنگ، گلرس گائيڊ، ان قسن جي ٻين گڏيل سرگرمين جا موقعا ڏيڻ گهرجن. جيڪڏهن ٻارن کي اسڪول يا گهر ۾ اهڙا موقعا نٿا ملن، تہ انهن جا جذبا اندرئي اندر، ابڙڪندا رهن ٿا. سندن ناڪارن جذبن جي روڪ ٿام نٿي ٿئي، ۽ لطيف جذبا فروغ حاصل نٿا ڪن. جنهنڪري هو پنهنجي بهتر جذباتي زندگي جو مظاهرو نٿا ڪري سگهن.

## ڪاوڙ ۽ جنون وڌائيندڙ تحريڪون:

سنسي خيز ۽ ڏوهاري قسم جون فلمون ٽيليويزن جا اهڙي قسم جا پروگرام، اهڙائي ڪتاب ۽ رسالا وغيره ٻارن جي جذبن کي ڀڙڪائڻ جا سبب بڻجن ٿا ۽ ٻارن کي حد کان وڌيڪ ڪاوڙ، جنون ۽ جيڙاڪاري جي طرف مائل ڪن ٿا. ۽ معاشري جي خلاف ڪردارن ۽ ڏوهاري قسم جي حرڪتن جي راهه هموار ڪري، ٻارن جي جذباتي زندگيءَ کي درهم برهم ڪري ڇڏين ٿا.

# سوال

1. انساني زندگي ۾ جذبن جي اهميت بيان ڪريون.
2. جذباتي اوسرجي وضاحت ڪريو ۽ ٻڌايو تہ ماحول ان سلسلي ۾ ڪهڙو ڪردار ادا ڪري ٿو.
3. ڄمڻ کان ٻارهن سالن تائين ٻار جي جذباتي اوسر جو مختصر بيان ڪريو.
4. گهرو ماحول جا جذباتي اوسرتي ڪهڙا اثر پون ٿا؟
5. اسلامي نظام حيات ۾ جذباتي اوسر جي تربيت جو اهتمام ڪهڙي طرح ڪيو ويو آهي؟ تفصيل سان لکو.
6. ٻارن جي ڪردار ۾ ڪهڙيون ڳالهيون ۽ ڪهڙا پار پتا يا علامتون نشان ڏهي ڪن ٿيون.
7. جذباتي مسئلن جا سبب بيان ڪريو.
8. هيٺين خانن ۾ مناسب لفظ لکي جملن کي مڪمل ڪريو.

(i) جذباتي اوسر جو دارومدار گهڻو ڪري........ تي آهي.

(ii) ڪن ماهرن جي راءِ ۾ شروع ۾ ٻار وٽ صرف ......... جو جذبو موجود هوندو آهي جيڪو پوءِ مختلف شڪليون اختيار ڪري ٿو وني.

(iii) ڄمڻ کان ٻارهن سالن جي عمر ۾ ٻار جا جذبا ........... جي حيثيت کان ......... حيثيت اختيار ڪري ٿا وڃن.

(iv) ٻيءَ جي عدم موجودگيءَ ۾ .......... جي جذباتي زندگيءَ متاثر ٿئي ٿي.

(v) جذباتي دٻاءَ جي شدت يا دائمي صورت اختيار ڪرڻ ڪيترين ئي ............ ۽ ........... بيمارين جو سبب بنجي ٿو.

(vi) ٻار جي غير حقيقي يا پرايل خوف ..... سڏجن ٿا.

(vii) ........... غدود جي رس ۾ شدت، جذباتي ڪي .......... ڪرڻ جو سبب بڻجي ٿي.

(9) هيٺين جي وضاحت لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ هڪ مثال ڏيو:

(i) معاشرتي قدر جذباتي اوسر کي متاثر ڪن ٿا.

(ii) خوف هڪ ٻارهران پرايل يا حاصل ڪيل جذبو آهي.

(iii) ذاتي بچاءُ لاءِ غصو نهايت ضروري آهي.

# ارتقائي ڪم

ارتقائي ڪم انساني اوسر جون تقاضائون آهن. هنن ڪمن کي اوسر جا ڪم به چئي سگهجي ٿو. ارتقا ۽ اوسر به ساڳيءَ معنيٰ وارا لفظ ئي آهن. هي اهڙا ڪم آهن، جيڪي عمر جي ڪنهن ڪنهن خاص حصي ۾ ئي فرد کي پورا ڪرڻا پوندا آهن. ارتقائي ڪمن لاءِ ماحول هيءَ ڳالهه مقرر ڪري ٿو ته ڇا سکڻ کپي ۽ ڪهڙي به وقت سکڻ کپي، اوسر جي عمل ۾ جڏهن پختگي فرد کي سکڻ واري صلاحيت عطا ڪري ٿي، ان وقت فطري قانون ۽ معاشرتي اميدن ۽ ضرورتن هيٺ اهو وجي ٿو طئي ٿئي ته فرد جو ڪهڙو ڪردار ممڪن ۽ معاشري ۾ مقبول ٿيندو ۽ ڪهڙو ڪردار ناممڪن ۽ ناپسند ٿيندو . مثلاً جيڪڏهن ڪي پنجن سالن جا ٻارڙا، جن جو تعلق ڪنهن خاص ثقافتي جماعتن سان هجي، سي پنهنجن ماءُ پيءَ جا يا پيٽين پائرن جا نالا ڄاڻندا هجن ۽ اهي شهر جي هنڌ ڪان سولائيءَ سان پنهنجي گهر پهچي ويندا هجن، ته معاشرو انهي عمر جي سڀني ٻارن ۾ اهائي اميد رکندو ته اهي به پنهنجي ماءُ پيءَ ۽ پيٽين پائرن جا نالا ڄاڻندا هجن ۽ وچ شهر مان ازخود آسانيءَ سان پنهنجي پنهنجي گهر پهچي سگهن. تنهنڪري انهن جا اهي ڪم سندن ارتقائي ڪم سڏجڻ ۾ ايندا . اهي ارتقائي ڪم ٻين به ڪيترن ئي مثالن سان واضح ڪري سگهجن ٿا. مثلاً ڪنهن ثقافتي جماعت جا اُهي ٻار جن جي عمر هڪ سال هجي، بنا سهاري جي وبهي سگهن ٿا ته پوءِ معاشرو انهي عمر جي هر ٻار ۾ اهائي اميد رکندو ته هو هڪ سال جي عمر کي پهچڻ شرط ازخود وبهي سگهي. اهڙي طرح ڪي شاگرد چوڏهن سالن جي عمر ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري ٿا وٺن، پوءِ جي معاشرو چوڏهن سالن جي هر ٻار ۾ اها اميد رکي ته هو به ايتري ئي عمر ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري ته انهي کي ارتقائي ڪم جو نالو ڏنو ويندو.

ارتقائي ڪمن جو جائزو وٺندي اسين چئي ٿا سگهون ته ارتقا مان

اسان جو مطلب حالتن جون يا صفاتي تبديليون آهي ۽ اُهي تبديليون منظم طريقي سان عمل ۾ اچن ٿيون ۽ انهن تبديلين جو عمل درجي بدرجي ٿيندو آهي، واڌ مان اهو مفهوم ڪڍڻ غير مناسب ٿيندو ته ٻار جو جسم سيني ميٽرن جي حساب سان وڌي ٿو يا ٻي صورت ۾ هنن جي قابليتن ۾ اضافو ٿئي ٿو. واڌ جو عمل پيچيدو عمل آهي، جنهن ۾ ڪيترائي ڪم هڪ ئي وقت ۾ پورا ٿين ٿا ۽ اهي سمورا ڪم هڪٻئي سان ڳنڍيل هوندا آهن. انهي ميل ميلاپ جي ڪري پوءِ ٿيڻ واري هر ڪا تبديلي پهرين تبديليءَ جي بنياد تي ٿئي ٿي ۽ پوءِ رونما ٿيڻ وارين ڦيرين ڦارين تي اثر انداز ٿئي ٿي. ارتقائي ڪمن جي سرانجام ٿيڻ ۾ معاشري جون اميدون حالتون اهم ڪردار ادا ڪن ٿيون. نيوگارٽين (Newgarten) چوي ٿو ته ”هر معاشرو پنهنجن ماڻهن جي عمر پٽاندر انهن جا ڪم مقرر ڪري ٿو ۽ انهن ۾ اميد رکي ٿو ته هو پنهنجي عمر مطابق اُهي ڪم پورا ڪن. هر ماڻهو معاشري جي مطابق اهڙي هڪ مرڪز جي چوگرد ڦري ٿو، جنهن جو سفر ڄمڻ کان مرڻ تائين قائم ۽ جاري رهي ٿو ۽ زندگيءَ ۾ وڏن وڏن ڪمن جي تڪميل انهي ئي نموني سان ٿيندي ٿي رهي. معاشري جي پنهنجي معيار کي وڏي وقعت حاصل آهي. پر پنهنجن ماڻهن ۾ معاشري جي اميد يا گهڻ پنهنجي ان معيار جي مطابق ئي ٿئي ٿي. يعني جيڪڏهن ڪو معاشرو اعليٰ معيار وارو آهي، ته فردن کان اميد به وڏن ڪمن جي رکندو ۽ جيڪڏهن معاشرو ترقي ڪندڙ آهي ته اميد اهائي به رکندو ته ان معيار مطابق ان جا ڪم پورا ٿين. جيڪڏهن ڪنهن خاص معاشري ۾ ماڻهو پڙهيل ڳڙهيل آهن ته هر شخص جو تعليم يافته هجڻ هڪڙو اعليٰ قدر سمجهيو ويندو. جيڪڏهن انهي معاشري جا ماڻهو ڪنهن هنر وارن ڪمن ۾ نالو ڪڍن ٿا ته هر ماڻهو ۾ اهائي اميد هوندي ته هو به هنر مندي ۾ نالو ڪڍي. هر عمر جا ماڻهو معاشري جي انهن قدرن کان چڱي طرح واقف هوندا آهن، ايتري تائين جو ننڍڙن ٻارن کي به خبر آهي ته ماڻهو ڪين ڇا ٿا چون يا ٻڌائين ۽ هنن سان ڪهڙي قسم جون اميدون وابسته ٿا رکن . شهرن جي ڀيٽ ۾ ڳوٺاڻي معاشري ۾ حالتون بيٺل ۽ ڍليون هونديون آهن. ظاهر آهي ته اتي جي ٻارن

۾ بہ اهائي ڍلائي ۽ سست رفتار واري ڪيفيت موجود ڏسڻ ۾ ايندي.
جيڪڏهن اتي ڪنهن چرپر جو يا ڦير گهير جو نالو ئي نہ هجي تہ اها ئي بيٺلاٽيپ ۽ آرام واري حالت اتي نسل در نسل هلندي ايندي. شهرن ۾ عام طرح ماٺار نہ هوندي آهي. تنهنڪري اتي جا ٻار نون قدرن ڏانهن مائل نظر ايندا آهن ۽ هن جي ڪارڪردگيءَ ۾ ڦير ڦار پيدا ٿيندي رهندي آهي .
مثلاً ڳوٺاڻا ٻار پنهنجن وڏن جي ڪارڪردگي جي روشني ۾ اهي ڪم ڪندا، جيڪي هو وڏن کي ڪندي ڏسندا پر شهري ٻار ائين نہ هوندا آهن.
ڇو جو هنن جي چوڌاري حالتون وقت بوقت بدلبيون رهن ٿيون ۽ جيئن بہ اتي سائنس جا اثر ظاهر ٿيندا رهن ٿا، اتي جا ماڻهو بہ سائنسي ڳالهين ڏانهن مائل ٿا رهن.

ارتقائي ڪم اسان ۾ مسئلن جي حل ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ڪن ٿا.

هئوي گهر ست ( Havighaurst ) جي چوڻ جي مطابق هڪڙو ڪو ڪم جڏهن ڪنهن فرد جي عمر جي ڪنهن خاص ڏاڪي تي سرانجام ٿئي ٿو ۽ ان ڪم جي تڪميل مان هن کي خوشي محسوس ٿئي ٿي، تہ ان ماڻهو جي باقي حياتي ۾ اهو هن جو ڪريو هن لاءِ رهبريءَ ۽ اتساهہ جو ڪم ڏيندو. ان جي ابتڙ عمر جي ڪنهن ڏاڪي مطابق ڪو ڪم هن کان سرانجام ٿي نہ سگهيو هوندو، تہ ڪاميابي جي تجربن جي خوشي کان محروم، اهو شخص باقي زندگي ناخوش رهندو ۽ سڪڻ جي عمر هن جي اجائي گذري ويندي ۽ معاشري جي نظرن ۾ بہ هو سدائين ناڪارو ۽ ناڪامياب ماڻهو ليکبو رهبو ۽ سڄي زندگي ۾ هو ڪابہ ارتقائي ڪارڪردگي نہ ڏيکاري سگهندو.

مطلب تہ جيڪڏهن ڪو ٻار ڪنهن سبب پنهنجن اوائلي ڪلاسن يا درجن ۾ ڪنهن هڪڙي ڪم ۾ يا مضمون ۾ ڪامياب نٿو ٿئي سگهي ۽ هو ان مضمون ۾ دلچسپي ڇڏي ٿو ڏئي، تہ آئنده زندگيءَ ۾ بہ هو انهي مضمون سان لاتعلقي ظاهر ڪندو ۽ آخر ڪار نفرت ڪرڻ لڳندو. پر ڪاميابي جي صورت ۾ ان مضمون سان هن جي دلچسپي برقرار رهي ٿي، ۽ هو ان جو هڪڙي ڏينهن تمام وڏو ماهر بڻجي سگهندو. تنهنڪري ٻارن

جي هن ڏس ۾ صحيح رهنمائي ضروري آهي، جيڪا صرف استاد ئي ڪري سگهي ٿو. هر استاد جي اها ڪوشش هجڻ گهرجي ته پڙهائي واري مضمون جي پوري وضاحت ڪري ۽ ان جو زندگيءَ سان رابطو پيدا ڪري. استاد جي ذهن ۾ هيءَ غلط فهمي هرگز نه هئڻ کپي ته ٻارن کي چند بنيادي ڳالهيون ڪنهن مضمون بابت طوطي وانگر ياد ڪرائي ڇڏڻ، ان جي تدريسي يا تعليم جو مسئلو حل ٿي ويندو. در اصل هر مضمون جو بلڪ مختلف مضمونن جو رابطو زندگيءَ جي مسئلن سان قائم ڪرڻ تمام ضروري آهي. ان ڪان پوءِ ڪو سبب ڪونهي جو ارتقائي ڪمن ۾ ٻارن جون اُهي حاصلاتون ڪارآمد ثابت ٿين نه صرف هنن جي پنهنجي ذات لاءِ بلڪ ملڪ ۽ قوم جي لاءِ به اُهي قيمتي اثاثن طور ڪم ڏيئي سگهنديون. اهڙيءَ طرح ارتقائي ڪمن جي تڪميل انفرادي توڙي اجتماعي طور روشن مستقبل جي ضمانت آهي. هنن ارتقائي ڪمن کي تعليم جي ماهرن ٽن حصن ۾ ورهايو آهي.

1- اهڙا ڪم جيڪي ماڻهن جي جذباتي، ذهني يا جسماني پختگيءَ سان واسطو رکندڙ آهن.

2- اهڙا ڪم جيڪي معاشري جي پنهنجن قدرن سان تعلق رکن ٿا.

3- اهڙا ڪم جيڪي ماڻهن ذاتي قدرن اميدن ۽ ضرورتن سان تعلق رکن ٿا.

1- ڪي ارتقائي ڪم ماڻهنجي جسماني پختگي تي مدار رکن ٿا. مثلاً هڪ سال جو ٻار عموماً آساني سان پاڻيمي ويهي سگهي ٿو. پيشاب وغيره ڪرڻ وقت ڪو خاص لفظن زبان سان ادا ڪري سگهي ٿو. جڏهن ته ڇهن سالن جو ٻار صحيح ۽ غلط ۾ تميز ڪرڻ جي قابل ٿي وڃي ٿو.

2- ڪي ڪم معاشري جي قدرن سان تعلق رکن ٿا، جيئن اسان، جي معاشري ۾ ٽن چئن سالن جو ٻار ڪلمو طيب ياد ڪري وٺي ٿو. يا بالغ ماڻهو بانگ ٻڌي نماز جي تياري ڪرڻ کي لڳي ٿا وڃن.

3- ڪي ڪم ماڻهن جي ذاتي قدرن، اميدن، ۽ ضرورتن سان وابسته هجن ٿا. مثلاً ڏهن سالن جي جو ٻار پنهنجي لاءِ خاص ڪٻٽ يا ڪپڙن وغيره جي چونڊ ڪري ٿو ۽ مائٽن، استادن يا وڏن ڀائرن ڀيڻن ۾ اميد رکي ٿو ته هو سندس ڪي ضرورتون پوريون ڪندا. اهڙيءَ طرح ٻارن جو والدين يا

عزيزن سان جذباتي لاڳاپو قائم ڪرڻ، سندن ذاتي ضرورتن تي منحصر هوندو آهي.
مٿي ذڪر ڪيل هي سيئي ڪم هڪٻئي سان ڳنڍيل ۽ هم آهنگ هوندا آهن.

(i) پاڪستاني ٻارن ٿا ارتقائي ڪم: ( ٻارهن سالن تائين).

استاد لاءِ لازم آهي تہ هو ٻارهن سالن تائين واري عمر جي ٻارن ٿي ارتقائي ڪمن کي ذهن ۾ رکي ۽ جائزو وٺندو رهي تہ انهن مان ڪهڙا ڪم پورا نہ پيا ٿين. انهن ڪمن ٿي تڪميل فطرت جي عين مطابق آهي ۽ جيڪو ٻار انهن پورو نٿو ڪري، تہ سبب ڇا آهي، ڪڏهن تہ استاد خود انهن ارتقائي ڪمن ڪان واقف نہ هوندو آهي، جنهن ڪري هو ٻارن جي اوسر، سائنسي طريقن تي نٿو ڪري سگهي.

ايندڙ صفحي تي ڏنل جدول ۾ پاڪستاني ٻارن جي پيدائش ڪان وٺي ٻارهن سالن جي عمر تائين جي ارتقائي ڪمن جو خاڪو پيش ٿيل آهي.

جدول نمبر 6:1

جمڻ ڪان ڇهن سالن تائين ٻار جا ارتقائي ڪم:
هلڻ سکڻ.
ڳالهائڻ سکڻ.
سخت يا ڏاڍو کاڌو کائي سگهڻ.
ڪپڙا پائڻ سکڻ.
پنهنجي جنس جي مطابق ڳالهائڻ.
ڪاڪوس پيشاب تي ڪنٽرول ڪرڻ.
ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ ۾ جنس جي اعتبار سان تفاوتن جو لحاظ رکڻ.
والدين، عزيزن ۽ ٻين ماڻهن سان جذباتي لاڙي ۽ لاڳاپن ڪان آگاهہ هجن.
عضون جي پڪائي جو حاصل ڪرڻ. (مثلا، راند ڪندي، ڊوڙندي يا سائيڪل هلائيندي پاڻ کي سنڀالڻ وغيرهہ).
طبعي حالتن سان تعلق جي باري ۾ بنيادي تصورن جو قائم ڪرڻ. ( مثلاً گهر يا مسجد جي معنيٰ سمجهڻ چنڊ ۽ سج کي سڃاڻڻ وغيرهہ).
معاشرتي حقيقتن سان تعلق رکندڙ بنيادي تصورن جو قائم ڪرڻ.( مثلاً، ماءُ پيءَ، ڏاڏو ڏاڏي، ۽ ٻين مائٽن جي سڃاڻپ ۽ انهن سان مائٽاڻي

لاڳاپي جي سڃاڻپ وغيره).

اسلامي شعور جو پيدا ٿيڻ. ( مثلاً، خدا رسول، قرآن جي نالي کان واقف هجڻ، ڪلمي يا ننڍين ننڍين سورتن جو ياد ڪرڻ وغيره).

معاشري جا ادب سکڻ. ( مثلاً وڏن کي سلام ڪرڻ گفتگو ۾ "هي، ها" چوڻ، مسجد ۾ اٿڻ ويهڻ جا ادب، کاڌي کائڻ جا ادب سکڻ وغيره).

معاشري جي پليس عادتن جو پرائڻ. ( مثلاً ، کاڌي کائڻ جي شروع ڪرڻ کان پهرين بسم الله پڙهڻ ۽ پڇاڙيءَ جو الله جي نعمتن شڪر بجا آڻڻ، صفائي جو خيال رکڻ، ٻين جي مدد ڪرڻ وغيره).

ملڪيت جي حق جي خبر هجڻ. ( پنهنجن شين جي سڃاڻپ وغيره).

جدول نمبر 2 : 6

ڇهن کان ٻارهن سالن جي عمر تائين ٻار جا ارتقائي ڪم :

عام رانديڪن جي لاءِ جسماني مهارت جو حاصل ڪرڻ.

پنهنجن انفرادي خصوصيتن کي پورو ڪرڻ.

پنهنجن هڪ جيڏن سان گڏ اڳتي وڌڻ.

گروهي زندگي جا ادب سکڻ.

پڙهڻ لکڻ ۽ حسابن جي بنيادي مهارتن جو سکڻ.

روزمره جي زندگي متعلق تصورن جو سمجهڻ.

اخلاقي قدرن جو احترام ڪرڻ.

مختلف اوزارن جو استعمال سکڻ. ( چوڪرين جو سبڻ ۽ پرت سکڻ وغيره )

انفرادي آزادي جو حاصل ڪرڻ ( پنهنجي پسند ۽ ناپسند جو اظهار ڪرڻ).

معاسرتي گروهن ۽ ادارن متعلق مناسب روش جو اظهار سکڻ.

اسلامي عبادتن جو قائم ڪرڻ ( نماز پڙهڻ، روزا رکڻ، قرآن پڙهڻ).

اسلامي معاشري جا ادب ۽ فضليتون سکڻ. ملڻ جلڻ جا دستور (مثلاً ڪمري ۾ اندر اچڻ لاءِ اجازت گهرڻ، محفل ۾ اٿڻ ويهڻ جون عادتون، گفگتو وغيره جا ادب وغيره)

سنين عادتن جو قائم ڪرڻ. (پاڪ صاف رهڻ، نيڪيءَ طرف مائل هجڻ، پيشاب وغيره ڪرڻ وقت قبلي طرف منهن ڪري نه ويهڻ، ويهي پاڻي پئيڻ ۽ اهڙي قسم جون ٻيون عادتون پرائڻ).

قومي تهذيب ۽ ثقافت جي واقفيت .( پنهنجي ديس ۽ جهنڊي سان محبت جو اظهار ڪرڻ، پنهنجي پاڪستاني هجڻ تي فخر ڪرڻ، قومي مشهور ماڻهن جي نالن ۽ سندن ڪمن کان واقف هجڻ، مختلف ڏهن ڏڻن ۽ قومي ڏينهن جي اهميت کان باخبر هجڻ).

سيئي ٻار متي ڏيکاريل ڪمن جا اهل ٿيـن ٿا. اهي ڪم خود بخود ٿيندا آهن. عمر مطابق ڪنهن ٻار جي ڪنهن ڪم کي نہ ڪري سگهڻ جا مختلف سبب هوندا آهن.

ڪڏهن تہ ائيـن ٿيندو آهي، جو ٻارن جا ماءُ پيءُ يا استاد هنن ۾ ڪنهن ارتقائي ڪم جي ڪرڻ جي اميد رکندا آهن، ۽ چاهيندا آهن تہ سندن ٻار گهربل عمر ۾ پهچڻ کان پوءِ اهو ڪم ضرور ڪري ۽ ان لاءِ هو ٻار تي ٻي جازور رکندا آهن.

اهڙي موقعي تي ٻار عام طرح مونجهاري ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي. در اصل ٻار عمر مطابق ارتقائي ڪم جي منزل کان فارغ ٿيڻ کان سواءِ ٻئي ارتقائي ڪم جي طرف ڌيان نٿو ڏئي سگهي. ظاهر آهي تہ ان ڪم کي پوي ڪرڻ لاءِ هن کي وقت ۽ مشق جي ضرورت آهي. تنهنڪري ٻار فورن مائٽن يا استادن جي انهن اميدن کي پورو نٿو ڪري سگهي.

ٻار مشق ۽ وقت ٻنهي جي ميسر هجڻ کان پوءِ ئي اهو ڪم پورو ڪري سگهندو. مثال طور جڏهن استاد انگي حساب جي هڪڙي قاعدي کان پوءِ ٻئي قاعدي جي پڙهائي شروع ٿو ڪري جڏي ان لاءِ ٻار کي مشق ۽ وقت ٻئي ضروري آهن. اهو ناممڪن آهي تہ ٻار يڪدم نئيـن قاعدي کان واقف ٿي وڃي. تنهنڪري ٻار کان استاد جي اهڙي اميد رکڻ قبل از وقت هوندي. تنهنڪري استاد لاءِ اهو ضروري آهي تہ هو تڪر کان ڪم نہ وٺي، بلڪ سکيا جي اصولن کي ذهن ۾ رکي، جيڪي استاد ائيـن نٿا ڪن، تن جا شاگرد نہ تہ هنـن جي زور تي مضمون سان هم آهنگ ٿا ٿيـن، ۽ نہ وري استاد کي مضمون جو ماهر ئي ٿا سمجهن. نتيجو اهو ٿو ٿئي، جو استاد ۽ شاگرد جي وچ ۾ رابطو مشڪل ٿيو پوي ۽ آخر ڪار شاگرد ان مضمون کان نتائڻ لڳي وڃن ٿا. وقائتي سکيا جي روشني ۾ هڪ سنو استاد نئيـن سبق پڙهائڻ کان پهرين شاگرد جي گذريل واقفيت جو جائزو ضرور وٺي ٿو. ان

طرح هو ٻارن جي ذهني سطح سان گڏ هنن جي تعليمي سطحي کي به نظر ۾ رکي ٿو، ۽ نئين سبق پاڙاهڻ ۾ ڪابه ڏکيائي محسوس نٿو ڪري .

اهو به ٿي سگهي ٿو ته ٻار جسماني پختگيءَ جي خيالن کان ان حد تائين نه پهتو هجي جو مختلف ارتقائي ڪمن کي وس ۾ رکي سگهي. تنهنڪري ممڪن آهي ته ڪي ارتقائي ڪم دير سان گهربل پختگي حاصل ڪرڻ کان پوءِ پورا ٿي سگهن. ٻار پنهنجي ڪلاس جي ٻين ٻارن کي جسماني لحاظ کان ڪمزور هجي ته نه رڳو منجهس احساس ڪمتري ڏسڻ ۾ ايندو، بلڪ هر عملي ميدان ۾ هو پنهنجن ساٿين سان گڏ برابري جو شريڪ نه ٿي سگهندو. انهي جسماني ڪمزوري جي ڪري هن جو ذهن به متاثر ٿيندو، ۽ يقينن استان جي ڏسيل سبقن کي سٺي طريقي سان سمجهڻ کان قاصر رهندو. تنهنڪري استاد کي ٻار جي جسماني ۽ ذهني صحت جو خيال رکڻ کپي نه ته ٻار ڪڏهن به پڙهائي ۾ دلچسپي نه وٺندو. ۽ ان لاءِ سموري ذميواري استاد جي ئي ليکبي رهبي.

گهر جو ماحول ۽ اٿڻ ويهڻ به ٻار جي ارتقائي ڪمن تي چڱو خاصو اثر انداز ٿين ٿا. جن ٻارن جون مائرون هنن سان اجايو لاڏ ۽ پيار ڪن ٿيون، تن جا ٻار ڪوبه ڪم ازخود پوري ڪرڻ ۾ ناڪام رهجي ٿا وڃن. هر موڙ تي اهڙن ٻارن کي سهاري جي ضرورت محسوس ٿيندي آهي. نتيجو اهو ٿو ٿئي جو هو نه رڳو پنهنجي لاءِ مصيبت بنجي ٿا وڃن، بلڪ اهي خاندان جي لاءِ به بار ثابت ٿين ٿا. اهڙا ٻار يقيناً تعليمي دور ۾ به پوئتي رهجي ٿا وڃن. اُهي ٻار استاد ۾ به اميد رکن ٿا ته اهو هنن سان اهڙو ئي سلوڪ روا رکي، جنهن جي هنن کي عادت پيل هوندي آهي. پوءِ جڏهن ائين نٿو ٿئي ته اهڙا ٻار ڪم کان نتائڻ لڳن ٿا ۽ هنن لاءِ ارتقائي ڪمن جو ٿيڻ مشڪل ٿيو پوي ۽ آخر ڪار هو معاشري جي لاءِ به تڪليف جو سبب ثابت ٿين ٿا. جيڪڏهن ٻارن کي ازخود ڪم ڪرڻ جو موقعو ڏنو وڃي، ته اُهي رستي جي مشڪلاتن کان واقف ٿي ٿا وڃن. شروع ۾ هنن کي ناڪامي جو منهن ضرور ڏسڻو پوي ٿو، پر ڪم جي باربار ڪرڻ سان اُهي انهن مشڪلاتن تي ڪنٽرول ڪرڻ سگهي وٺندا آهن. ان جي ابتڙ جيڪڏهن ٻارن کي ازخود ڪم ڪرڻ جا موقعا نه ملندا، ته هو نون تجربن کان آگاهه نه ٿي سگهندا ۽

ارتقائي ڪمن جي سگهڻ ۾ تڪليف کي منهن ڏيڻو پوندن.

## (ii) شهر ۽ ٻهراڻن ٻارن جي ارتقائي ڪمن ۾ فرق.

شهري ۽ ٻهراڻن ٻارن جي ارتقائي ڪمن ۾ ظاهر فرق ڏٺو ويو آهي. ارتقائي ڪمن جو مدار طبعي ماحول ۽ معاشرتي ماحول جي مطابقت تي ٿئي ٿو. ماحول اهو ٿو مقرر ڪري ته " ڇا سکيو ويندو "۽ معاشرو اهو ٿو مقرر ڪري ته " ڪڏهن سکيو ويندو". ڇاڪاڻ ته ٻهراڻو ماحول مختلف ٿئي ٿو، تنهنڪري اُتي اوسر به مختلف انداز ۾ ٿئي ٿي. نتيجي ۾ شهري ۽ ٻهراڻن ٻارن جي ارتقائي ڪمن ۾ پڌرو فرق اچي ٿو وڃي. ڪجهه ارتقائي ڪم اهڙا آهن، جن جي لاءِ ٻهراڻو ماحول سازگار هجي ٿو، ۽ ڪي ڪم اهڙا آهن. جن جي لاءِ شهري ماحول موزون رهي ٿو. ماحول ۾ هيٺ درج ڪيل ڳالهيون سڌي طرح ارتقائي ئي ڪمن تي اثر انداز ٿين ٿيون .

### طبعي ماحول

طبعي ماحول مان مراد آب هوا، شهر جي پيهه ، رهڻ واري جاءِ يا گهر جو آرام وغيره آهن. شهرن جي هوا گندي هجڻ ڪري ٻار جي صحت تي اثر انداز ٿئي ٿي. ڪارخانن جي ڪري صاف هوا جو هتي ملڻ ذري گهٽ ناممڪن هوندو آهي. شهري پيهه پيهان ۽ مصروفيتن پنهنجون بنيادي تقاضائون رکي ٿي، هر شخص ذاتي ڪم ۾ رڌل نظر اچي ٿو. اتي رهائش به هڪ مسئلو هوندو آهي. گهر عام طور ياتين جي لحاظ کان ننڍا ٿين ٿا، کلي هوا اتي موجود نه آهي، جنهنڪري گهر جي آرام ۽ سڪون ۾ فرق پيدا ٿئي ٿو. جيتوڻيڪ شهرن ۾ عموماً سنا گهر، باغ ۽ اسپتالون وغيره به هجن ٿيون، پر اهو ممڪن نه آهي ته هر شهريءَ کي زندگيءَ جون سموريون آسائشون ميسر هجن. ٻارن تي هتي شهري زندگيءَ جا منفي اثر پون ٿا، اُتي هنن لاءِ ڪيترائي فائدا به آهن. مثلاً اڪيلائيءَ جو احساس هنن کي نٿو ٿئي، جو شهر ۾ هر وقت رونق رهي ٿي، ۽ ائين پيو لڳندو آهي، جڻ رات به ڏينهن آهي. باغ، پارڪ ۽ راندين جا ميدان موزون فضا مهيا ڪن ٿا. انهن سڀني سهوليتن ۽ آسائشن جي باوجود شهرن ۾ صحت مند ماحول گهٽ نظر ٿو اچي. تنهنڪري اهڙا ارتقائي ڪم جن جو مدار جسماني پختگيءَ تي

ٿئي ٿو تن جو مظاهور شهري ٻار دير سان ڪن ٿا. شهري ٻار عام طرح اهڙيون رانديون ڪن ٿا، جن ۾ زياده جسماني قوت صرف نٿي ٿئي.

شهرن جي مقابلي ۾ ڳوٺاڻن ماڻهن کي ڪليل فضا ميسر هوندي آهي. ماڻهو صاف هوا ۾ ساهه کڻن ٿا. هتي شهرن واري پيهه پيهان ۽ مصروفيت نٿي رهي. رهائش نهايت سادي ۽ قدرتي ماحول جي عين مطابق ٿئي ٿي. گهر برابر صحت جي اصولن جي مطابق نٿا ٿين، پر ڇاڪاڻ ته ماڻهن جو ڏينهن جو اڪثر حصو ٻنين تي گذري ٿو. تنهنڪري هنن جي عام صحت بهتر رهي ٿي. راندين جا ميدان شهرن وانگر نٿا ٿين، پر ماڻهو خاص ڪري ٻار، ڪليل فضا ۾ راند روند ۽ ٻين شغلن ۾ رڌل رهن ٿا. تنهنڪري هتي جي ماڻهن ۾ هڪ خاص سڪون ۽ ذهني آرام ڏنو وڃي ٿو، جنهنڪري هو خوش خرم نظر اچن ٿا. ٻارن جي عام صحت نهايت سٺي رهي ٿي. هو سارو ڏينهن راندين روندن ۾ مصروف رهي، مزي جي ننڊ ڪن ٿا، ۽ جسماني طور تي زياده مضبوط ٿين ٿا. اهڙا ارتقائي ڪم، جن جو تعلق جسماني پختگيءَ سان ٿي ٿو، تن ۾ ڳوٺاڻا ٻار شهري ٻارن تي فوقيت رکن ٿا. هنن ۾ اميد رکي سگهجي ٿي ته هو جفاڪش ٿيڻ. تنهنڪري هي ٻار عمومن اهڙيون رانديون کيڏن ٿا، جن ۾ جسماني قوت جو مظاهرو هجي. ڪشتي، ٻلهاڙي، ملهه ، تيراندازي ۽ ترڻ ۾ هي ٻار مهارت رکن ٿا.

## معاشرتي ماحول

معاشرتي ماحول ۾ ٻار جا والدين ۽ ٻيا عزيز قريب شامل آهن، شهري زندگيءَ ۾ عمومن خاندان جا سيئي ڀاتي گڏ نٿا رهن. ڪاروبار ۽ ملازمت جي سلسلي ۾ ماڻهو مختلف شهرن ۾ آباد ٿي وڃن ٿا. تنهنڪري ٻارن کي صرف انهن جي والدين ۽ ڀيڻين ڀائرن جو ماحول ملي ٿو. شعوري طور تي ٻار جي تربيت ۽ بنيادي تعليم انهن ئي جي ذمي هجي ٿي. ٻار جنهن قسم جي خانداني ماحول جو مشاهدو ڪن ٿا، ان مطابق ئي ڪمن ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. شهرن ۾ رهندڙ والدين عمومن تعليم يافته ٿين ٿا. گهر ۾ ڀائر ڀيڻون ۽ محلي ۾ هم عمر ساٿي به تعليم جي حاصل ڪرڻ ۾ سرگردان هجن ٿا. ان ماحول جي ڪري ٻار از خود تعليم جي طرف مائل ٿي وڃن ٿا.

شهر جي ماحول ۾ ٻارن جو واسطو قسم قسم جي ماڻهن سان پوي ٿو. ان لحاظ کان شهري جو معاشرتي حلقو وڏيک ڪشادو ٿئي ٿو. تنهنڪري هو نئين ماحول سان هم آهنگ ٿيڻ ۾ تڪليف محسوس نٿا ڪن. شهري ماحول جي ٻارن کي نت نوان تجربا حاصل ٿيندا رهن ٿا. هو مختلف ٻوليون ڳالهائڻ جا به اهل ٿي وڃن ٿا. ڪي ٻار ته پنهنجي عمر کان به زياده ڳالهيون سمجهڻ جا اهل ٿي وڃن ٿا، يعني ذهانت جو هو ان طرح بهتر استعمال ڪري سگهن ٿا.

ٻهراڙي جو معاشرتي ماحول شهر جي ماحول کان ڪجهه قدر مختلف ٿئي ٿو. ٻهراڙين ۾ گهڻو ڪري سيئي مت مائٽ گڏ رهن ٿا. اڪثر ماڻهن جو ڌنڌو ٻني ٻارو آهي. چند ماڻهو ئي شهرن ۾ ڪاروبار يا نوڪريون ڪن ٿا. بهرحال هتي ٻارن لاءِ معاشرتي ماحول شهري ماحول کان مختلف ٿئي ٿو. ٻهراڙيءَ ۾ گهڻي قدر ماڻهو هڪ ئي ڪٽنب يا خاندان جا فرد تصور ڪيا وڃن ٿا. هو هڪٻئي جي غم ۾ شريڪ نظر اچن ٿا. پنهنجائپ هنن ۾ گهڻي قدر موجود هوندي آهي. انهن خاصيتن جو اثر هنن جي ارتقائي ڪمن تي به چڱو خاصو ٿئي ٿو. ٻهراڙيءَ جا ٻار پنهنجن عزيزن قريبن سان گهاٽو جذباتي لاڳاپو رکن ٿا. خاندان جي عزت ۽ وقار جو زياده خيال رکن ٿا. ٻار انهيءَ ماحول مان سادگيءَ ۽ محنت جو سبق سکن ٿا. محبت ۽ خلوص جي ماحول ۾ پرورش پائين ٿا. ائين برابر آهي ته ٻهراڙيءَ جي ٻارن کي نت نوان تجربا حاصل نٿا ٿين، ۽ هي ٻار سادي ماحول جي ڪري ذهني طور تي واڌاري جون منزلون ڪجهه دير سا طئي ڪن ٿا.

ٻهراڙين ۾ گڏ ڪيڏڻ وارا ٻار به ڪٽنب ۽ خاندان محلي ۽ ڳوٺ جا ٻار ٿين ٿا. جيڪي عام طرح ساڳي طبعيت ۽ ساڳئي خيال وارا هجن ٿا. محدود ماحول جي ڪري ٻار جيتوڻيڪ ٻاهرين قدرن کان ناواقف رهن ٿا پر شهري ٻارن جي بنسبت خانداني قدرن جو زياده خيال رکن ٿا.

## تعليمي ماحول

شهرن ۾ عام طرح سان سموريون تعليمي سهولتون ميسر هجن ٿيون. تعليم ۽ تربيت جي لاءِ اُتي مختلف قسمن جا تعليمي ادارا قائم هوندا آهن.

انهيءَ ڪري هتي جي ٻارن ۾ تعليمي چاهہ ۽ لاڙو زياده ڏٺو ويجي ٿو. اسڪول ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ ٻار مختلف مشاهدن ۽ تجربن مان گذرن ٿا. منجهن پنجن ڇهن سالن جي عمر ۾ غور وفڪر جي صلاحيت پيدا ٿيو وڃي ۽ هو معاشرتي قدرن کي پنهنجو ڪريو وٺن. هن ماحول ۾ استاد ٻارن جو خاص خيال بہ رکن ٿا تہ جيئن ٻار پنهنجي اڳتي وارين ارتقائي منزلن تائين آسانيءَ سان پهچي سگهن ۽ پنهنجي خيالن جو اظهار سٺي طريقي سان ڪري سگهن، پنهنجين تخليقي قوتن کي اشتعمال ۾ آڻي سگهن ۽ فڪر جي تعميري طرز اختيار ڪري سگهن. شهري اسڪولن جو تعليمي ماحول انهن ڪمن جي لاءِ سازگار ثابت ٿئي ٿو ۽ ٻارن ۾ ڪيترائي مثبت قدر ۽ خاصيتون اسرن ٿيون ان. انهن سڀني خاصيتن جي آڌار تي شهري ٻارن ۾ اميد رکي ٿي وڃي تہ هو اعليٰ تعليم حاصل ڪن. ان طرح تعليمي ماحول جو فرق شهري ٻارن جي ارتقائي ڪمن ۾ پڌري بدتري جو سبب بنجي ٿو.

ان جي ابتڙ ٻهراڙي جي اسڪولن ۾ عام طور تي هڪڙو ئي استاد هوندو آهي. اسڪول ۾ عمر جي سطح جا ٻار داخلا وٺن ٿا. ٻارن جا انفرادي فرق استاد جي لاءِ هڪ مسئلو بڻيل رهن ٿا. اسڪول ۾ داخل ٿيڻ کان پهرين ٻارن جا پنهنجا مشاهدا ۽ تجربا ٿين ٿا، پر اسڪول جي نصاب جو تعلق سندن انهن مشاهدن ۽ تجربن سان نہ هوندو آهي ۽ ٻار صحيح طرح اسڪولي ماحول سان هم آهنگ نٿا بڻجي سگهن. ٻارن کي حاصلات جون ارتقائي منزلون طئي ڪرڻ ۾ چڱي خاصي دشواري ٿئي ٿي. منجهائن تمام ٿورا ٻار اهڙا هوندا آهن، جن تي تخليقيي قوت کي اڀرڻ جو موقعو ملي ٿو سگهي. هنن جي سوچ بہ محدود ٿي رهي، نتيجو اهو ٿو نڪري، جو گهڻاڻا ٻار تعليمي ميدان ۾ شهر جي ٻارن کان پوئتي رهجي ٿا وڃن، اڪثر ٻار ٻن ٽن درجن کان اڳتي نٿا وڌن ۽ انهي ڪري هو، لکڻ پڙهڻ جي مهارت حاصل نٿا ڪري سگهن. ان طرح هنن جون ذهني صلاحيتون وڌيڪ سجاڳ نٿيون ٿين، ۽ هن جا ماءُ پيءُ انهيءَ ڳالهہ کي ترجيح ٿا ڏين تہ هنن کي مائٽاڻو ڌنڌو سيکاريو وڃي. ان طرح ٻهراڙيءَ ۾ ٻار ننڍي عمر ۾ ئي ماءُ پيءُ سان سندن ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊائڻ شروع ڪري ڇڏيندا آهن ۽ مائٽاڻي ڌنڌي ۾ ۽ هنر ۾ چڱي موچاري مهارت حاصل ڪري ٿا وٺن. ٻهراڙي ۾ اعليٰ تعليم

جا موقعا بہ ٻارن لاءِ ميسر ڪونہ هوندا آهن، هي سڀ ڳالهيون هنن جي ارتقائي ڪمن جي حاصلات ۾ ظاهري فرق جو سبب بڻجن ٿيون.

## زندگي جو معيار

شهري زندگي ۾ جديد سائنسي ايجادون جو معيار وڏي اهميت رکن ٿيون، سائنسي ۽ مشيني ايجادون شهرن مان ئي فروغ حاصل ڪن ٿيون. بجليءَ جا اوزار ۽ بجلي جي موجودگي شهري زندگي جو لازمي حصو آهن. انهيءَ ڪري شهري زندگي آسان ۽ سولي ٿي پئي آهي. شهري معاشرو گروهي تعلقات جي لاءِ بہ لاتعداد موقعا ڏيئي ٿو. جديد مشيني اوزار ۽ ايجادون مثلاً هوائي جهاز، موٽر گاڏيون وغيرهہ اهڙيون شيون آهن، جن کان انسان فيض حاصل ڪري ٿو. ريڊيو ۽ ٽيليويزن جو تعلق جيئن تہ ارتقائي دور سان آهي، تنهنڪري انهن ايجادن جو شهري ٻارن جي تربيت تي گهرو اثر پوي ٿو. ٻار روز انهن شين جو مشاهدو ڪن ٿا. انهن جي متعلق وڌ ۾ وڌ معلومات حاصل ڪن ٿا، جنهن سان هنن جي تعليم ۽ ذهانت ۾ اضافو ٿئي ٿو. ان طرح شهري ٻارن جا تجربا وڌيڪ وسيع ٿين ٿا. هنن کي جديد ڳالهين سکڻ ۽ پرائڻ جا موقعا ملن ٿا. هو پنهنجي ذهني سوچ سمجهہ، عقل ۽ ڏاهپ کي وسيع ماحول ۾ استعمال ڪري سگهن ٿا. تنهنڪري اهي ارتقائي ڪم جن جو تعلق ذهني اوسر سان هوندو آهي، انهن ۾ شهري ٻار ڳوناٽن ٻارن کان گوءِ کٽي ٿا وڃن. هتي هيءَ ڳالهہ ذڪر ڪرڻ لائق آهي تہ شهرن ۾ سماجي درجي بندي ڏسڻ ۾ ٿي اچي. مثلاً اوچو طبقو، وچولو طبقو ۽ هيٺيون طبقو، اوچي طبقي جي ٻارن کي سٺو ماحول ملي ٿو. تنهنڪري ان طبقي سان تعلق رکندڙ ٻار عام ڪارڪردگيءَ ۾ بهتر نظر اچن ٿا. وچولي طبقي جا ٻار نسبتاً ڪمتر ماحول جي پيدا هوندا آهن ۽ هيٺئي طبقي جا ٻار انهي آرام ۽ آسائش کان بلڪل اڻ واقف نا آشنا هوندا آهن. ۽ ٻارن جي انهن درجي وار خصوصيتن سبب هنن جا ارتقائي ڪم متاثر ٿين ٿا. استاد لاءِ لازم آهي تہ هو هر طبقي جي ٻارن جو خيال رکي ۽ هنن جي تعليم ۽ تربيت جي دوران هنن جي انفرادي ماحول جو جائزو وٺي ۽ ان مطابق انهن جي پڙهائي جو عمل جاري رکي.

ٻهراڙي جون طبقاتي خصوصيتون شهرن کان گهڻي قدر مختلف هونديون آهن. خيالن جي هڪجهڙائي ۽ سڌو سادو ماحول ڳوٺاڻي زندگيءَ جون خصوصيتون آهي. جديد ترين مشينريءَ ۽ مشيني زندگي هتي جي رهاڪن تي اثر انداز نٿي ٿئي. انهيءَ ڪري هتي جا ٻار به اوچي معيار جي زندگي ۽ ايجادن مان ڪو فائدو ڪونه ٿا وٺن. هو عام واقفيت کان بهره ور نٿا ٿين ۽ قانوني اصولن ۽ ضابطن سکڻ ۽ انهن تي عمل پيرا ٿيڻ ۾ هو ڏيکائي محسوس ڪن ٿا. ان ڪري اڪثر ڪري ڳوٺاڻا ٻار احساس ڪمتريءَ جو شڪار ٿيڻ لڳن ٿا. استاد لاءِ انهيءَ ڪري ضروري آهي ته هو ماحول جو جائزو وٺي ڪري اسڪول جي ماحول کي وڌيڪ بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪري، ۽ ان طرح هنن کي احساس ڪمتري جو شڪار ٿيڻ نه ڏئي.

ثقافت

شهرن جي پنهنجي ثقافتن يا سماجي ماحول ٿئي ٿو. قانون جو احترام مذهبي رسمون، شهري روايتون، اخلاقي ڳالهيون، تعليمي سهوليتون، سياست، رواياتي ۽ موجوده لاڙا، سير ۽ تفريح وغيره اهڙيون شيون آهن جن کي اسين ثقافت جا مختلف پهلو شمار ڪريون ٿا. شهري زندگيءَ ۾ ٻار يقيناً انهن پهلوئن کان روشناس ٿيڻ لڳن ٿا. قانون جي احترام يا مذهبي رسمن جي سلسلي ۾ هو پنهنجي آسپاس واري ماحول مان سبق پرائين ٿا. شهري روايتون پنهنجن هڪجيڏن يارن کان سکن ٿا. اخلاقي ڳالهين جا سبق گهر، محلي يا وري اسڪول مان حاصل ڪن ٿا. تعليمي سهوليتون هنن جي آڏو هونديون آهن. هو سير تفريح ۽ ان سان تعليم رکڻ وارا مشغلا درجي بدرجي سکن ٿا ۽ آخر ڪار شهري زندگي گذارڻ جو طريقو سکي ٿا وٺن. اهڙيءَ طرح شهري ماحول جا ٻار وسيع تر نظريا پرائي ٿا وٺن ۽ انساني ڪارنامن کان مجموعي طرح واقف ٿي وڃن ٿا.

ڳوٺاڻن جي پنهنجي ثقافت ٿيندي آهي. پنهنجون روايتون ۽ رسمون ٿين ٿيون. سڀ ماڻهو انهن سان پنهنجي وابستگي جو اظهار ڪن ٿا. تعليمي سهولتون اتي نسبتاً محدود ٿين ٿيون. هتي جا ٻار ان پوئتي پيل ماحول جي پيداوار هجڻ جي ڪري اُهي ئي قدر پرائين ٿا ۽ انهيءَ تي ماحول سان

نهڪي بيهن ٿا، پر جڏهن شهرن ۾ لڏي اچي آباد ٿين ٿا ته اول ته هنن کي ڪن مسئلن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. پر پوءِ آهستي آهستي هو انهيءَ ماحول جا عادي ٿي وڃن ٿا. محدود ماحول ۾ رهڻ ڪري هنن ۾ وسيع نظر جي پيدا ٿيڻ لاءِ وقت درڪار هوندو آهي.

### (iii) ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي ارتقائي ڪمن ۾ فرق

ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ۾ شڪل شبيهه کان علاوه لباس، رهڻي ڪهڻي جا انداز، اظهار جي طريقن، روش ۽ لاڙن ۽ مخصوص شخصي وصفن ۾ فرق ڏسڻ اچن ٿا. جينوٽيڪ فرق ننڍ پڻ جي دور کان ئي شروع ٿي وڃن ٿا، اوترا ظاهر نه هوندا آهن. ٻار جي عمر جيئن جيئن وڌي ٿي تيئن ارتقائي ڪمن جا فرق چٽا ۽ پڌرا ٿيندا ويندا آهن ۽ انهن ئي پنهجي جون ارتقائي حاصلاتون به پنهنجي مخصوص خاصيتن واريون هونديون آهن. هر معاشري ۾ انهن مان ڪي حاصلاتون يا ڪم ڇوڪرن ڏانهن منسوب ٿين ٿا ۽ ڪي ڇوڪرين لاءِ مخصوص سمجهيا وڃن ٿا. اسان جي معاشري ۾ مثلاً گهرو ڪم ڪار ڇوڪرين ڏانهن منسوب ڪيا ٿا وڃن ۽ معاشري ڇوڪرين مان اها اميد رکي ٿو ته هو انهن ڪمن ۾ مهارت حاصل ڪن. جڏهن ته ڇوڪرن جو گهرو ڪم ڪار سکڻ عيب ۽ هنن جي حيثيت کان گهٽ سمجهيو ٿو وڃي. گهرو ڪمن کي ڇڏي، ڇوڪرين جو ڊاڪٽر، نرس يا ماستريائي بڻجڻ ته اسان جو معاشرو ڪنهن حد تائين قبول ڪري ٿو پر هنن جو پائليٽ، انجنيئر، سائنسدان بڻجن يا فوج ۾ بحيثيت سپاهي داخل ٿين نه ته معاشرو قبول ٿو ڪري ۽ نه وري هنن کي انهي جو اهل سمجهيو ٿو وڃي. اهي سمورا شعبا ڇوڪرن لاءِ مخصوص سمجهيا وڃن ٿا. ڇوڪرن سان عام طور تي اهڙا ڪم منسوب ڪيا وڃن ٿا، جن ۾ اعليٰ ذهني فڪري صلاحيتن يا جسماني قوت جو مظاهري جي ضرورت هجي. اسان جي اميدن جو هي فرق حقيقت ڪري اسان جي انهن غلط مفروضن جي ڪري آهي ته ڇوڪرا ڇوڪرين کان وڌيڪ ذهني ۽ فڪري صلاحيتون رکن ٿا. اڄ تائين جيتريون به تحقيقاتون ٿيون آهن، تن جي مطابق اهي مفروضا غلط ثابت ٿيا آهن. تحقيقات جي نتيجن موجب ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي ذهني ۽ جسماني

صلاحيت ۾ ڪوبہ خاص فرق نہ ڏٺو ويو آهي. جيڪڏهن هن ذهني آزمائش ۾ ڇوڪرا عملي ڪارڪردگيءَ ۾ بهتر آهن تہ ڇوڪريون لفظي مهارتن ۾ هنن تي سبقت حاصل ڪري ثيون وٺن. اهڙيءَ طرح هنن جي ذهني پئمائش بہ هڪ جيتري ٿي رهي. انهن سمورين حقيقتن سان گڏوگڏ اها بہ هڪ اٽل حقيقت آهي تہ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي ارتقائي ڪمن ۾ فرق ڏٺو وڃي ٿو. انهيءَ فرق جو بنياد جسماني، ذهني يا حياتياتي فرقن تي مبني ڪونهي، بلڪ اهو ماحول ۾ موجود مختلف ڳالهين جي ڪري آهي. انساني حياتي جي هر سطح جي ارتقائي ڪم در حقيقت فرد جي مجموعي ڪردار، ۽ معاشرتي قدرن جو آئينو هوندا آهن. ٻاهريون شيون يا ڳالهيون جيڪڏهن موزون معاشرتي ماحول پيدا ڪرڻ ۾ ناڪام ٿين ٿيون، تہ ارتقائي ڪمن تي انهن اوڻاين يا ناڪامين جو اثر پيدا ٿيڻ اٽتر ٿي پوي ٿو. ۽ اهائي صورت حال پوءِ ارتقائي ڪمن جي فرق جو بنياد بڻجي ٿي.

ماهرن جي راءِ مطابق ارتقائي ڪمن جي فرق جو سبب بہ ڳالهيون آهن. هڪڙي اها تہ هر معاشري ۾ والدين، استاد، عزيز قريب، ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين ۾ مخصوص ڪردار جي توقع رکن ٿا. هو پنهنجين اميدن جو اظهار ٻار جي سامهون مختلف طريقن سان ڪن ٿا. هو پنهنجين اميدن ۽ معاشرتي قدرن سان نهڪندڙ ڪردار ڪي ئي قبول ڪن ٿا ۽ جيڪڏهن ٻار جو ڪردار هنن جي اميدن مطابق نہ هوندو تہ ان ڪي هو رد ڪري ٿا ڇڏين. اهڙيءَ طرح هو پنهنجن ٻارن ڪي سندن زناني يا مرداني ڪردار کان آگاهہ ڪن ٿا. سندن هن عمل جي ابتدا، ٻارن جي شروعاتي ننڍپڻ واري دور کان ئي ٿي وڃي ٿي. هي سلسلي جي سڀ کان اهم ڳالهہ اهائي آهي تہ والدين ڄاڪاڻ تہ شروع کان ئي معاشرتي قدرن جي مطابق ٻنهي مان مختلف اميدون رکن ٿا، تنهنڪري هي اُهي او صاف انهن ۾ مختلف انداز سان اپاريندا ئي رهن ٿا. ان لاءِ هنن جي تربيت خاطر هو مختلف انداز ۽ رويا اختيار ڪن ٿا. جيئن ڇوڪرين ڪي پهرئين ئي ڏينهن کان هو نازڪ بدن سمجهن ٿا. انهيءَ پنهنجي خيال کان تہ ڳرا ڪم ڇوڪرين ڪي ڇوڪرن جي نسبت ۾ وڌيڪ نقصان پهچائيندا. هو ڇوڪرين ڪي ٽينگ ٽپا ڏيڻ، وزن کڻڻ يا ڳرين شين ڪي ٺيلهڻ يا ڌڪڻ کان منع ڪندا رهندا آهن. هنن ڪي هر

قسم جي جسماني راندين کان باز رکن ٿا. اهڙي طرح ٻنهي ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن جي ڪپڙن جا رنگ ڊزائنيون رانديڪا ۽ مختلف سرگرميون سنڌن والدين وٽ الڳ الڳ قسمن جون هجن ٿيون ۽ ٻين انيڪ قسمن جي ڳالهين جي انتخاب ۾ پڻ اهڙي نمايان فرق کي روا رکيو وڃي ٿو. اسان جي معاشري ۾ ڇوڪرين کي عام طور تي گلن وارا ڪپڙا پارايا وڃن ٿا، جڏهن ته ڇوڪرن جي لاءِ سادي ۽ هلڪي رنگ وارن ڪپڙن کي ترجيح ڏني وڃي ٿي. ڇوڪرين کي راند جي لاءِ گڏي ۽ گڏو يا گهريلو استعمال جي مختلف رانديڪن جهڙو ڪا شيءِ ٿانو، فرنيچر وغيره وٺي ڏنا وڃن ٿا، جڏهن ته ڇوڪرن کي هر قسم جون گاڏيون، جهاز، مختلف اوزار، فٽ بال، هاڪي ۽ رانديڪن جي صورت ۾ پتلا وغيره وٺي ڏنا وڃن ٿا. والدين ۽ عزيزن قريبن جي روش به ٻارن تي ظاهر ڪري ٿي ته ڪير ڇوڪرو آهي ۽ ڪير ڇوڪري آهي مثلاً اسان وٽ جيڪڏهن ڪو ڇوڪرو پنهنجي تڪليف جو اظهار روئي ڪري ته هن کي چيو ٿو وڃي ته ڇا ڇوڪرين وانگر ڇپ ڪري روئي رهيو آهين يا جوان ٿي، مرد ٿي ! اهڙي طرح مائٽن کان ڇوڪرين کي اڪثر موقعن تي اهڙا لفظ.چوندي ٻڌا وبندا آهن، ته ڇا ڇوڪرن وانگر مٿو اگهاڙو ڪريو، وات پنيو بيٺي آهين، وغيره وغيره ! اهڙيءَ طرح ماءُ پيءُ يا آسپاس جا ماڻهو ٻارن کي هنن جي جنس جي مطابق ارتقائي ڪمن کان آگاهه ڪندا رهندا آهن.

ارتقائي حاصلاتن لاءِ ٻي وڏي اتساهه جي ڳالهه اهي مختلف نمونا، مثال يا مثالي ڪردار (Models) آهن. جيڪي ٻارن جي اڏو آندا وڃن ٿا. اُهي ماحول ۾ موجود مختلف شيون يا ڳالهيون ٻار کي هن تي ڪردار ٿو شعور ڏيارڻ تي لاءِ مثالي نموني تي حيثيت رکن ٿيون. اوسر جي عمل ۾ جڏهن ٻار کي پنهنجي جنس يعني ”ڇوڪرو“ يا ”ڇوڪريءَ“ جي هجڻ جو احساس ٿئي ٿو، ته هو پنهنجي مطابقت ماءُ پيءُ جي ڪردار سان قائم ڪري ٿو. ان لاءِ ڇوڪريون، ماءُ جي ڪردار کي ۽ ڇوڪرا عام طور تي پيءُ جي ڪردار کي پنهنجي لاءِ مثالي نمونو بنائين ٿا. اهڙي طرح مثالي نموني جي ڪردار جو نقل، ٻارن جي ارتقائي ڪمن کي صورت ڏئي ٿو. ان نقل يا

پوئلڳي ،ملن سان ارتقائي ڪمن جي صورت وٺڻ جو واضح مثال ”زبان جو سکڻ“ آهي. ٻار شروع کان ئي پنهنجي ٻولي ۾ مذکر ۽ مونث جو لحاظ رکن ٿا. مثال طور هڪ ئي گهر ۾ پرورش پائيندي ڇوڪري چوي ٿي. ”مان وڃان ٿي“، ”مان وڃان ٿي“ ، جڏهن تہ ڇوڪرو چوي ٿو تہ ” مان ويهان ٿو“ ، ” مان وڃان ٿو“ ، وغيره وغيره هي مثال واضح ٿو ڪري تہ ڇوڪري ٻولي سکڻ جي عمل ۾ ماءُ کي مثالي نمونو بڻايو آهي، جڏهن تہ ڇوڪري هن عمل ۾ پيءُ کي نمونو بڻايو آهي. والدين سان گڏوگڏ ڀيڻيون، ڀائر، دوست، سهيليون ، عزيز، قريب، درسي ڪتاب، ادبي رسالا، ۽ اخبارون وغيره بہ مثالي نموني جو ڪردار ادا ڪن ٿا ۽ ٻار تي واضح ڪن ٿا تہ جنس جي اعتبار کان هنن جو ڪردار ڇا هجڻ گهرجي. اهڙي طرح ماحول ۾ موجود اهي سموريون شيون مختلف طريقن سان معاشرتي قدرن ۽ اميدن جي عڪاسي ڪن ٿيون ۽ ٻارن جي فڪر جي انداز ۽ دلچسپين کي معاشرتي اميدن ۽ پسندين جي مطابق بڻائين ٿيون. نتيجي طور ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا ارتقائي ڪم ۽ حاصلاتون خصوصي حيثيت اختيار ڪري وٺن ٿيون.

## سوال

1- ارتقائي ڪمن جي وضاحت ڪريو.

2- ماهرن ارتقائي ڪمن کي ڪهڙن ڪهڙن حصن ۾ تقسيم ڪيو آهي؟ مثال ڏيئي وضاحت ڪريو.

3- شهري ۽ ٻهراڙين ٻارن جي ارتقائي ڪمن ۾ فرق جو بنيادي سبب ڪهڙو آهي؟ مختصر لکو.

4- ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي ارتقائي ڪمن جي خاص وصفن جي وضاحت ڪريو.

5- ڪنهن ٻار جي حالت ۾ هن جي عمر جي مخصوص دؤر ارتقائي ڪمن جي پوري نہ ڪرڻ يا نہ ٿيڻ جي سببن جي وضاحت ڪريو.

6- پاڪستاني ٻارن جي ارتقائي ڪمن کي نظر ۾ رکي اهڙن ٽن ٽن

جي نشاندهي ڪريو، جن جو دارومدار ذهني ۽ جسماني بندگيءَ تي هجي.

7- هيٺ درج ٿيل حقيقتن کي وڌ ۾ وڌ هڪ جملي ۾ لکي مڪمل ڪريو:

(i) ارتقائي ڪمن جي لاءِ ماحول اهو مقرر ٿو ڪري ته .............

(ii) ارتقائي عمل پيچيدو آهي، جنهن ۾ ڪيترائي ...............

(iii) ارتقائي عمل جو نه لکي سگهڻ ......................

(iv) ارتقائي ڪمن جي پوري ٿيڻ ۾ معاشرو ................

(v) ارتقائي ڪم اسان کي مسئلن ................

8- هيٺ درج ٿيل جملن ۾ صحيح ۽ غلط جي نشاندهي ڪريو.

(i) ٻار ڇهن سالن کان پوءِ رفع حاجت تي قابو پائڻ سکن ٿا.

(ii) ڳوٺاڻا ٻار زياده ٻوليون ڳالهائڻ جا اهل ٿين ٿا.

(iii) شهري ٻارن ۾ اميد رکي وڃي ٿي ته هو اعليٰ تعليم حاصل ڪن.

(iv) شهري ٻار جسماني مهارتون سکڻ ۾ ڳوٺاڻن ٻارن تي فوقيت رکن ٿا.

(v) ڇوڪرا، ڇوڪرين جي نسبت اعليٰ ذهني ۽ جسماني صلاحيتن جا مالڪ ٿين ٿا.

(vi) جيڪڏهن حالتون ۽ موقعا ميسر هجن ته ڇوڪريون، پائليٽ بڻجي سگهن ٿيون.

باب ستون

# انفرادي فرق

انفرادي فرق الله تعاليٰ جي تخليقي قوت جو [illegible] آهن، هڪڙو ماڻهو ٻئي ماڻهو کان ڪنهن نہ ڪنهن طرح ضرور نرالو آهي، عام هڪجهڙين خاصيتن جي باوجود، فرق ۽ امتياز هڪ سچيل حقيقت آهي. قرآن شريف ڇتي طرح سان چوي ٿو تہ: "والله يفضل بعضكم علي بعض" يعني الله تبارڪ وتعالي ڪن انسانن کي صلاحيت جي لحاظ کان ٻين انسانن تي فضليت عطا ڪري ٿو ۽ اهو هڪ تمام وڏو ڏاهپ وارو عمل آهي. جي ائين نہ ٿئي ها تہ انساني زندگيءَ جو نظام جرمني نہ اچي سگهي ها. تنهنڪري اهي انفرادي فرق خدائي رحمت آهن. اهڙي طرح اوسر جو نظام بہ جيتوٽيڪ سيني، ٻارن جو يڪسان ۽ هڪجهڙو هجي ٿو، پر پوءِ بہ هر ڪو ٻار پنهنجي طريقي ۽ رفتار سان وڌي ٿو . تعليم جو مشهور معروف ليڪڪ فرئنڪ (Frank ) اوسر جي انهيءَ انفرادي خصوصيت جي باري ۾ چوي ٿو .

"زندگي هڪ وسيع ۽ ڪشادي راهہ آهي، جنهن تي هر فرد پنهنجي رفتار سان هلي ٿو" . انفرادي فرق فرد جي انفرادي شخصيت کي بيدار ڪن ٿا . خانداني اثرن سبب شڪل ۽ صورت جسماني سگهہ عمر جي قد جا تفاوت پڌرا ٿين ٿا. معاشرتي ۽ اقتصادي حالتون بہ ٻارن جي شخصيت جي تشڪيل ۾ وڏي اهميت ٿيون رکن ۽ هنن کي انفرادي خصوصيتن وارو بنائين ٿيون. پنهنجين انهن ٿي انفرادي خصوصيتن جي آڌار تي هر ٻار ٻئي ٻار کان ڌار ڏسڻ ۾اچي ٿو.

## 1. هر ڪو ٻار جدا ٿئي ٿو

انفرادي فرقن جو دائرو تمام وڏو آهي، سڄي دنيا ۾ هڪڙي شخصيت جهڙي ٻي شخصيت ڳولڻ نہ رڳو مشڪل آهي، بلڪ ناممڪن آهي. هر ڪو انسان ٻئي انسان کان ذهني توڙي جسماني، معاشرتي جذباتي ۽ طبعي خاصيتن ۾ ڪئين ڳالهين ۾ مختلف ٿئي ٿو. اهي انفرادي فرق ٻار جي پيدائش بلڪ ان کان اڳ ۾ ئي ظاهر ٿيڻ شروع ٿيو وڃن. انفرادي فرقن ۾ ماحول ۽ وراثت بنيادي ڳالهين طور ڪم ڪن ٿا. هر ٻار انفرادي وراثت جو

مالڪ ٿئي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو هڪ ئي خاندان ۾ مختلف ٻارن جي شڪل صورت، عادتون ۽ خصلتون مختلف ٿيون ٿيون. انفرادي وراثت جي ڪري ئي جاڙن ٻارن ۾ فرق ڏسڻ ۾ ايندا آهن. ٻار جي انفراديت جو ٻيو سبب هن جو ماحول آهي. ماحول ڇاڪاڻ تہ مختلف ٿئي ٿو، تنهنڪري ان جا اثر بہ مختلف ٿين ٿا، ۽ انفرادي فرق ظاهر ٿين ٿا. مثلاً ذهني لحاظ کان ٻارن ۾ ڪئين انفرادي فرق رونما ٿين ٿا. ڪي ٻار ذهين ٿيندا آهن. ڪن جو ذهن وچولي درجي جو ٿئي ٿو، ڪن جو شمار ڪن ذهن ٻارن ۾ ٿئي ٿو. جن ڪي ڪم عقل چئبو آهي. جيتري قدر ٻارن جي عادتن ۽ خصلتن جو تعلق آهي تہ اُهي بہ هڪ ٻئي کان الڳ ٿين ٿيون. جاڙا ٻار بہ ذار ذار ٿين ٿا، هنن جي شڪل صورت ۾ تمام گهڻي هڪجهڙائي جي باوجود هو ڪارڪردگيءَ ۽ عادتن ۾ هڪٻئي کان ڪنهن حد تائين ضرور مختلف ٿين ٿا.

جنس جي لحاظ کان بہ ٻارن ۾ تمام گهڻو فرق ٿئي ٿو. انگن اکرن مان پتو پوي ٿو تہ عموماً ڇوڪرين جو وزن ڇوڪرن جي وزن جي نسبت ۾ گهٽ ٿئي ٿو . اهڙيءَ طرح اهو بہ جائزو ورتو ويو آهي. تہ ڪي ٻار ڄمڻ کان بہ اڊائي ڪلاڪ پوءِ کاڌي جي ضرورت محسوس ڪن ٿا. جڏهن تہ ڪيترن ٻارن کي ڇئن ڪلاڪن کان پوءِ بک محسوس ٿئي ٿي. ڪي تمام ٿورڙي ڪڙڪي تي ننڊ مان جاڳي ٿا پون . جڏهن تہ ڪي ٻار آساني سان نٿا جاڳن. هي اهڙيون حقيقتون آهن، جن جو اثر ٻار جي ايندڙ زندگيءَ تي پوي ٿو. ڪي ٻار اهڙا بہ ڏٺا ويا آهن، جيڪي رات جو آرام سان ننڊ ڪن ٿا. جڏهن تہ ٻيا ٻار رات جو آرام سان ننڊ نٿا ڪري سگهن. ڪن ٻارن کي ستن مهينن ۾ ڏند اچن ٿا ۽ ان ۾ هنن کي ڪابہ خاص تڪليف محسوس نٿي ٿئي. ساڳيءَ طرح ڪيئي ٻار ويهڻ، ريڙهيون پائڻ ۽ هلڻ نسبتاً جلد سکيو وٺن ۽ اهائي هنن جي حالت ڳالهائڻ سکڻ ۾ بہ مشاهدي ۾ آئي آهي. انڪري اسين اهو چئي ٿا سگهون تہ هر ڪو ٻار ٻئي کان الڳ ٿئي ٿو.

## 11. انفرادي فرقن جون خاص ڳالهيون:

انفرادي فرق شخصيت جي سمورن پاسن تي حاوي ٿين ٿا. تعليم جي خيال کان زندگيءَ جي هيٺ لکيل دائرن ۾ انهن فرقن جو مطالعو تمام مفيد ثابت ٿئي ٿو .

## جسماني فرق

جسماني خاصيتون، جهڙوڪ جنس، رنگ، منهن جي بناوت، جسم جي مختلف عضون جي بناوت قد ۽ وزن وغيره گهٽيءَ حد تائين الله تعالي جي مرضيءَ جي مطابق تخم جي سرجڻ وقت ئي مقرر ٿي وڃن. ٿيون، اهي سموريون اُهي خاصيتون آهن جن جي واڌ ۽ اظهار ٻار پنهنجي ساريءَ زندگي ۾ ڪندو رهندو آهي. ٻار جون اهي خاصيتون جيتوڻيڪ گهڻو ڪري مورثي هونديون آهن، پر ماحول جا مختلف جزا يعني جاگرافيائي، معاشي ۽ معاشرتي حالتون انهن تي اثر انداز ٿيون ٿيون. ماحول ورثي ۾ ملڻ وارين خاصيتن ۾ ترقي جو سبب پڻ بنجي سگهي ٿو ۽ انهن خاصيتن کي گهٽائي به سگهجي ٿو. سٺو کاڌو ۽ عمدي غذا ٻار کي ٿلهو ۽ قدر آور بنائي سگهي ٿي. هو جسماني ۽ ذهني طور تي زياده ترقي ڪرڻ ۽ پنهنجا ڪم سٺي نموني ۾ پورا ڪري سگهي ٿو. قد کان وڌيڪ وزن تي ماحول جو زياده اثر ٿئي ٿو. ان ڳالهه جو به مشاهدو ڪيو ويو آهي ته ڪيترن ئي شهري گهراڻن جا ٻار عام طرح صحت جي لحاظ کان ڪمزور ٿيندا آهن، جنهن جو سبب شهرن ۾ ماڻهن جي گهڻائي ۽ فضا ۾ ۽ کاڌي ۾ ملاوٽ آهي.

## جذباتي فرق

ٻارن جي جذباتي زندگيءَ جي مطالعي ڪرڻ سان پتو پئي ٿو ته ٻار جذبن جي لحاظ کان به هڪٻئي کان مختلف ٿين ٿا. سندن اهي جذباتي فرق ماحول جي ڪري ٿين ٿا. ڪي ٻار ڪنهن شيءِ جو اثر جلدي قبول ڪري ٿا ونن پر ڪن تي ته اهي اثر قطعي ٿين ئي ڪين. جلدي اثر قبول ڪرڻ وارا ٻار حساس ٿيندا آهن، ۽ جيڪڏهن هنن جي خواهش يڪدم پوري نٿي ڪئي وڃي ته هنن جي اوسر تي خراب اثر پوي ٿو. جذباتي فرق فرد جي شخصيت کي ڪافي حد تائين متاثر ڪن ٿا. ڪي ٻار پيار ۽ تعريف ٻڌي وڌيڪ سٺن ڪمن ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن، پر ڪيترا ٻار خوف ۽ دٻپ کان ڪم ڪندا آهن. تنهنڪري سيني ٻارن کي هڪڙي ئي ڏنڊي سان هڪلڻ غير نفسياتي عمل ٿئي.

## معاشرتي ڳانڍاپن جا فرق

ٻارن ۾ معاشرتي ڳانڍاپن جي لحاظ کان به فرق ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ڏٺو ويو

آهي تہ ٻار پنهنجي والدين، ڀائرن ڀيڻين ، عزيزن ، قريبن ، پاڙيسين ، استادن، ۽ پنهنجن ساٿين سان مختلف طريقن سان پيش اچن ٿا. هنن جو اٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ جون عادتون ۽ ملڻ جلڻ جا طريقا هڪٻئي کان بلڪل مختلف ٿين ٿا. ڪي ٻار ماحول جي هر فرد سان تمام جلد مطابقت پيدا ڪري ٿا ونن ۽ ڪي جدا جدا ۽ الڳ الڳ رهڻ ڪي پسند ٿا ڪن.

يونگ ( Jung ) طبعيت جي خيال ڪان فردن ڪي ٻن گروهن ۾ ورهائي ٿو، يعني اندر ڏسندڙ ( ntrovertI ) ۽ ٻاهر ڏسندڙ ( Extrovert ) اندر ڏسندڙ شخص سوچ ويچار جي زندگي بسر ڪري ٿو. طبعيت ۾ تڏو ٿو ٿئي. اڪيلائيءَ واري زندگي ڪي پسند ڪري ٿو ۽ پنهنجين ڪاميابين جي تصوير ، خيالن ۽ تصورن جي مدد سان ٺاهي ٿو. هو خوابن جي دنيا ۾ رهڻ پسند ڪري ٿو. جن ٻارن ۾ اهي خاصيتون هجن، سي پنهنجي آئنده جي زندگي ۾ فيسلوف، حساب دان ۽ سائنسندان بنجن ٿا.

ٻاهر ڏسندڙ شخص معاشرتي ڳانڍاپن جو خاص طور تي قدر ڪري ٿو ۽ صحيح معنيٰ ۾ هڪ عملي انسان هجي ٿو. دوستن جي صحبت مان خوش ٿئي ٿو ۽ لطف حاصل ڪري ٿو. هن ڪي نت نون دوستن حاصل ڪرڻ ۾ ڪا ڏکيائي نٿي ٿئي. هو خيالي پلاءَ پچائڻ جي بجاءِ ڪم ڪرڻ ڪي وڌيڪ پسند ٿو ڪري. اهڙي خاصيت وارا ٻار بهتر سماجي ڪارڪن ۽ عملي انسان بنجن ٿا.

عام انسانن ۾ هڪ ئي وقت اهي ٻئي خاصيتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. رڳو اندر ڏسندڙ يا رڳو ٻاهر ڏسندڙ شخص معاشري ۾ بلڪل ٿورا ٿا ٿين. عموماً انسانن ۾ انهن ٻنهي طبعيتن جو ميلاپ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ۽ اهائي حالت ٻارن جي بہ آهي، نهايت ٿورا ٻار اهڙا هوندا. جيڪي رڳو اندر ڏسدڙ يا ٻاهر ڏسندڙ هوندا آهن. اڪثر ٻار ٻنهي طبعيت وارا نظر اچن ٿا. اهڙن ماڻهن کي يونگ (Jung) هڪڙي نئين نالي سان سڏي ٿو. يعني اندر ٻاهر ڏسندڙ (Amlivert ) جيڪي هڪ ئي وقت اندر ڏسندڙ بہ ٿين ٿا تہ ٻاهر ڏسندڙ بہ ٿين ٿا، انهن کي اعتدال پسند يا وچٽرائي شخص چئي سگهو ٿا.

علم پرائڻ ( تعليمي صلاحيتن ) جا فرق .

علم پرائڻ ۾ ٻه ٻار هڪ ٻئي کان مختلف ٿيـن ٿا. گهڻا ٻار هر مضمون ۾ ۽ تعليمي ڪم ۾ ٻيـن کان مـختلف ٿيـن ٿا. اهڙي قسم جي فرقن کي عمومي تعليمي جا فرق سڏجي ٿو. اهڙي فرق سبب ساڳي ئي ڪلاس ۾ اسڪالرشپ وٺڻ وارا ٻار ٻه هجن ٿا ته اهڙا ٻه هجن ٿا، جيڪي عام طور هر مـضـمـون ۾ ناڪام رهن ٿا. ڪي ٻار هرمـضـمـون ۾ وچولي درجي جي صلاحيتن حاصل ڪن ٿا ۽ ڪي هرمضمون ۾ اعليٰ صلاحيت رکن ٿا.

ڪي ٻار ڪن خاص مضمونن ۾ تيز هجڻ جي بنياد تي هڪٻئي کان مختلف نظر اچن ٿا. ان قسم جي فرقن کي خصوصي تعليمي فرق سڏيو وڃي ٿو. اهڙي فرق سـبب هڪڙو ٻار ٻئي ٻار کان سائنس ، حسـابن ، معاشرتي علمن، اردو، انگريزي وغيرهـ مان ڪنهن هڪڙي مضمون ۾ تـحصيل جي لـحاظ کان مختلف ٿي سگهي ٿو. ان طرح پنهنجي اسڪولي زندگيءَ جي مختلف دؤرن ۾ مختلف مضمونن ۾ هڪ ئي ٻار جي صلاحيت ٻه مختلف ٿي سگهي ٿي.

## تخليقي صلاحيتـن جا فرق .

تخليقي صلاحيتـن ۾ ٻه فرق ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اهي فرق ننڍي هوندي کان ئي ظاهر ٿيڻ شروع ٿي وڃن ٿا. جنهنڪري انهن فرقن کي ٻارن جي تصويرن ٺاهڻ لکڻيءَ، گفتگو، ڪردار، رانديڪن کي هٿ ۾ جهلڻ جي نـموني ۽ راند روند جي مختلف طريقن کي ڏسڻ ۽ جانچڻ جونچڻ سان پر کي ۽ سچائي سگهجي ٿو.

خصوصي لاڙن ۽ دلچسپيـن جا فرق: ٻارن جي خاص لاڙن، دلـچسپن ۽ صلاحيتـن ۾ ٻه فرق نظر اچن ٿا. ٻارن جون دلـچسپيون ماحول جي مطابق مـختلف ٿيـن ٿيـون، مـثلاً ڏسڻ ۾ اچي ٿـو تـه ڪي ٻار وڌيڪ پڙهائي ۾ دلـچسپي وٺن ٿا، جڏهن ته ڪن ٻارن کي رانديـن ۾ وڌيڪ دلـچسپي ٿئي ٿي. طبعيت جا خصوصي لاڙا ۽ صلاحيتون ٻه ٻارن ۾ مختلف ٿيـن ٿيون. ڪي ٻار طبعي طور ادبي مضمونن ڏانهن مائل ڏسڻ ۾ اچن ٿا، تـه ڪي ٻار وري عملي مضمونـن جهڙوڪ سائنسي يا حسـابن ۾ خاص لڳاءُ رکن ٿا. ڪي ٻار ڊاڪٽر بڻجڻ تـه ڪي انجنيئر بنجڻ ڏانهن مائل هجن ٿا. تحقيقات، مان ثابت

ٿيو آهي تہ صلاحيتون بہ ڪي موروثي ٿين ٿيون، تہ ڪي سازگار ماحول جي مهيا ٿي وڃڻ سان پيدا ٿي پون ٿيون. ٻارن جون شخصي وصفون مثلاً هو سچائي، ايمانداري، سهڪار، رفاقت، تحمل واري مزاج وغيره بہ هڪٻئي کان مختلف ٿين ٿا. انهي قسم جي سمورن فرقن جي خبر يا ڄاڻ استاد جي لاءِ ٻارن جي سچيءَ شخصيت جي نسرائڻ ۾ مسعل راهہ جو ڪم ڏئي ٿي.

### (iii) هر ٻار پنهنجي رفتار سان علم حاصل ڪري ٿو

جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي. سڀ ٻار گهڻين ڳالهين ۾ هڪٻئي کان مختلف ٿين ٿا. سندن فرق ۽ تفاوت جسماني، جذباتي، معاشرتي ۽ شخصي بنيادن تي هجڻ کان سواءِ سندن ذهن ۽ سکڻ جي رفتار ۾ بہ نمايان هجن ٿا. ڪي ٻار تعليم حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾نهايت تيز رفتار ٿين، تہ ڪي وچولي درجي جا ٿين ٿا. ڪي دير سان سمجڻ جي لائق هجن ٿا ۽ ڪي اهڙا ڪند ذهن ٿين ٿا جو عام طرح ڳالهہ کي سمجهڻ کان لاچار هجن ٿا. تعليمي ميدان ۾ علم حاصل ڪرڻ واريءَ رفتار جا وڏي اهميت رکن ٿا. ان جو دارو مدار ٻار جي ذهانت تي ٿئي ٿو. ذهانت جي خيال کان ٻارن ۾ ڪيترائي انفرادي فرق موجود هجن ٿا.

ٽرمن ( Terman ) ان لحاظ کان ٻارن جا مختلف قسم بيان ڪيا آهن.

### ذڪي يا عطائي ( يا ذات وارا ) ٻار:

هي ٻار تمام تيز ذهن وارا ٿيندا آهن. ڳالهہ کي هڪدم سمجهي وڃڻ هنن جي خصوصيت هوندي آهي ۽ هنن جي ذهني پيمائش جو انگ ( I.Q ) 140 يا ان کان بہ زياده ٿئي ٿو. هي ٻار عام ٻارن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ صحت مند سگها ۽ ذهانت، ارادي جي قوت، ڳولا جي وڌن، مزاج، جي مضبوطي ۽ اشاري ۾ سمجهي وڃڻ تي لحاظ کان ڏاڍي اوچي پد وارا هوندا آهن. هي ٻار پنهنجي عمر تي لحاظ کان گهٽا، گهٽا وڌيڪ سمجهدار هوندا آهن ۽ ماحول تي ناموافق اثرن کان متاثر نہ ٿيندا آهن، بلڪ ماحول کي پنهنجي مرضيءَ مطابق بنائي وٺندا آهن. اهڙا ٻار هر ڳالهہ تي اونهائي يا گهر تائين پهچن ٿا عادتي هوندا آهن ۽ جيستائين صحيح معنيٰ ۾ هنن کي سمجهايو

نہ وڃي جيستائين هو مطمئن نہ ٿيندا آهن ڪم ڪرڻ ۽ سمجهڻ جي رفتار هنن ۾ تمام گهٽي ٿيندي آهي، اهڙا ٻار بلڪل ٿورا ٿيندا آهن.

### اعليٰ ذهين ٻار:

هنن جي ذهني پئمائش جو انگ 110 کان 139 تائين ٿئي ٿو. هي ٻار بہ ڏاڍا ذهين ۽ سمجهدار ٿيندا آهن. پنهنجي عمر کان وڌيڪ معاملن کي مسجهڻ وارا ٿيندا آهن. هي ٻار ڏات وارن ٻارن کان ڪم ڪرڻ ۽ سمجهڻ جي صلاحيت ۽ رفتار ۾ ڪجهہ گهٽ هوندا آهن. استاد جي ذهن تي سٺو تاثر قائم ڪندا آهن، هي ٻار اڪثر ڪجري هر اسڪول ۾ ڏناويندا آهن ۽ شخصيت جي لحاظ کان متوازن ( عين پوري پڊ وارا) ٿيندا آهن.

### وچٿرا ٻار:

هي وچولي صلاحيت وارا ٿين ٿا، هنن جي ذهني پيمائش جو انگ 90 کان 109 تائين ٿئي ٿو. هنن ٻارن کي اسين عام ٻار يا وچولي پڊوارا ٻارا چئون ٿا. ڪم ڪار ڪرڻ جي معاملي ۾ هنن جو شمار وچٿرو ٿئي ٿو. عام تاثر هيءُ آهي تہ اهڙا ٻار تدريسي ميدان ۾ نڪي گهٽا تيز ٿا ٿين ۽ نڪي هيٺين درجي جا هنن جي سکڻ جي رفتار درمياني ٿئي ٿي. اسان جي ڪلاس ۾ اهڙن ٻارن جو تعداد 60.7 في صد کان زياده ٿئي ٿو.

### ڪُند ذهن ٻار:

هنن ٻارن جي ذهني پئمائش جو انگ 70 کان 89 تائين ٿئي ٿو. ذهني خيال کان هي ٻار پست هوندا آهن. سيکاريل ڪم ياد رکي نٿا سگهن. اهڙا ٻار تعليمي لحاظ کان ڪنهن حد تائين بوجهہ يا بار سمجهيا ويندا آهن. هنن جي سکڻ جي صلاحيت ۽ رفتار گهٽ ٿئي ٿي . محنت ڪرڻ جي باوجود سبق ياد ڪرڻ هنن لاءِ هڪ مسئلو بنجي ٿو پوي ، اهڙن ٻارن جو تعداد بلڪل گهٽ هوندو آهي. هنن لاءِ استاد کي زياده محنت ڪرڻي پوي ٿي. اهڙا ٻار هر اسڪول ۾ ٿين ٿا. هي عام طور تي هڪ سال ۾ هڪ جماعت پاس نٿا ڪري سگهن.

### غبي ٻار:

اهڙا ٻار جن جي ذهني پئمائش جو انگ 70 کان گهٽ هجي. تن کي

غبي چئبو آهي. هو پنهنجي ذهن کي استعمال ڪرڻ کان لاچار هوندا آهن. ڪو ڪم هنن کي سپرد ڪجي ٿو تہ سخت محنت ۽ نظر داريءَ کان سواءِ ان کي پورو نٿا ڪري سگهن. سندن انهيءَ ڪم عقليءَ جا ڪيترائي سبب ٿي سگهن ٿا. ٿي سگهي ٿو تہ جذباتي طور پريشان هجن يا خانداني مسئلن جي ڪري هو نفسياتي مريض بنجي ويا هجن. جيتري قدر هن جي سکڻ جي رفتار جو تعلق آهي تہ اُها نهايت پست هوندي آهي ۽ اسڪول ۾ هڪ ٻن درجن کان اڳتي چڙهڻ هنن لاءِ ممڪن ڪونهي. ڏات وارن ٻارن وانگر غبي ٻارن جو تعداد بہ اسڪول ۾ تمام گهٽ ٿئي ٿو.

احمق ٻار:

30 کان گهٽ ذهني پئمائش جي انگ وارا ٻار احمق سڏبا آهن. هنن جي ڪارڪردگي نہ هجڻ جي برابر هوندي آهي. ايتري قدر جو ڪپڙن بدلائڻ، ڪاڏي کائڻ، وهنجڻ وغيرهہ جهڙا ڪم بہ ٻين جي مدد کان سواءِ نٿا ڪري سگهن. هنن جي سکڻ جي رفتار نہ هجڻ جي برابر هوندي آهي. هي ٻار نہ رڳو پنهنجي خاندان، بلڪ معاشري جي لاءِ بہ هڪ قسم جو بوجهہ هجن ٿا. اهي ٻار عام اسڪولن ۾ نٿا وڃي سگهن.

هڪ سٺي استاد لاءِ لازم آهي تہ هو ٻارن جي مٿي لکيل قسمن کي ذهن ۾ رکندي، هنن جي تدريس ڪري. ذهانت جا هي انفرادي فرق تعليمي لحاظ کان نهايت اهم آهن. ڏات وارا ۽ اعليٰ ذهن رکندڙ ٻار ڏکئي ۾ ڏکئي علمي مسئلي کي آسانيءَ سان سمجهي سگهندا آهن. تنهنڪري هن ڳالهہ جو خاص خيال رکجي تہ هنن جي تعليم ۽ تدريس، رڳو لڪائي پڙهائيءَ تائين ئي محدود نہ رهي. تدريس جي انهن ڳالهين لاءِ البت گهٽ ذهين ٻارن ڏانهن خاص ڌيان جي ضرورت هجي ٿي. جن کي ڪلاس جي وچٿري معيار کان بہ ڪجهہ آسان تعليمي ڪم ڏيڻ گهرجي.

مشاهدن مان اها ڳالهہ واضح آهي تہ هرهڪ ملڪ ۾ اڪثر ٻارن جي ذهانت وچولي درجي جي ٿئي ٿي. ۽ هر ٻار پنهنجي رفتار سان تعليم حاصل ڪري ٿو. ... ٿري استادن لاءِ ضروري آهي تہ ٻارن جي ذهني صلاحيت جو جائز... رهي. هنن جي تعليمي رفتار کان آگاهہ رهي ۽

اهو ڏسي ته ڪهڙن ڪهڙن طريقن سان هو ڪلاس ۾ پنهنجي شاگردن جي پوري رهنمائي ڪري سگهي ٿو. اهو به ڏٺو ويو آهي ته ڪن ٻارن جي تعليمي رفتار شروعاتي درجن جي ڀيٽ ۾ پوءِ وارن درجن ۾ گهٽجي وڃي ٿي. هن سلسلي ۾ استاد جو ڪردار نهايت اهم ٿو ٿئي. ان لاءِ هن جو اهو فرض ٿئي ٿو ته ڪلاس ۾ ٻارن جي ڪم جو لاڳيتو جائزو وٺندو رهي ۽ ڏسي ته ٻار پنهنجي تعليمي رفتار تيز ڪن يا تيز تر ڪندا رهن ٿا. استاد جي لاءِ اهو به ضروري آهي ته هو انهن سببن ۽ مشڪل مسئلن تي ڪنٽرول ڪري، جن سان ٻارن جو عموماً واسطو پوندو رهي ٿو.

(iv) انفرادي فرق ۽ تعليمي ڪم:

ٻارن ۾ انفرادي فرق هڪ فطري حيثيت آهن. عام خاصيتن جي ٻارن ۾ عام طرح گهٽ درجي جا فرق ڏسڻ ۾ اچن ٿا. پر غير معمولي ٻار ۾ اهي فرق انتهائي درجي جا ٿين ٿا. هڪ غير معمولي ٻار پنهنجي اوڻائي يا خاصيت جي بنياد تي غيرمعمولي طور تي مختلف ٿئي ٿو. انهيءَ نمايان فرق جي ڪري، اُهي غير معمولي ٻار ماحول ۽ ٻين فردن سان ايڏي آساني سان گڏجي وک کڻي يا مطابقت ۾ هلي نه سگهندا آهن. عام ٻارن ۾ مختلف قسمن جيانفرادي فرقن جو هجڻ هڪ فطري ڳالهه آهي ۽ هن جي ترقي يا تنزل پڻ انهن فرقن جي بنياد تي ٿئي ٿو. مختلف قسم جي انهن عام يا خاص فرقن جي حالت ۾ استاد جي رهنمائي به مختلف هجڻ گهرجي ۽ ان کان سواءِ ڪلاس ۾ تدريس جي ڪم کي موثر ۽ جامع بڻائي نٿو سگهجي. انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ تعليمي ڪمن کي انفرادي فرقن جي روشنيءَ ۾ نئي رٿڻو ۽ عملي صورت ۾ آڻڻو آهي. اهڙو اسڪول جنهن ٻارن جي انفرادي فرقن جي روشنيءَ ۾ "مطابقت" ۾ ڪارائتي تخليقي تعليمي عمل لاءِ ضروري قدم کنيا وڃن ٿا، سو واقعي هڪ مثالي اسڪول سڏجي سگهي ٿو.

اسان جي ملڪ جي اسڪولن ۾جماعتي تدريس جي طريقي جو رواج آهي. تدريس جي هن روايتي طريقي ۾ استاد سڀني شاگردن کي هڪڀئي سان گڏ پاڙهي ٿو. تقريري ۽ تحريري مشقون ڪرائي ٿو ۽ اها ڪوشش ٿو

ڪري تہ سيئي شاگرد گڏوگڏ هڪجهڙي رفتار سان ترقي ڪن. پڙهائي جي هن طريقي مان وچولي درجي جا ٻار ئي فائدو وٺي سگهن ٿا. وڌيڪ ذهين ۽ غبي ٻار ان مان فائدو حاصل نٿا ڪري سگهن. نفسيات جي ماهرن وٽ اثرائتي تعليم جو لازمي شرط اهو آهي تہ شاگرد جي انفراديت جو احترام ڪيو وڃي.

تدريس جي روايتي طريقي ۾ ڇاڪاڻ تہ ٻارن جي انفرادي فرقن ڪي گهٽو خيال ۾ نٿو رکيو وڃي، تنهنڪري ان جا خاطر خواهہ نتيجا حاصل نٿا ٿي سگهن.

انهن خامين کي دور ڪرڻ لاءِ ويهين صدي جي اوائل ۾ تدريس جي اهڙي طريقي جي رائج ڪرڻ طرف زور ڏنو ويو وڃي، جيڪي ٻارن جي انفرادي فرقن ڪي خيال ۾ رکن. انهن تدريس طريقن ۾ هيٺيان قابل ذڪر آهن:

انفرادي تدريس ( پڙهائي ) (Individnal)

گروهي تدريس ( پڙهائي ) (Group Teaching)

خصوصي تعليم ۽ تدريس ( پڙهائي) (Special Educatin)

## انفرادي تدريس:

انفرادي تدريس ۾ ٻار جي انفرادي خصوصيتن کي مرڪزي حيثيت ۽ اهميت حاصل هجي ٿي. انفرادي تدريس جو بنيادي مقصد هيءُ آهي تہ شاگرد کي آزادنہ طور تي پنهنجي فڪري قوت ۽ صلاحيت کي استعمال ڪرڻ جي عملي تربيت ڏني وڃي تہ جيئن تعليم هن جي ذاتي تجربي ۽ شخصيت جو حصو بنجي وڃي. انفرادي تدريس ۾ مدرسي جو وقت پيربڌن ۾ ورهايو نٿو وڃي ۽ ضروري سمجهيو وڃي ٿو تہ ٻار کي انفرادي طور تي تعليم ڏني وڃي. تدريس جا انفرادي طريقا ٻار کي کي راند جي ذريعي تعليم ڏيڻ کي پسند ڪن ٿا. انفرادي تدريس طريقي ۾ قابل قابل مانيٽسوري طريقو

طريقو (Montesorry)

رٿائون طريقو (Project Method)

ڊالٽين پلان ( Datton plan )

وٽيڪا پلان (Vitecca Plan) ۽ ڪمپيوٽر جي ذريعي تدريس شامل آهن.

مانٽيسوري تدريسي طريقي ۾ ٻارن کي تعليمي راندين جي ذريعي

بنيادي مهارتن حاصل ڪرڻ جا موقعا ڏنا وڃن ٿا. مختلف تعليمي رانديڪا مثلاً ڪاٺي جا ڪتيل فريم ، بلاڪ، الف ب جي حرفت ۽ برش ۽ رنگن سان ڪپڙندي ڪيڏندي ٻار پڙهڻ لکڻ ۽ ڳڻڻ سکي وڃن ٿا. تدريس جي رٿائين طريقي ۾ بہ شاگرد ڪنهن مسئلي کي سامهون رکي رٿا تيار ڪن ٿا. ڪلاس جو هر هڪ شاگرد رٿا جي مختلف سرگرمين ۾ پنهنجي پسند مطابق حصو وٺي ٿو ۽ ان کي پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. ڊالٽن پلان ۾ بہ ٻار جي انفرادي حيثيت ۽ لاڙي کي اهميت ڏني وئي آهي. هن تدريسي طريقي ۾ بہ راندين جي ذريعي ٻار جي ذهني سگهہ ۽ صلاحيتن کي سجاڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي. هن منصوبي ۾ اسڪول جا ڪلاس مختلف تجربيگاهن، تبديل ڪيا وڃن ٿا. هر تجربيگاهہ ۾ واسطيدار مضمون جا ڪتاب ، امدادي سامان ۽ ان مضمونن جو استاد موجود هجي ٿو. ٻار پنهنجي مرضيءَ سان انهن ڪلاسن ۾ اچن ٿا، ۽ رڳو پنهنجي ضرورت ۽ مشڪلات جي وقت استاد کان رهنمائي حاصل ڪن ٿا، استاد جو ڪم فقط شاگرد جي رهنمائي ۽ هن جي روزمرهہ جي ڪم جي رپورٽ تيار ڪرڻ آهي، ونيڪا پلان جي پنيان اهو نظريو آهي تہ نصاب جي سمورن مضمونن مان ٻار پنهنجي مرضيءَ ۽ پسند مطابق مضمون چونڊي ٻار کي پوءِ پنهنجي پسندي وارن انهن مضمونن کي پڙهڻ ۽ سکڻ جا آزاديءَ سان موقعا ڏنا وڃن ٿا، تہ جيئن هن جون فطري صلاحيتون سجاڳ ٿي سگهن ۽ ابري اچن. هن طريقي ۾ امتحانن جي اهميت کي بہ خيال ۾ رکيو ويو آهي . نئين ڪم شروع ڪرڻ کان پهرين ٻار جي گذريل معلومات جي جائزي وٺڻ کي بہ ضروري سمجهيو ويو آهي. ڪمپيوٽر ذريعي پڙهائي ۾ بہ انفرادي تدريسي طريقي جو عمل زياده چڱو نموني سان پورو ٿئي ٿو. هن طريقي ۾ هر ڪو ٻار پنهنجي رفتار سان سکي ٿو ۽ هن جون تخليقي صلاحيتون وڌن ٿيون. انفرادي تدريس تعليم جو هڪ موثر ڍنگ يا نمونو آهي، پر اسان جي ملڪ ۾ وسيلن جي گهٽتائي جي ڪري ان کي پوري طرح سان استعمال ۾ نٿو آڻي سگهجي. تنهنڪري ضرورت انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ روايتي تدريسي طريقي سان گڏوگڏ انفرادي تدريس کي بہ ممڪن حد تائين شامل ڪيو وڃي، تہ جيئن تدريس جا خاطر خواهہ نتيجا نڪرن ۽ ٻار جي انفرادي

شخصيت بہ ايري سگهي.

## گروهي تدريس:

اسان جا سمورا اسڪول استادن جي ڪميءَ جو شڪار آهن. خاص ڪري اڪثر پرائمري اسڪول تہ رڳو هڪ يا ٻن استادن تي ٻيٺل هجن ٿا. هڪ ئي استاد جي سنڀال هيٺ ٻار جو اهڙو وڏو گروهہ ٿئي ٿو، جنهن ۾ مختلف خاصيتن جا شاگرد موجود هجن ٿا. مختلف صلاحيتن ۽ ذهني سمجهہ وارن شاگردن کي هڪ ئي رفتار سان هلائڻ ڏاڍو ڏکيو مسئلو ٿي پوي ٿو ۽ ان طرح شاگرد استاد جي بي توجهي جو شڪار ٿيو وڃن ۽ هنن جون فطري صلاحيتون ايري نٿيون سگهن. اهڙيءَ صورت حال ۾ اهم مسئلو اهو ٿو ٿئي تہ شاگردن جي ورهاست ۽ تنظيم ڪهڙي طرح ڪئي وڃي، جو هر ٻار کي جدا جدا توجهہ ملي ۽ پڙهائي اثرائتي ثابت ٿئي. ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ گروهي پڙهائي هڪڙو ڪار آمد ذريعو آهي.

گروهي پڙهائي جو مطلب هيءَ آهي تہ هڪ وڏي گروهہ کي ننڍين ننڍين گروهن يا درجي وار مٿي ڪان هيٺ وارن گروهن ۾ تبديل ڪيو وڃي. ائين ننڍين ننڍين گروهن ۾ ٻارن جي انفرادي اختلافن جو ڪافي حد تائين خيال ڪري سگهجي ٿو ۽ ٿي وڃي ٿو. جديد تحقيقاتن اهو ثابت ڪري ڇڏيو آهي تہ انفرادي توجهہ ڪان سواءِ ڪابہ پڙهائي موثر ثابت نٿي ٿي سگهي. گروهي پڙهائي ۾ ننڍا ننڍا گروهہ جيڪي عام طور تي پنجن يا ڇهن شاگردن جا هوندا آهن، تن ۾ هر ڪو ٻار استاد جي انفرادي توجهہ جو مرڪز بنجي سگهي ٿو. گروهي پڙهائي ۾ هرگروهہ پنهنجي استعداد (ذهني سمجهہ) جي مطابق سبق پڙهي ٿو ۽ پنهنجي مخصوص رفتار سان ترقي ڪري ٿو. استاد هر گروهہ تي واري واري سان ڌيان ڏئي ٿو. اهڙيءَ طرح پڙهائي جي هن طريقي سان جماعتي (گڏيل) انفرادي ( الڳ الڳ) تدريس پنهنجا فائدا حاصل ٿي وڃن ٿا.

گروهي پڙهائي لاءِ گروهہ بندي نهايت ئي احتياط سان ڪرڻي پوي ٿي. هن مقصد لاءِ مختلف خيالن يا فلسفن، مضمونن جي نوعيت، اسڪول ۾موجود سهوليتن ۽ انفرادي فرقن کي نظر ۾ رکيو وڃي ٿو. گروهہ ٻن قسمن

جا ٿي سگهن ٿا. هڪڙو اهڙو گروهه، جنهن ۾ هڪ جهڙين ۽ ساڳين خاصيتن جي شاگردن کي رکيو وڃي، تنهن کي هڪجهڙو يا برابريءَ وارو گروهه چئجي ٿو. ۽ جيڪڏهن جدا جدا خاصيتن وارا شاگرد ڪنهن هڪ گروهه ۾ رکيا ويندا ته اهو غير برابريءَ وارو گروهه سڏبو. عام طرح پڙهائيءَ جا جيڪي گروهي طريقا عمل ۾ اچن ٿا، تن ۾ ڪثيرالعمر گروهه، استعدادي ( لياقت مطابق ) گروهه، مضمونن جي استعداد (لياقت) مطابق گروهه، وغيره شامل آهن.

ڪثيرالعمر گروهه ۾ جدا جدا عمرين، مگر حاصلاتي اڀياس ۽ تعليمي درجي مطابق شگردن کي هڪڙي گروهه جي شڪل ڏني وڃي ٿي. استعدادي گروهه ۾ ذهني لياقت حاصلاتي اڀياس مطابق شاگردن کي هڪ گروهه ۾ رکيو وڃي. هي استعدادي گروهه تدريس جي روايتي طريقي سان گهٽي مطابقت رکن ٿا ۽ نهايت موزون آهن. ڇو جو انهيءَ ۾ شاگردن لاءِ انهن جي انفرادي فرقن مطابق حالتون پيدا ڪيون وڃن ٿيون ۽ کين هڪجهڙيءَ رفتار سان هلائي سگهجي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن الڳ الڳ مضمونن ۽ سرگرمين ۾ شاگردن جي حاصلاتي اڀياس ۽ لياقت کي ڏسندي، گروهه کي تشڪيل ڏني وڃي ٿي. جيڪو مضمونن جي استعداد مطابق گروهه سڏجي ٿو. اهڙا گروهه ان خيال کان فائدي مند ٿين ٿا جو هڪ شاگرد جنهن کي ڪنهن هڪڙي مضمون ۾ سست رفتاريءَ جي ڪري هيٺين گروهه ۾ رکيو ويو هجي، تنهن کي ڪنهن ٻئي مضمون ۾ بهتر اڀياس ۽ لياقت جي ڪري تيز رفتار شاگردن جي گروهه ۾ ڪم ڪرڻ جا موقعا ملي ٿا وڃن ۽ ائين هر شاگرد جو ذاتي تصور ۽ انا مجروح ٿيڻ کان بچيو وڃي. گروهي پڙهائيءَ ۾ جيتوڻيڪ ڪافي خوبيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون، پر اهو هر مضمون جي لاءِ هر وقت عمل ۾ نٿو آڻي سگهجي. ان جو استعمال صرف چند مضمونن تائين ٿي سگهي ٿو. هي طريقو جماعتي پڙهائيءَ ۽ انفرادي پڙهائيءَ جي اوڻاين کي دور ڪرڻ لاءِ استعمال ۾ آڻي سگهجي ٿو. در حقيقت تعليم ميدان ۾ هڪ تجربيڪار استاد تدريسي طريقن جي استعمال ۾ پنهنجي تجربي مان فائدو وٺي سگهي ٿو. شاگردن جي انفرادي فرقن کي سامهون رکندي، موقعي جي مناسبت سان پڙهائيءَ جي مختلف طريقن کي

چونڊي هنن جي پنهنجي صلاحيتن ۽ استعداد لياقت جي مطابق شاگردن کي ترقيءَ جا بهتر کان بهتر موقعا ڏيئي سگهجن ٿا .

**خصوصي تعليم ۽ تدريس:**

خصوصي تعليم جو مطلب تدريس يا پڙهائيءَ جو هڪ اهڙو نظام آهي، جيڪو غير معمولي ٻارن جي تربيت ۽ تڪميل ڪري ٿو. خصوصي تعليم جو بنيادي مقصد غيرمعمولي ٻارن مان مراد اهڙا ٻار آهن، جيڪي ذهني، جسماني، جذباتي ۽ معاشرتي خيال کان عام ٻارن کان ڪافي حد تائين مختلف هجن. اعليٰ ذهن جا مالڪ، انهن ۾ هڪڙي پاسي تہ ذکي ۽ ڏات وارا ٻار آهن، ۽ ٻئي پاسي ڪمتر ذهني صلاحيت جا غبي ٻار آهن. جسماني طور تي معذور ۽ تعليمي پستيءَ جو شڪار ٻار بہ غير معمولي ٻارن جي زمري ۾ اچي وڃن ٿا. غير معمولي ٻارن جي تعليم ۽ تدريس، عام ٻارن سان گڏ ممڪن نٿي ٿي سگهي. انهن جي لاءِ خصوصي تعليم جا انتظام ڪرڻ ضروري ٿيـن ٿا. خصوصي تعليم ۾ هر ٻار جي درس تدريس جي لاءِ انفرادي تعليمي رٿا (Individnal Education Plan) تيار ڪئي وڃي ٿي تہ جيئن هو ماحول سان مطابقت پيدا ڪري سگهن. انفرادي تعليمي رٿا جي خصوصيت کي نظر ۾ رکندي، اهڙين سرگرمين جو بندوبست ضروري ٿو ٿئي، جن سان هن جي شخصيت جامع ۽ متوازن طور تي پرورش وٺي سگهي ۽ هن جي صلاحيت مان پورو پورو فائدو وٺي سگهجي. انهن مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ يا تہ عام اسڪولن جي نصاب ۾ انهن لاءِ خاص تبديلي ڪئي وڃي ٿي، يا هنن جي تعليم تربيت جو انتظام الڳ اسڪولن ۾ ڪيو وڃي ٿو. خصوصي تعليم لاءِ بہ موقعي ۽ مهل جي مناسبت سان انفرادي يا گروهي پڙهائيءَ جا طريقا استعمال ٿيـن ٿا. خصوصي تعليم جا شعبا هيٺ ڏيکاريل آهن.

ذکي (ڏات وارن ) ٻارن جي تعليم : ذکي ٻار قوم جو بيش بها سرمايو آهن. جيڪڏهن اهڙن ٻارن لاءِ خصوصي تعليم جو بندوبست ڪيو وڃي تہ اُهي وڏا ٿي زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ نمايان ڪارناما سرانجام ڏين ٿا، ۽ جي انهن کي نظر انداز ڪري ڇڏيو وڃي تہ پوءِ ممڪن آهي تہ هو

پنهنجي ذهانت جو غلط استعمال ڪن ۽ گمراهہ ٿي وڃن. تنهنڪري انهن جي تعليم ۽ تربيت وٺي تدبر ۽ پوري ذميداريءَ ۽ ڌاهپ سان ڪرڻ ضروري آهي. اهڙن ٻارن جي تعليم جو نصاب نسبتاً اعليٰ ۽ جامع هجڻ گهرجي. ڪن ماهرن جي راءِ ۾ اهڙن ٻارن لاءِ الڳ اسڪول قائم ڪرڻ گهرجن. اهڙا ٻار چاڪاڻ تہ معاشري ۾ نهايت ٿورا ٿيندا آهن. تنهنڪري الڳ اسڪول قائم ڪرڻ جي مشڪلات کي نظر ۾ رکندي، اڪثر ماهر هن ڳالهہ کي پسند ڪن ٿا تہ عام اسڪولن ۾ ئي اهڙن ٻارن جي تربيت جا خصوصي انتظام ڪيا وڃن، جتي هنن کي خاص وقتن ۾ ڪلاس جي عام نصاب کان علاوهہ اعليٰ ۽ خصوصي تعليم بہ ڏني وڃي، ۽ انهن لاءِ اهڙين سرگرمين جو بندوبست ڪيو وڃي. جن سان هنن جي فطري صلاحيتون نسري سگهن.

تعليم جي ماهرن جي راءِ مطابق ذڪي ٻارن جو نصاب تيار ڪندي ٽن ڳالهين جو بندوبست خاص طرح ضروري آهي:

1- اهڙين ڳالهين جو بندوبست ، جنهن ۾ اهڙن ٻارن کي جديد معلومات ملي سگهي.

2- اهڙين ڳالهين جو بندوبست جنهن ۾ ٻارن جو اعليٰ ذهن يعني انهن جو عقل ۽ ڌاهپ ياداشت ۽ فڪري تخليقي صلاحيتون سجاڳ ٿي سگهن.

3- اهڙين ڳالهين جو بندوبست، جنهن ۾ ٻارن جي جذباتي سڪون ۽ آسودگيءَ جو سامان موجود هجي.

بدقسمتيءَ سان اسان جي اسڪولن ۾ اهڙن ٻارن جي تربيت جا ڪي بہ بندوبست موجود ناهن ۽ اهڙيءَ طرح اسان جو معاشرو انهن جي غير معمولي صلاحيت مان پورو فائدو وٺي نٿو سگهي.

## غبي ٻارن جي تعليم :

اهڙا سمورا ٻار جن جي ذهني پيمائش جو انگ 70 کان گهٽ هجي، سي "غبي" ٿا سڏجن. هي ٻار عام ٻارن وانگر زندگي نٿا گذاري سگهن ۽ جذباتي ۽معاشرتي عدم مطابقت جو شڪار ٿين ٿا.

هنن جي لياقت ۽ اڀياس جي رفتار تمام گهٽي سست ٿئي ٿي. اهڙن ٻارن جي تعليم عام اسڪولن ۾ ممڪن نٿي ٿئي. تنهنڪري هنن جي

خصوصي تعليم لاءِ الڳ ادارا قائم ڪيا وڃن ٿا، جتي هنن جي لياقت مطابق درس تدريس جو انتظام ڪيو وڃي ٿو. هنن جي تعليم ۾ عملي ڪم وڌيڪ شامل ٿئي ٿو. اهڙن ٻارن جي پڙهائيءَ ۾ استاد ۽ ماءُ پيءُ کي وڏي حوصلي ۽ تحمل کان ڪم وٺڻو پوي ٿو. خصوصي تعليم اهڙن ٻارن کي معاشري تي بار بنجڻ نٿي ڏئي. پاڪستان ۾ غبي ٻارن جو هڪ خاص تعداد موجود آهي. پاڪستان جي وڏي وڏن شهرن ۾ اهڙا ادارا قائم ڪيا ويا آهن، جتي هنن جي تعليم ۽ تربيت جو انتظام ڪيو ويو آهي. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته هر جڳهه تي اهڙا ادارا قائم هجن ۽ اهڙا خير خواهه ۽ سخي همدرد انسان اڳتي وڌن، جيڪي حڪومت سان هٿ ونڊائي سگهن.

## جسماني طور معذرو ٻارن جي تعليم:

اسان وٽ ڪافي اهڙا ٻار به آهن. جيڪي لولا لنگڙا ۽ جڏا به آهن، اکين جي نور کان محروم آهن. گونگا ۽ ٻوڙا آهن ۽ اهڙا ٻار به آهن. جيڪي گهٽ ڏسي يا ٻڌي سگهن ٿا. غيرمعمولي ٻار عام طور تي جذباتي عدم مطابقت جو شڪار ٿين ٿا. انهن ٻارن لاءِ خصوصي تعليم جا موقعا موجود هجڻ گهرجن، جتي هنن جي جسماني معذوريءَ کي نظر ۾ رکندي، سندس اهڙي تعليمي عمل جو انتظام ڪيو وڃي جنهن ۾ هو شامل ٿي سگهن ۽ مناسب عملي ۽ فني تربيت حاصل ڪري سگهن، ٻين جي مٿان بار نه ٿين ۽ پنهنجي زندگيءَ ڪاميابيءَ سان گذارين.

ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ۾ معمولي نقص وارن ٻارن کي عام اسڪولن ۾ تعليم ڏيئي سگهجي ٿي. اهڙن ٻار ن کي ڪلاس ۾ اڳين بينچن تي ويهارڻ گهرجي ۽ استاد کي ان ڳالهه جو خاص خيال رکڻ کپي ته اهڙا ٻار هن جي هر ڳالهه ٻڌي ۽ سمجهي سگهن. ٻين اهڙن معمولي جسماني نقصن وارن ٻارن کي به عام اسڪولن ۾ تعليم ڏيئي سگهجي ٿي. استادن کي اهڙن ٻارن جي جذبن ۽ احساسن جو خاص خيال رکڻ گهرجي. وڌيڪ نقص وارن ٻارن جي تعليم ۾ مختلف قسم جي اوزارن جي ضرورت هوندي آهي. تنهنڪري اهڙي قسم جي ٻارن جي خصوصي تعليم مخصوص تعليمي ادارن ۾ ئي ٿي سگهي ٿي. اُنهن مخصوص تعليمي ادارن ۾ استادن کي مختلف تعليمي

اوزارن سان گڏوگڏ اهڙن ٻارن جي نفسيات ۽ پڙهائيءَ جي [illegible] طريقن کان بہ چڱي طرح واقف هجڻ ضروري آهي. اڄ ڪلهہ [illegible] ٻارن جي خصوصي تعليم ۽ تربيت ۽ سندن ڀلائيءَ ۽ بهتري [illegible] ڌيان ڏنو پيو وڃي. جنهنڪري هنن جي تعليم ۽ تربيت جو [illegible] پيو آهي.

اميد ٿي ڪجي تہ حڪومت جي انهن ڪوششن [illegible] ۾ اسان جي معاشري جا اهي غيرمعمولي فرد بہ ڪاميابيءَ سان [illegible] زندگي گذارڻ جا اهل ٿي ويندا.

## سوال

1- انفرادي فرقن جي حوالي سان هر ٻار جي [illegible] سبب ٻڌايو؟

2- انفرادي فرقن جا مختلف پهلو ڪهڙا آهن؟ [illegible] ۾ جذباتي ۽ تعليمي تحصيل جي فرقن جي اهميت بيان ڪريو.

3- پڙهائيءَ جا انفرادي طريقا مختصر طور بيان ڪريو.

4- عمومي تعليم ۾ انفرادي فرقن کي نظر ۾ [illegible] پڙهائيءَ جا جيڪي طريقا تجويز ڪيا ويا آهن، تن کي مختصر طور بيان ڪريو.

5- غير معمولي ٻارن مان ڇا مراد آهي؟ خصوصي تعليم جي ضرورت ڪٿي ڪٿي پيش اچي ٿي؟

6- هيٺين جي وضاحت ۾ هڪ هڪ پيرا گراف لکو:

(i) انفرادي فرقن جو علم هڪ استاد لاءِ بنيادي اهميت رکي ٿو.

(ii) خصوصي تعليم جي اهميت ۽ ضرورت.

7- هيٺين سوالن جا جواب وڌ ۾ وڌ ٽن سٽن ۾ لکو:

(i) ڪند ذهن ٻار بار بار فيل ڇو ٿيندا آهن؟

(ii) جماعتي پڙهائيءَ جي طريقي مان سڀ ٻار هڪ جيترو فائدو پرائي ڇو نٿا سگهن ؟

(iii ) انفرادي تدريس جو بنيادي مقصد ڇا آهي؟

(iv ) ذڪي ٻارن جي خصوصي نصاب ۾ ڪهڙيون خاصيتون هجڻ گهرجن؟

(v) انڌن ٻوڙن ۽ گونگن ٻارن کي عام اسڪول ۾ تعليم ڇو نٿي ڏئي سگهجي ؟

(vi) گروهي تدريس ۾ ننڍا ننڍا گروهه ڇو تشڪيل ڏنا ٿا وڃن ؟

8- هيٺيان خال ڀريو.

(i) انفرادي تدريس ۾ .......... ۽ .......... بنيادي ڳالهين جي طور ني ڪم ڪريو.

(ii) قد جي ٻيٽ ۾ وزن تي .......... جو اثر زياده ٿئي ٿو.

(iii) اندر ڌسندڙ مردن جي ٻيٽ ۾............ فرد معاشرتي رابطن جو خاص خيال رکن ٿا.

(iv) اهڙا ٻارجن جي ذهني پيمائش جو انگ 140 يا ان کان زياده هجي، ............. ٻار سڏبا آهن.

(v) غبي ٻارن جي ذهني پيمائش جو انگ ..... کان گهٽ ٿئي ٿو.

(vi ) اسڪول ۾ وچولي ذهن جي ٻارن جو تعداد .......... في سيڪڙو کان زياده ٿئي ٿي.

(vii) پڙهائي جي طريقي ۾ شاگرد ڪنهن مسئلي کي سامهون رکي رٽا بڻائين ٿا.

(viii ) گروهه پڙهائيءَ ۾ننڍا گروهه عام طور تي.......... شاگردن تي مشتمل ٿين ٿا.

9- هيٺين صحيح ۽ غلط بيان جي نشاندهي ڪريو:

1- حاڙن ٻارن جي شخصيت منفرد نٿي ٿئي.

2- انفرادي فرقن جو دائرو تمام وسيع ٿئي ٿو.

3- جسماني خصوصيتن تي وراثت کان علاوه ماحول جا اثر بہ ٿين ٿا.

4- تخليقي صلاحيتون مڪمل طور تي موروثي ٿين ٿيون.

5- ذهين ٻارن ۾ سمجهڻ جي صلاحيت نهايت گهٽ ٿئي ٿي.

6- احمق ٻار تعليمي ميدان ۾ سست رفتار ٿين ٿا.

7- هڪ ئي عمرجي ٻارن جي تعليمي لياقت ۽ علم حاصل ڪرڻ جي رفتار هڪجهڙي ٿئي ٿي.

8- انفرادي توجهہ کان سواءِ ڪابہ پڙهائي موثر نٿي ٿي سگهي.

9- گروهي پڙهائيءَ جو اثر هر مضمون جي تعليم تي ٿي سگهي ٿو.

10- سماعت (ٻڌڻ ) ۽ بصارت ( ڏسڻ ) ۾ معمولي نقص وارن ٻارن کي عام اسڪولن ۾ تعليم ڏيئي سگهجي ٿي

باب ائون

# سکيا ۽ ترغيب

## سکيا (Learning and Motivation)

نفسيات جي ماهرن سکيا (Learning) جي وصف جدا جدا لفظن ۾ بيان ڪئي آهي. هينري سمٿ جي چوڻ موجب، سکيا جو مطلب آهي. نئين ڪردار ۽ عملن جو حاصل ڪرڻ، ۽ مشق وسيلي اڳئين ڪردار ۽ عملن ۾ پختائي يا ڪمزوري (ٻين لفظن ۾ تبديلي) پيدا ڪرڻ.

ڪرو وائينڊ جي چوڻ موجب، سکيا آهي عادتن ۽ علم جو لاڙن جو حاصل ڪرڻ. اها عمل سان تعلق رکي ٿي ۽ فرد کي نئين ماحول سان مطابقت حاصل ڪرڻ ۾ مشڪلاتن تي ڪنٽرول ڪرڻ جي لائق بنائي ٿي.

بقول اسڪنر، " سکيا ڪردار جي تبديليءَ جو نالو آهي. اها تبديلي گذريل ڪردار کان متاثر ٿيندي آهي. سکيا جي نتيجي ۾ انسان نئين انداز ۾ سوچي ٿو. محسوس ڪري ٿو ۽ ارادا قائم ڪري ٿو" . ڊاڪٽر عبدالرؤف جي خيال موجب، سکيا تجربن ۽ تربيت جي وسيلي فرد جي اصلاح ۽ ترميم جو عمل آهي. سکيا جو نتيجو يا اثر فرد جي عادتن، نظرين ۽ لاڙن، مهارت، شعور ،علم ۽ ڏاهپ وغيره ۾ تبديليءَ جي شڪل ۾ ظاهر ٿئي ٿو" .

ٻين لفظن ۾ هيئن چئي سگهجي ٿو تہ سکيا هڪ اهڙو عمل آهي جيڪو فرد جي ڪردار ۾ تبديليون پيدا ڪري ٿو ۽ فرد کي پنهنجي ماحول مان نباهڻ يا مطابقت ۾ اچڻ جي قابل بنائي ٿو.

انسان پنهنجي خيالن ۾ ڦيرگهير آڻڻ کان سواءِ ۽ مختلف قسمن جي ڪمن سکڻ کان سواءِ معاشري ۾ زندگي گذارڻ جي قابل نٿو ٿي سگهي. پاڻ کي معاشري جي ماحول مطابق بنائڻ ۽ زندگي گذارڻ جي قابل نبائڻ واري عمل کي سکيا چئجي ٿو. سکيا جو عمل رڳو اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽين جهڙن تعليمي ادارن تائين محدود ڪونهي، بلڪ هن عمل جو واسطو زندگيءَ جي سيني شعبن سان آهي. انسان زندگيءَ جي مختلف

شعبن ۾ پنهنجي معاشرتي، سماجي ۽ پيداواري سرگرمين کي سرانجام ڪندي، پنهنجن خيالن، عادتن ۽ طور طريقن ۾ لاڙن ۾ تبديلين کي، محسوس ڪري ٿو، ۽ ان طرح جيڪي ڪجهه هو پنهنجي تربيت ۽ تجربن وسيلي سکي ٿو، تنهنڪي پنهنجي روزمره جي زندگي ۾ آڻي نه پوءِ اهو هن جو علم بي اثر بيڪار ثابت ٿئي ٿو. تنهنڪري سکياجو مطلب رڳو ڪنهن ڳالهه جو سکڻ ڪونهي، بلڪ سکيل ڳالهين کي ضرورت مطابق زندگيءَ ۾ استعمال ڪرڻ به آهي. مثال ڪو شخص تعليم يافته ته آهي، پر ان مان خود هن کي پنهنجي زندگيءَ ۾ يا ٻين کي ڪو فائدو نٿو رسي، ته پوءِ اهڙي سکيا کي بي اثر چئبو .

سکيا نه رڳو هڪڙو شعوري فعل آهي، بلڪ چرپر جو تصور به آهي، تجربي ۽ تربيت جي آڌار تي انسان جي زندگيءَ ۾ جيڪي تبديليون رونما ٿين ٿيون، هو انهن جو شعور يا آگاهي رکي ٿو. مثلاً ڪلاس ۾ شاگرد کي جيڪي ڪجه پاڙهيو وڃي ٿو، هو انهي پڙهائي جو چڱي طرح شعور رکي ٿو. جيڪڏهن ڪو شاگرد پنهنجي پڙهايل مواد کان واقف يا باخبر نه آهي ۽ ان جو هن ۾ ڪو شعور نه آهي ته هن جي ڪردار ۾ ڪي به تبديليون رونما ڪين ٿينديون ۽ سندس ان پڙهائيءَ جي عمل مان گذرڻ کي سکيا نٿو چئي سگجي. انسان جيڪي ڪجهه تجربي ۽ ترتيب جي وسيلي سکي ٿو، سو هن جي شخصيت جو چرندڙ پرندڙ ۽ جيئرو جاڳندو حصو بنجي ٿو وڃي، اهو هن جي زندگيءَ ۾ رچي ۽ ملي جلي، هن جي ڪردار جو هڪ لازمي جزو يا حصو ٿي ٿو وڃي، اهو سکيل مواد ان کان پوءِ زندگيءَ جي ڪنهن نه ڪنهن شعبي ۾ ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ ضرور ظاهر ٿئي ٿو. سکيا جي ان ئي تصور ڪيٰ سکيا جو چوريندڙ، تحرڪ ڏيندڙ ارادو پيدا ڪندڙ يا ترغيب ڏيندڙ تصور چيو ٿو وڃي.

ترغيب (Motivation):

ترغيب مان اسان جو مطلب آهي انسان جون اندروني حالتون يا ڪيفتون، جيڪي هن جي ڪردار تي اثر انداز ٿي، هن ۾ ڪنهن ڪم جي ڪرڻ يا ڪنهن مقصد جي حاصل ڪرڻ جو ارادو پيدا ڪن ٿيون. يا ان کي ائين ڪرڻ لاءِ آماده ڪن ٿيون. انسان جي انهن اندروني حالتن جو تعلق هن

جي ضرورتن، خواهشن يا اهڙي طرح جي ٻين قوتن سان ٿئي ٿو. ترغيب يا متحرڪ جو عمل ٻڌو، ڏٺو يا محسوس ڪيو نٿو وڃي، بلڪ ان کي انسان جي ڪردار مان سمجهي يا اخذ ڪري سگهجي ٿو. اُهي سموريون قوتون يا شيون جيڪي ڪنهن شخص کي ڪنهن ڪم جي ڪرڻ لاءِ آماده ڪن ٿيون يا ڪنهن مقصد جي حاصل ڪرڻ طرف مائل ڪن ٿيون راغب ڪن ٿيون، تن کي متحرڪ يا چورينڌڙ يا راغب ڪندڙ قوتون چيو وڃي ٿو. مثال طور مشهوريءَ جي خواهش وڏيڪ آمدنيءَ جي تمنا يا اختياري جي خواهش. اهي سيئي قوتون، راغب ڪندڙ، ترغيب ڏيندڙ قوتون سڏبيون آهن. انسان جي رد عمل جي زيادتيءِ ڪميءَ جو دارو مدار ترغيبنْ جي قسم تي ٿيندو آهي. جيڪو مقصد يا ڪم انسان کي پيارو ۽ ضروري هوندو، هو ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ اينتري ئي جدوجهد ڪرڻ لاءِ آماده هوندو. انسان جو مزاجيه ۽ اُن جي مواققيت جون ٻيون حالتون سندس ترغيبي عمل جي شدت تي اثر انداز ٿين ٿيون. مثال نندڍيءَ عمر جو ٻار وڏيءَ عمر جي ٻار جي پيٽ ۾ راند روند طرف وڏيڪ رغبب رکي ٿو. ساڳيءَ طرح وڏو ٻار ننڍي ٻار جي پيٽ ۾ راند روند کان وڏيڪ علم جي حاصل ڪرڻ ڏانهن راغب رهي ٿو ۽ ان طرف ڌيان ڏئي ٿو.

سکيا ۾ ترغيب جو ڪردار : سکيا ۽ ترغيب جو پاڻ ۾ گهاٽو سٻنڌ آهي. استاد ترغيب جي عمل کي سمجهي سکيا جي عمل تيز ڪري سگهي ٿو ۽ مختلف ترغيبن کي استعمال ۾ آڻي شاگرد لاءِ زياده محنت ۽ جدوجهد جي طرف راغب يا آماده ٿيڻ لاءِ سبب پيدا ڪري سگهي ٿو. ترغيب کان سواءِ سکيا ممڪن ٿي نٿي سگهي. ترغيب وسيلي شاگردن کي وڌ کان وڌ سکڻ لاءِ تيار ڪري ٿو سگهجي ۽ ائين استاد پنهنجي تعليمي ۽ تدريسي ڪوشش کي نهايت مفيد ۽ اثرائتو بڻائي سگهي ٿو ۽ ان مان بهتر کان بهتر نتيجا حاصل ڪري سگهي ٿو. ننڍن ٻارن کي انهن جي تعليمي ڪاميابين تي انعام اڪرام ڏئي منجهن تعليم لاءِ وڌ ۾ وڌ رغيبت پيدا ڪري سگهجي ٿي.ترغيب نه رڳو شاگرد کي تعليم ڏانهن راغب ٿي ڪري، بلڪ سکيا جي عمل کي وڏيڪ دلچسپ ۽ اثرائتو بڻائي ٿي. ترغيب جي مدد سان شاگردن ۾ علم حاصل ڪرڻ لاءِ وڌ کان وڌ خواهش پيدا ڪري سگهجي ٿي. ترغيب

ڪي سکيا جي عمل کان جدا نٿو ڪري سگهجي. سکيا جو نالو آهي انسان جي ڪردار ۾ تبديلي پيدا ڪرڻ جو ۽ اهي تبديليون ترغيب جي عمل سان ئي ٻارن جي احساسن، سوچن ۽ عملن ۾ اچي سگهجن ٿيون. ترغيب جو عمل ئي فرد جي من ۾ معاشري سان وڌ ۾ وڌ مطابقت پيدا ڪرڻ جو امنگ ۽ ارادو جاڳائي سگهي ٿو. اسڪول جو ماحول ترغيب جي عمل سان شاگردن جي لاءِ وڌيڪ خوشگوار بڻائي سگهجي ٿو. استاد کي شاگردن نفسيات، مزاج ۽ عمر جو خيال رکندي، مختلف ترغيبن کي استعمال ۾ آڻي منجهن علم ۽ نئين معلومات کي حاصل ڪرڻ جو شوق پيدا ڪرڻ گهرجي. مختلف شاگردن جي درميان ڏسڻ ۾ ايندڙ انفرادي فرقن کي نظر ۾ رکندي مناسب ترغيب کي استعمال ڪرڻ گهرجي، استاد جا همٿائيندڙ ۽ تعريفي چند لفظ به شاگرد جي من کي اڏ مائي جذبي جي وڏي موج ۾ آڻي سگهن ٿا. نفسيات جي ماهرن جي راءِ ۾ استاد کي منفي روش جي ٿورڙي به اظهار کان بچڻ کپي ۽ ان جي جاءِ تي سدائين پنهنجي مثبت ۽ مهربان روش کان ڪم وٺڻ گهرجي، بلڪ پنهنجي ناراضگيءَ ۾ ڪاوڙ جو اظهار به شفقت ڀريل لهجي ۽ انداز ۾ ڪرڻ کپي. سندس ان قسم جي مثبت روش ئي سندس تدريس ۽ تعليم جي ڪم کي شاگرد لاءِ هڪ بي مثل ۽ بي بها نعمت جو ڪم ڏئي سگهندي. تنبيهه، دڙڪا، ٽوڪون اڄ جي مهذب انساني معاشري ۾ سکيا جا اوزار ۽ وسيلا هرگز نٿا بڻجي سگهن. انهن جي بجاءِ حوصلي افزائي، تعريف ۽ تحسين، پيار ۽ شفقت جي انعامن جو استعمال شاگردن جي ڪردار ۽ شخصيت تي ڏاڍا وڏا ۽ امٽ اثر ڇڏي سگهن ٿا.

1- سکيا لاءِ آمادگي:

جيستائين شاگرد سکيا لاءِ آماده نه هجي، ته ڪا به ڪوشش هن تي اثر انداز نه ٿيندي، تنهنڪري استاد جو سڀ کان اهم فرض اهو آهي ته شاگردن کان ڪو ڪم وٺڻ کان اول هو انهن کي ان ڪم ڪرڻ لاءِ آماده ڪري، هو جيڪڏهن ڪم ڪرڻ لاءِ آماده نه هوندا ته ان جي ڪرڻ ۾ هو ڪا دلچسپي به وٺي نه سگهندا. اڪثر استاد اهو خيال ڪندا آهن ته هنن جا شاگرد سکڻ لاءِ هر وقت آماده هجن ٿا. هيءَ بلڪل غلط خيال آهي. حقيقت هيءَ

آهي ته تعليم لاءِ ٻارن جو لاڙو آمادگي سڀ کان بنيادي شرط آهي. سبق جي سکڻ يا دل جي لاڙي يا پڙهڻ لاءِ آمادگيءَ جا ڳائڻ لاءِ استاد کي کپي ته پهريائين سبق جي مضمون جو غير رسمي متعارف ڪرائي ته جيئن شاگردن جي دلين ۾ ان لاءِ سڪ ۽ پيار جو جذبو پيدا ٿي سگهي. ان کان علاوه شاگردن جي وچ ۾ جدا جدا فرق کي به ذهن ۾ رکي پڙهائيءَ جي سطح مقرر ڪجي. جيئن ٻار استاد جي پڙهايءَ ڏانهن پوري چاهه ۽ شوق سان ڌيان ڏين. پڙهائي لاءِ گهربل پوريءَ آمادگيءَ واسطي هيٺ ڏنل شرطن جي موجودگي ضروري آهي.

### ذهني آسودگي:

سکيا جي آمادگيءَ لاءِ ذهن جي پختائي بلڪل ضروري آهي. جڏهن ٻار ڪنهن تصور کي سمجهڻ جي لاءِ ايتري ذهني پختگيءَ کي پهتو ٿي نه هجي ته ڪنهن به قسم جي ترغيب هن جي سکڻ جي عمل ۾ مدد نه ڪندي. ساڳيءَ طرح ٻار جيستائين جسماني ۽ ذهني طور آسودا ۽ سک سانت جي ڪيفيت ۾ نه هوندا تيستائين هو سکڻ لاءِ آماده نه ٿيندا. ڪڏهن ڪڏهن استاد ٻارن جي جسماني ضرورتن مثال بک، اُڃ ۽ ٻئي ٻي سيٽ جي ناموزون هجڻ وغيره جي شڪايت کي نظر انداز ڪري ڇڏيندا آهن، ۽ يا ته هن کي دڙڪا ڏيئي ۽ ڊيڄاري ايتري قدر خوفزده ڪري ڇڏيندا آهن، جو ٻار استاد جي پڙهائيءَ طرف ڌيان نٿا ڏين. جو استاد جي پنهنجي شاگردن سان هيءَ هلت نهايت غلط آهي. هن رويي جو اثر اهو ٿو ٿئي جو ٻار تعليم ۽ تدريس کان منهن موڙي ٿا ڇڏين ۽ پيو ۽ مرڳو ئي استاد جي خلاف ٿي وڃن ٿا.

### مطابقت :

اهڙن ٻارن جو تعداد به اسڪول ۾ گهٽ نه هوندو آهي، جيڪي ذاتي مشڪلاتن ۽ پريشانين جي ڪري شخصيت به سکڻ کان لاچار هوندا آهن. اهڙا ٻار اسڪول جي ماحول سان مطابقت پيدا نٿا ڪري سگهن. استاد جو فرض آهي ته اهڙن ٻارن جو خيال رکن ۽ هنن کي پريشانين کان محفوظ رکن. ان مقصد لاءِ استاد جو هنن جي والدين سان تعاون ۽ صلاح مصلحت ڪرڻ ضروري آهي. جڏهن ٻار ذاتي پريشانين کان آجا رهندا ته سندن سکيا جو

ڪم دل جمعيءَ سان سرانجام ڏيئي سگهجي ٿو. اهڙن ٻارن سان محبت ۽ شفقت جو رويو ۽ همدرديءَ وارو برتاءُ ڪرڻ مفيد رهي ٿو. تنهنڪري آمادگيءَ جي لاءِ ٻار جو اسڪول جي ماحول سان مطابقت پيدا ڪرڻ نهايت ضروري آهي.

**دلچسپي :**

سبق ۾ دلچسپي پيدا ڪرڻ استاد جو سڀ کان وڏو فرض آه. دلچسپي پيدا ڪري، استاد ٻار کي، نئين ڏکئي سبق پڙهڻ لاءِ تيار ڪري سگهي ٿو. استاد جي شخصيت هن جو شاگردن سان برتاءُ پڙهائي جي طريقي جي مناسبت، شاگردن جي من جو لاڙو، هن جي ذهني لياقت ۽ معاشيءِ مشاورتي حالتون اهي سڀ ڳلهيون شاگردن ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ دلچسپي پيدا ڪرڻ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪري سگهن ٿيون.

سکيا جي عمل کي سولو بنائڻ لاءِ دلچسپي بنيادي حيثيت جو درجو رکي ٿي. اپياس ۽ سکيا ۾ شاگرد جو دلچسپيءَ کان سواءِ قابل ٿي وڃڻ نهايت ڏکيو آهي. اسين جنهن شيءِ ۾ دلچسپي رکون ٿا، تنهن کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش بہ ڪريون ٿا. تعليم جي حاصل ڪرڻ لاءِ دلچسپي نهايت ضروري آهي. فرد جيتريقدر ڪنهن شيءَ ۾ دلچسپي وٺندو، اوتري قدر ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڊڪ ڊوڙ ڪندو. دلچسپي هڪ قسم جي داخلي يا اندروني خواهش آهي، جنهن جي ذريعي اسين ڪنهن ڪم يا ڪنهن شيءِ جي طرف راغب ٿيون ٿا.

سکيا ۽ تعليم جي عمل ۾ دلچسپي نهايت وڏي اهميت رکي ٿي. ڇو جو جيڪڏهن شاگرد ڪنهن ڪم يا مضمون ۾ عدم دلچسپيءَ جو اظهار ڪن تہ اهو ڪم ڏاڍو مشڪل ۽ ڏکيو ئي پوي ٿو. شاگرد جنهن مضمون ۾ دلچسپي وٺي ٿو، تنهن ۾ هن جي پڙهائي جو نتيجو سٺو نڪري ٿو. تنهنڪري استادن جي اها ڪوشش هئڻ گهرجي تہ شاگرد وٽ ۾ وڌ پنهنجي پڙهائي ۾ دلچسپي وٺن. جيتري قدر دلچسپي پيدا ڪرڻ جو سوال آهي، تہ استاد کي گهرجي تہ هو سمعي ۽ بصري طريقن کان وڌ ۾ وڌ مدد وٺي، مواد کي آسان، دلچسپ ۽ مربوط انداز ۾ پيش ڪري. ان سان ٻارن جي دل ۾ سبق لاءِ دلچسپي وڌي ٿي. شاگرد جيڪڏهن اهو محسوس ڪن تہ هنن

جي سبق جو ڪو عملي طرح جو پاسو آهي، تہ ان سبق ۾ هنن جي دلچسپي فوراً وڌي وڃي ٿي.

جيڪڏهن پڙهائي دوستاڻي انداز ۽ خوشگوار ماحول ۾ ٿئي تہ ٻار استاد جي سوالن جوابن ۾ آسانيءَ سان حصو وٺي سگهن ٿا. اهڙي طرح پڙهائيءَ هنن جي اڳيءَ ۽ لڳاتار سمولیت جي ڪري بہ ان ۾ هنن جي دلچسپي قائم رهي ٿي ۽ وڌندي بہ رهي ٿي.

(ii) ڌيان جي گرفت يا پهچ جو اندازي لڳائڻ لاءِ اول ضروري آهي تہ خود ڌيان جا آهي؟ ان جي باري ۾ واقفيت حاصل ڪريون.

لفظ " ڌيان " کان هر ڪو شاگرد واقف آهي. استاد شاگردن کي بار بار چوندا رهندا آهن تہ هو پڙهائيءَ ڏانهن ڌيان ڏين. ڌيان سان سبق ٻڌن ، ۽ جن شين کان ڌيان ٻئي پاسي ڦري ٿووڃي ، تن کان پاسو ڪن. اهڙيءَ طرح اسان کي اها بہ خبر آهي تہ ڪو ماڻهو ڪنهن بہ ڳالهہ ۾، ڪم ۾، شعبي ۾، تيستائين ترقي نٿو ڪري سگهي، جيستائين هو دل وجان سان ان ڏانهن ڌيان نٿو ڏئي.

" ڌيان " هڪ ذهني حالت يا ڪيفيت جو نالو آهي. اسين ڪٿي بہ هجون ۽ ڇا بہ ڪري رهيا هجون، بهرحال اسين هڪڙي ڪشادي ماحول ۾ گهيريل رهون ٿا. اسان جي چوڌاري بي شمار شيون، بي شمار ڳالهيون موجود هونديون آهن. تنهنڪري ماحول مان اسين هڪڙي وقت ئي کهڙي شيءَ يا کهڙي ڪم کي چوندي پنهنجي ڌيان جو مرڪز بڻايون ۽ اهو سوال هميشه اسان سيني جي سامهون رهي ٿو. مثال طور جيڪڏهن هڪڙو شاگرد جيڪو ڪنهن ڪتاب پڙهڻ ۾ مشغول هجي تہ ڪتاب کان سواءِ هن جي اوسي پاسي ۾مختلف شيون جهڙوڪ قلم، مس، گلاس، ميز وغيرهہ بہ موجود هونديون آهن. ٿي سگهي ٿو، هن کي ان وقت ڪنهن ريڊو يا ٽي-ويءَ جو آواز بہ ٻڌڻ ۾ پيو ايندو هجي،پر پرهائيءَ ۾ مصروف شاگرد لاءِ اُن وقت اُهي سموريون شيون ڪا بہ اهميت نٿيون رکن. ان ماحول ۾ جيڪا شيءَ هن جي شعور ۾ مرڪز بڻيل آهي، اهو ڪتاب آهي، جنهنجي مطالعي ۾ هن جو ڌيان آهي ۽ اُن ۾ هو دل وجان سان مصروف آهي. ان طرح اسين هيئن چونداسين تہ شاگرد پنهنجو ڌيان هن ڪتاب جي مطالعي ۾ مرڪوز ڪري

رکيو آهي. ائين اهڙي ذهني حالت جيڪا هڪ وسيع ماحول مان چند شين کي چونڊي پنهنجي واضح شعور ۾ آڻجي، ان کي ڌيان جو عمل سڏبو ويندو آهي. هن عمل ۾ ٻن قسمن جون، شيون هونديون آهن، هڪ اها شيءِ جنهن ڏانهن ڌيان ڏنو ٿو وڃي ٻي اُهي جنهن کان ڌيان هٽايو ٿو وڃي. اُهي شيون جن ڏانهن اسان جو ڌيان لڳل هوندو آهي، اُهي انهن شين کان جن کان اسين ڌيان هٽائي ٿا ڇڏيون، اسان لاءِ وڌيڪ پسند واريءَ خاصيت واريون هونديون آهن. اهڙي طرح اسين چئي سگهون ٿا ته ڌيان چونڊ جو هڪ عمل آهي. ان کي پنهنجو انتخابي فعل به سڏي سگهون ٿا.

ڌيان جي حالت ۾ ذهني ۽ جسماني فعلن جو هڪٻئي سان مليل هجڻ نهايت ضروري آهي. جيئن زمين تي ڪنهن شيءِ کي ڳولڻ مهل انسان جهڪي ٿو، ٽينس راند جو ڪيڏاري پنهنجي مٺي يا ٻانهن جي حالت کي موقعي ۽ مهل جي مناسبت سان بدلائي هڪ ڪارائتو انداز اختيار ڪري ٿو وٺي. ساڳيءَ طرح سنهڙي ۽ جهيڻي آواز کي ٻڌڻ جي لاءِ ڪرسيءَ تي ويٺل ماڻهو اڳتي سرڪي ٿو اچي. اهي ٿورا مثال ڌيان جي عمل ۾ پنهنجي جسمانيءِ ذهني چر پر جي هڪٻئي سان لاڳاپي کي ظاهر ڪن ٿا. ڌيان کي هڪ هنڌ لڳائڻ کان پوءِ ان جي پڪڙ، گرفت يا پهچ کي سمجهڻ سولو ٿيو پوي. تنهنڪري هاڻ اسين هيٺ لکيل سٽن ۾ ڌيان جي پڪڙ تي بحث ڪنداسين ۽ اهو واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين ته استادن جي لاءِ ڌيان جي ان خاصيت جو علم ڇو ضروري آهي.

ڌيان جي پهچ جو مطلب اهو آهي ته ڪنهن درجي ۾ شاگرد پڙهائيءَ ۾ ڪيتريءَ دير تائين ڌيان ڏين ٿا. هيءَ ڳالهه مجيل آهي ته مختلف شاگردن ۾ ڌيان جي پڪڙ پهچ به مختلف آهي. هيٺين درجن جا شاگرد شروع ۾ گهٽو ڌيان ڏين ٿا. ليڪن جڏهن انهن کي ذهني طور تي سبق جي طرف آماده ڪري ٿو وٺجي ته استاد جي ڳالهه تي وڌيڪ ڌيان ڏيڻ لڳن ٿا. استاد جون ڳالهيون هو غور سان ٻڌن ٿا ليڪن چند گهڙين جي لاءِ انهيءَ ڪري استاد پنهنجي سبق ۾ " اٿلاٽيءَ جي اصول" تي عمل ڪري ٿو. ائين به ٿئي ٿو ته شاگرد غور سان ٻڌي رهيا هجن ۽ اچانڪ ڪنهن اندروني يا بيروني سبب جي ڪري هنن جو ڌيان استاد کان هٽي ٿو وڃي. پر پوءِ استاد پنهنجي

تجربي جي مدد سان اهڙيون حالتون پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي ٿو؛ جن جي ڪري هو ٻارن جو ڌيان وري حاصل ڪري ٿو وٺي. وڏن درجن جي شاگردن ۾ ڌيان جي پهچ خاصيءَ حد تائين وڌي ٿي وڃي. انهيءَ جا ڪيئي سبب ٿي سگهن ٿا. مثال هنن ۾ شعور جي پختائي، دلچسپي، ڳالهه جي مطلب کي سمجهڻ، مرڪزي اعضوابي نظام جي موافقيت ۽ ان جي عمل ۽ ڪوشش جو احساس وغيره ڌيان جي پهچ ۾ چڱو خاصو واڌارو ڪن ٿا. اچو ته انهن سيني ڳالهين جو اندازو لڳايون، جيڪي ڌيان جي پڪڙ تي اثر انداز ٿين ٿيون.

مثلاً :

1- گهريلو ماحول.
2- ڪلاس جو ماحول.
3- استاد جي شخصيت ۽ پڙهائيءَ جو طريقو.
4- ٻار جي جسماني آسودگي.
5- ٻارن جي دلچسپي .

گهريلو ماحول:

ڪي ٻار پنهنجي گهريلو ماحول سان پورا مليل يا هم آهنگ نه هوندا آهن. ان ڪري هنن جي ذهنن ۾ اهي ئي ڳالهيون پيون ڦرنديون گهرنديون آهن، جن جي ڪري هنن جو ڌيان تقسيم ٿيل هوندو آهي، پوءِ استاد ٻارن کي سبق جي طرف ڌيان ڇڪائڻ ۾ ڪامياب ٿي ٿو وڃي؛ ته به هنن جو ڌيان سبق ڏانهن تي برابر قائم رهي ٿو. پر پوءِ يڪدم هو ذهني طور تي غير حاضر يا بي ڌيانا ٿيو وڃن. ان جي ابتڙ ڪي ٻار اهڙا به ڏسڻ ۾ آيا آهن، جن جو گهريلو ماحول نهايت صحت مند هجي ٿو، ۽ اهڙن ٻارن ۾ ڌيان جي پهچ ٻين ٻارن جي ڀيٽ ۾ تمام زياده ٿئي ٿي. اهڙيءَ طرح ڪي ٻار اهڙا ٿين ٿا، جن جا والدين مشڪلاتن ۾ ڦاٿل هوندا آهن ۽ هر ڀيري هو ڪن نون مسئلن ۾ مبتلا ٿيندا رهندا آهن. اُهي ٻار پنهنجن مائٽن جي باري ۾ فڪر مند هوندا آهن، ان جو لازمي نتيجو اهو ٿو ٿئي جو هو پنهنجن سبقن ڏانهن ڌيان ڏيڻ کان قاصر رهن ٿا.

### ڪلاس جو ماحول :

نفسياتي طور ڪلاس جو ماحول ٻہ ٻارن جي ڌيان تي اثر انداز ٿئي ٿو. جيڪڏهن استاد ڪلاس ۾ معمولي ڳالهين تي سخت سزا ڏيندو يا ڪلاس جي ٻاهران تمام گهڻو گوڙ هوندو يا ڪلاس ۾ شاگردن جو تعداد تمام گهڻو هوندو تہ ٻہ ٻارن جو ڌيان سبق کان هٽندو رهندو ۽ هن جي ڌيان جي پهچ ٻہ متاثر ٿيندي. جيڪڏهن ڪلاس ۾ هر روز ڪونہ ڪو ناخوشگوار واقعو ٿيندو رهندو تہ ٻار يقينن ان جو اثر وٺندو ۽ هنن جي ڌيان جي پهچ متاثر ٿيندي. مثلاً جيڪڏهن ڪلاس جو ماحول روز بروز خراب ٿيندو پيو ويندو تہ ٻارن تي ان جو منفي اثر يقيني طور تي ٿيندو. ان اثر کي قبول ڪندي ٻار تعليمي ڪم ۾ دلچسپي نہ وٺندا ۽ هنن جو ڌيان ورهايل رهندو ۽ ڌيان جي هٽڻ سان ان جي پهچ ٻہ متاثر ٿيڻ کان بچي نٿي سگهي

### استاد جي شخصيت ۽ پڙهائڻ جو طريقو:

پڙهائيءَ ۾ استاد جي شخصيت کي تمام وڏو عمل دخل آهي. ڪي ٻار ڪلاس ۾ استاد جي شڪل شعبي ڏسڻ سان هن جي ڪلاس ۾ ويهڻ ۽ خوشي يا ناخوشي محسوس ٿا ڪن. جيڪڏهن استاد وڏيڪ شوخ ۽ منهن چڙهيل هوندو تہ ٻار هن کي پسند ڪونہ ڪندا ۽ جيڪڏهن هو ضرورت کان وڏيڪ نرم هوندو تہ ٻارهن سان ڪل ۽ رونشي تي ٻہ لهي ايندا. ٻار استاد جي لباس کان ٻہ متاثر ٿين ٿا. هن جي هر چرپر هو غور سان ڏسن ٿا. ۽ ان جو جائزو وٺندا ٿا رهن. هن جي گفتگو جي طرز تي نظر رکن ٿا، هن جي رويي جو خيال رکن ٿا. جيڪڏهن هو استاد جي شخصيت ۾ ڪا ڪمي ڏسن ٿا تہ هو سندس پڙهائي کان مطمئن نٿاٿين.

ان کان سواءِ ٻار ڪلاس ۾ پوري ڌيان سان پڙهائي تي ڌيان ڏين. ان ۾ استاد جي پڙهائي جي طريقي کي ٻہ وڏو دخل رهي ٿو. جيڪڏهن استاد جي پڙهائي جو طريقو اڻنگو ۽ دلچسپيءَ وارو نہ هوندو تہ ٻار هن جي پڙهائڻ طرف ڌيان نہ ڏيندا. جيڪڏهن هن جي پڙهائي جو طريقو ٻارن جي ذهني سطح کان مٿي هوندو يا هيٺ هوندو، تڏهن ٻہ هو هن جي تدريس ڏانهن ڌيان ڏيڻ کان قاصر رهندا. تنهنڪري اهو چئي سگهجي ٿو تہ استاد جيتري قدر

ٻارن جي ذهني آمادگيءَ ۽ دلچسپي جي پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب هوندو، اوتري قدر ٻارن جي زيادهہ پهچ ۾ اضافو پيدا ٿيندو .

### ٻارن جي جسماني آسودگي:

ٻارن جي جسماني صحت سٺي نہ هوندي تہ هو سبق جي طرف گهڻو ڌيان نہ ڏيندا . نہ صرف جسماني صحت جو هجڻ، بلڪ جسماني صحت جو ماحول سان هم آهنگ هجڻ بہ ڌيان لاءِ نهايت ضروري آهي. جيڪڏهن ٻار ڪنهن بيماريءَ يا جسماني ڪمزوريءَ جو شڪار هوندا تہ قدرتي طرح هو سبق ڏانهن ڌيان ڏيڻ کان قاصر رهندا، جيڪڏهن ٻار جسماني طور تي صحتمند هوندا تہ ڌيان جي پهچ ۾ واڌارو يقيني آهي.

ڌيان جي پهچ ۾ اضافي ڪرڻ لاءِ اعصابن جي نظام جو درست هجڻ ئي نہ؛ بلڪ اعصابي نظام جو ماحول سان هم آهنگ هجڻ بہ نهايت ضروري آهي. ڪن ٻارن کي اعصابي مرض لڳل هوندا آهن ۽ هنن جو شعور متاثر ٿيڻ لڳندو آهي. اهڙيءَ طرح ڌيان جي پهچ ڪافي حد تائين متاثر ٿئي ٿي.

### (iii) سمجهہ فهم ۽ سکيا:

سکياجي عمل جي لاءِ سمجهہ نهايت ضروري آهي. تنهنڪري استادن جي آڏو رڳو اهو هڪڙو مسئلو نہ هوندو آهي، تہ ٻارن کي ڇا پاڙهيو وڃي آهي، بلڪ ان ڳالهہ جي بہ تمام گهڻي ضرورت آهي تہ شاگرد سيکاريل مواد کي پوريءَ طرح سمجهي بہ سگهي. ان سان گڏوگڏ استادن کي انهيءَ ڳالهہ جو بہ خيال رکڻو پوي ٿو تہ هو پنهنجي پڙهائيءَ کي ڪهڙيءَ طرح وڌيڪ مؤثر بنائي سگهن ٿا، تہ جيئن ٻار وڌ کان وڌ تعليمي زيور سان سينگارجي سگهن. تعليمي نفسيات جا ماهر انهيءَ مقصد تحت پڙهائيءَ جي چند اصولن جي نشاندهي ڪن ٿا ۽ انهن سان گڏوگڏ، هو ان سلسلي ۾ استاد جي ڪردار کي بہ خاصي اهميت وارو قرار ڏين ٿا.

### اثرائتي پڙهائيءَ جا اصول :

تعليمي نفسيات جا ماهر مؤثر تدريس جي لاءِ هيٺ ڄاڻايل اصولن جي نشاندهي ڪن ٿا:

1- سرگرميءَ جو اصول .

2- دلچسپيءَ جا اصول.
3- زندگيءَ سان ڳانڍاپن جو اصول.
4- تعليم جي مقصد جو اصول.
5- تقسيم جو اصول.
6- چونڊ جو اصول.
7- دؤر جو اصول .

### 1- سرگرميءَ جو اصول:

هن اصول هيٺ استادن تي زور ڀريو ويندو آهي تہ هو ٻارن کي اسڪولي سرگرمين ۾ مشغول رکن تہ جيئن بهتر نتيجا حاصل ٿي سگهن. جيڪڏهن ٻارن کي بيڪار ويهڻ جو موقعو ڏنو ويندو تہ خوامخواهہ ڪوڙ ۽ بيهودن خيالن جو هنن جي ذهن ۾ دخل ٿيندو، جيڪي هنن جي تعليمي ترقيءَ ۾ رڪاوٽ ثابت ٿيندا .

### 2- دلچسپي جو اصول:

هن اصول مطابق ٻارن ۾ پڙهائيءَ ۾ دلچسپيءَ جو عنصر پيدا ڪرڻو آهي. استاد پڙهائيءَ جي دوران ٻارن لاءِ دلچسپيءَ جو سامان مهيا ڪن تہ پڙهائي مؤثر ثابت ٿيندي. اهڙيءَ طرح ٻار خودبخود تعليم جي طرف راغب ٿيندا، ۽ استاد پڙهائيءَ جي سلسلي کي وڌيڪ اثرائتي طريقي سان جاري رکي سگهندا.

### 3- زندگيءَ سان ڳانڍاپي جو اصول:

استاد لاءِ اهو ڏسڻ ضروري آهي تہ هو جيڪي ڪجهہ ٻارن کي پڙهائين، تنهن جو واسطو زندگيءَ سان قائم رهي. استاد ٻارن جي زندگيءَ جي تجربن ۽ مشاهدن مان فائدو وٺندي، هنن جي تعليم کي آسان ۽ دلچسپ بنائي سگهن ٿا، ۽ اها دلچسپي هنن جي تعليمي ترقيءَ ۾ تمام گهڻي مفيد ثابت ٿي سگهي ٿي. تنهن کان سواءِ ٻارن کي اهو احساس ٿيندو تہ اسڪول جي چوديواريءَ ۾ جيڪي ڪجهہ بہ هنن کي پڙهايو پيو وڃي. سو دراصل سندن پنهنجيءَ جي زندگيءَ جو عڪس آهي ۽ آئنده زندگي گذارڻ جي لاءِ هنن کي تيار ڪيو پيو وڃي.

4- تعليم جي مقصد جو اصول:

ٻارن جي تعليم ۽ تربيت جي دوران استادن کي تعليم جو مقصد پيش نظر رکڻ نهايت ضروري آهي. تعليم جو مقصد اهو آهي تہ ٻار ذهني ۽ جسماني لحاظ کان وڌن ويجهن ۽ هنن جي اوسر اهڙيءَ طرح ٿئي جو هو وزن دار شخصيت جا مالڪ ٿي سگهن.

5- تقسيم جو اصول :

پڙهائيءَ جي تقسيم جي اصول تي عمل پيرا ٿي ڪري، مفيد نتيجا حاصل ڪري سگهجن ٿا. هن اصول مان مراد اها آهي تہ ٻارن کي سبق ڪلي طور تي پڙهائڻ جي بجاءِ جزوي طور تي پڙهايو وڃي. جو جو جزوي طور تي پڙهائڻ سان خوشگوار نتيجا بہ آمد ٿين ٿا. جيڪڏهن هڪ ئي وقت سڄو سارو سبق پڙهائڻ ڇڏيو وڃي تہ ٻار ان مان مناسب فائدو حاصل نہ ڪري سگهندا. عين ممڪن آهي ان مان تہ ٻار سبق جي دلچسپيءَ کان محروم ٿي وڃن، جنهن جو اثر سندن آئنده تعليم ۾ منفي انداز ۾ ٿيندو.

6- چونڊ جو اصول:

تعليم ۽ تدريس ۾ هن اصول کي استعمال ڪرڻ نهايت ضروري آهي. چونڊ جي اصول مان مطلب اهو آهي تہ سبقن جي چونڊ ٻارن جي ذهني سطح جي مطابق هجڻ گهرجي، جيڪڏهن ٽئين درجي جي ٻار کي پڙهڻ لاءِ اهي شيون ڏنيون وڃن، جيڪي انين درجي جي ٻار لاءِ موزون هجن تہ اها تعليم ناموزون ۽ نامناسب ٿيندي. ٻارن جي ذهني معيار ۽ مزاج عمل سان گڏ بدلبو رهي ٿو. تنهنڪري نصاب جي تشڪيل ۾ يا پڙهائيءَ جي دوران ٻارن جي عمر کي خيال ۾ رکڻ هر استاد جي لاءِ نهايت ضروري آهي.

7- دور جو اصول :

تعليم ۽ پڙهائي ۾ هن اصول جي اهميت تمام ضروري آهي. ان مان مقصد هيءُ آهي تہ جڏهن استاد ٻارن کي ڪو سبق پڙهائين تہ آخر ۾ ان سبق بابت مختلف سوال پڇيا وڃن، اهڙيءَ طرح سان اها خبر پوندي رهندي آهي تہ ٻارن کي جيڪي ڪجهہ پڙهايو پيو وڃي، تنهن کي هنن ڪيتري قدر ذهن نشين ڪري ورتو آهي ۽ ان کان سواءِ سبق جو دور بہ ٿيندو ٿو وڃي.

مٿي ذڪر ڪيل اصولن کي ائين جانچڻ پرکڻ سان انهن جي حيثيت ۽ اهميت پڌري ٿي وڃي ٿي. استاد انهن تي عمل پيدا ٿي شاگردن کي اعليٰ نموني جي تعليم ڏيئي سگهن ٿا، ۽ انهن کي علم جي زيور سان سينگاري سگهن ٿا. انهن اصولن تي ڪار بند ٿي هر استاد پنهنجي تعليمي سرگرمين کي هڪ نئون موڙ ڏيئي سگهي ٿو.

## سکيا لاءِ استاد جو ڪردار:

تعليمي سکيا لاءِ استاد جو ڪردار وڏي اهميت رکي ٿو. پڙهائيءَ جي سلسلي ۾ استاد کي شاگردن سان نهايت محبت ۽ شفقت سان پيش اچڻ گهرجي. استاد جو سمورو رويو شاگرد جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ هجڻ کپي. هو هنن جو صحيح دوست ۽ خير خواهه آهي. هو هنن کي اعليٰ رتبن تي ڏسڻ ٿو چاهي. هنن جي ترقي استاد لاءِ صحيح روحاني خوشين جو باعث آهي. استاد کي پنهنجي پڙهائي کي وڌيڪ بااثر بنائڻ لاءِ سمعي ۽ بصري (ٻڌڻ ۽ ڏسڻ) جا مددي وسيلا استعمال ڪرڻ گهرجن. شاگردن لاءِ هن کي مختلف تعليمي شغلن جو بندوبست ڪرڻ کپي. اسڪول جي پڙهائيءَ جي رفت کان پوءِ به هن کي هنن سان ميل ميلاپ رکڻ کپي. وڌيڪ هيٺ ڏنل ڳالهين تي به وقت بوقت هن کي زور ڏيڻ گهرجي.

## حوصلي افزائي:

هر استاد لاءِ ضروري آهي ته هو ٻارن جي حوصله افزائي ڪري. ٻارن جي ڪارڪردگيءَ تي انهن کي همٿائڻ سان انهن ۾ ڪم سان رغبت ۽ محبت ۽ منجهن ذميواريءَ جو احساس پيدا ٿيندو. هو تعليم ڏانهن وڌيڪ شوق سان مائل ٿيندا. هنن جي ڪارڪردگي وڌيڪ بهتر ٿيندي ۽ پنهنجي اهميت محسوس ڪندي. هو تعليمي ميدان ۾ ڪاميابيون حاصل ڪري سگهندا هنن جي اندر ۾ وڌيڪ ڪم ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ٿيندي، جيڪا هنن جي مستقبل لاءِ سٺو بنياد ثابت ٿيندي.

## ذميواريءَ جو احساس:

هر استاد کي لازم آهي ته هو ٻارن ۾ ذميواريءَ جي احساس پيدا ڪرڻ لاءِ انهن کي ڪجهه نه ڪجهه ڏيندو رهي ۽ مٿن اهو واضح ڪندو رهي ته

انهن جي سپرد جيڪو تعليم جي حصول جو ڪم آهي، اهو انهن لاءِ هر لحاظ کان ضروري آهي. بلڪ هنن جي زندگيءَ جو دارو مدار انهيءَ تي آهي، جيڪو ڪم سندن ذمي ڪيو ويو آهي. اهو ذميواريءَ جي احساس سان پورو ڪن. ڇو ته اهو حقيقت ڪري سندن ئي فائدي لاءِ آهي.

روزمره زندگيءَ ۾ تعليم جو استعمال:

استاد کي گهرجي ته هو ٻار کي صاف ٻڌائي ته اهو شخص جيڪو تعليم کان وانجهيل رهي ٿو؛ تنهنجي زندگي ڪيتري قدر نه اجڙي ۽ برباد ٿي وڃي ٿي. بي علم ماڻهو پنهنجي ذات کي ۽ پنهنجي خدا کي به نٿو سڃاڻي سگهي. هن کي اها به ڄاڻ پئجي نه سگهندي ته روزمره جي زندگيءَ ۾ هن کي ڪهڙن ڪهڙن مسئلن سان منهن ڏيڻو پوندو. ۽ معاشري ۾ هن کي ڪهڙين نظرن سان ڏٺو ويندو. ۽ ائين هو پنهنجو اصل مقام وڃائي ويهندا . در اصل حقوق الله ۽ حقوق العباد جي ادائگيءَ لاءِ تعليم ئي ماڻهو لاءِ انڌي جي لٺ مثال آهي، جنهن کان سواءِ هن لاءِ زندگيءَ جي رستي ۾ اڳتي وڌڻ ممڪن ئي ڪونهي. استاد روزمره جي مثالن سان ٻارن جي ذهن کي تعليم ڏانهن راغب ڪري سگهي ٿو ۽ اهڙيءَ طرح هنن کي اهو احساس ڏياري سگهي ٿو ته روزمره جي زندگي گذارڻ لاءِ تعليم جو حاصل ڪرڻ انسان لاءِ ائين ضروري آهي جيئن جيئڻ لاءِ ساهه کڻڻ ۽ ساهه کڻڻ لاءِ هوا.

ماحول جو مطالعو ۽ معاشري جي اصلاح: بهتر ۽ اثر دار تعليم لاءِ ضروري آهي استاد طبعي ماحول ۽ معاشرتي ماحول جي پڙهائيءَ هلندي شاگردن جو ڌيان هن ڳالهه ڏانهن ڇڪائي ته پنهنجي اسڪول ، گهر ۽ پاڙي جي ماحول جو مطالعو ڪن. پنهنجي آسپاس جي ماحول سان واقفيت رکن. در اصل شاگردن ۾ هر پلي ۽ بري جي سڃاڻپ نهايت ضروري آهي ۽ هنن ۾ اُهي قدر استاد ئي پيدا ڪري ٿو سگهي. شاگرد کي ان جي قابل بنائڻ به استاد جو ئي ڪم آهي ته هوماحول جو مطالعو انهيءَ نقطي نگاهه کان ڪن. جو آخرڪار معاشري جي اصلاح ٿئي. ڪي ماڻهو معاشري جي اصلاح مشڪل بلڪ ناممڪن سمجهن ٿا. پر جيڪڏهن استاد انفرادي طرح شاگردن ۾ اسلامي قدر پيدا ڪرڻ ۾ ڪاميابي ٿي وڃي، ته پوءِ اُهي ئي

شاگرد جيڪي معاشري جا نمائندا ٿين ٿا، پنهنجي منهن پنهنجي ماحول جي اصلاح ڪري سگهندا ۽ نيٺ معاشرو مجموعي طور انهن قدرن جو امانت دار ٿي سگهندو.

## تعليم ڪان فارغ ٿيڻ ڪان پوءِ شاگردن جو ڪردار:

استاد کي گهرجي تہ پنهنجي بين ذميوارين سان گڏ انهيءَ ڳالهہ جو بہ خيال رکي تہ شاگرد هن وٽ قوم جي مقدس امانت آهن ۽ تعليم جي زيور سان سينگارجڻ لاءِ استاد جي سپرد آهن . شاگردن کي اهو احساس ڏيارڻ نهايت ضروري آهي تہ تعليم ڪان فارغ ٿيڻ ڪان پوءِ سندن ڪهڙيون ذميواريون هونديون. ملڪ ۽ قوم جي واڳ انهن جي سپرد ٿيندي. قوم ۽ ملڪ هنن ۾ وڏيون ۽ نيڪ اميدون رکن ٿا. تنهنڪري هنن کي عمل جي ڪنهن اهڙيءَ راهہ جي تياري ڪرڻي آهي ۽ ان تي ڪاربند رهڻو آهي؛ جيڪا قوم جي مستقبل سان لاڳاپيل آهي. هو قوم جي اڏاوت لاءِ تمام وڏا ۽ گهڻا ڪم ڪري ٿا سگهن. ان طرح شروع ڪان ئي شاگردن ۾ اهو احساس پيدا ڪرڻو پوندو تہ هو وڏي قدر ۽ ملهہ واريون هستيون آهن ۽ سندن ئي ڪردار تي قوم ۽ ملڪ جي مستقبل جو دارومدار آهي. جيڪڏهن هو تعميري ڪمن جي بجاءِ تخريبي سرگرمين ۾ مصروف رهيا تہ قوم ۽ ملڪ جو مستقبل ڪيتري قدر اونداهو ٿي ويندو. شاگردن جي ترتيب جو هي ڪم ڪافي ڏکيو آهي .ليڪن استاد ڪان بهتر بي ڪا شخصيت ڪانهي، جيڪا هن ڪم کي سهڻي نموني سان سر انجام ڏيئي سگهي.

## قومي ڪمن ۾ حصو:

شاگردن ۾ اهو احساس بہ پيدا ڪرڻو آهي تہ هو قومي ڪمن ۾ وڏي حصو وٺن . شاگردن جو نيڪ ۽ مثبت ڪردار قوم ۽ ملڪ جون راهون مقرر ڪندو. شاگردن کي ٻڌايو وڃي تہ هو معاشري جو اڻ ٽٽندڙ حصو آهن، تنهنڪري هنن جي ذميواري نهايت ئي وڏي آهي، جيتري قدر پيدا ڪيا وڃن، جو هو سماجي بهبود جي لاءِ ڪم ڪن. ان مان شاگرد هڪ پاسي تہ اهو سمجهڻ لڳندا تہ هو معاشري ۾ هڪ اهم جاءِ جا مالڪ آهن ۽ ٻئي پاسي هن جو ڪردار قومي اصلاح جو باعث بڻبو. مختلف مثالن جي مدد سان استاد شاگردن کي ترغيب ڏيئي ٿو سگهي تہ قومي ڪمن مان مراد

ڪهڙا ڪم آهن ۽ هنن جو ڪردار قوم ۽ ملڪ جي تعمير لاءِ ڪيتري قدر اهم آهي.

### آئينده زندگيءَ ۾ اطمينان جي ضرورت:

شاگردن ۾ اهو قدر پيدا ڪرڻ نهايت ضروري آهي ته جيڪڏهن هو اڄ محنت ۽ سچائي سان تعليم حاصل ڪندا ته نه رڳو تعريف جي لائق ٿيندا بلڪه خود اعتماديءَ جي جذباتي سان سرشار ٿيندا ۽ هنن جي ايندڙ زندگي سک ۽ سڪون سان گذرندي. اڄ جي محنت سياڻي جي انعامن اڪرامن سان سندن استقبال ڪندي. ان جي ثابتيءَ جي طور وڏي ناموس ۽ قدر لائق مشهور ماڻهن جا مثال ڏيئي سگهجن ٿا ۽ شاگردن کي محنت ڏانهن راغب ڪري سگهجي ٿو.

شاگردن جي اها تربيت ماڻهن جي معاشرتي اصلاح، قومي بهبود ۽ ڀلائيءَ ۽ ماڻهن جي انفرادي ترقي جي ضمانت ثابت ٿيندي. مٿي ذڪر ڪيل ڳالهين جي سمجهاڻي اسان جي ملڪ ۾ شاگردن جي تعليم ۽ تربيت جي صحيح روح پيدا ڪرڻ جي ڏس ۾ وڏي هڪ ڪامياب ڪوشش ليکجي سگهندي.

### (iv) جزوي ۽ ڪلي سکيا :

ٻارن جي پڙهائيءَ جي سلسلي ۾ هيءَ ڳالهه واضح ڪئي وئي آهي ته استاد ٻارن کي ان لاءِ ذهني طور ڪهڙيءَ طرح آماده ڪري سگهي ٿو، هتي وڏيڪ غور طلب ڳالهه هيءَ آهي ته ڪڏهن استاد سوالن جي ذريعي ۽ ڪڏهن ڪهاڻي ٻڌائڻ سان ٻارن کي نئين سبق لاءِ آماده ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي ٿو. ٻارن جو ذهني طور تي آماده ٿيڻ انهيءَ ڳالهه جو دليل آهي ته هو نه رڳو سبق شوق سان پڙهندا، بلڪه پڙهائي جي عمل کي چڱي طرح سمجهندي، هو ان عمل جو پاڻ ئي حصو بنجي ويندا، ۽ ان طرح پڙهائي جا نتيجا مثبت انداز ۾ مرتب ٿيندا. سبق جي گهڻن پاسائين هجڻ سبب استاد عام طور ان جي ڀاڱن جي پڙهائي سان شروعات ڪن ٿا؛ ۽ سبق جي مختلف ايڪن ۾ تقسيم ڪري ونن ٿا ته جيئن ٻار سبق جي سمورن پاسن کي سمجهي سگهن. بهترين پڙهائي بابت امام غزالي جو نظريو هي آهي ته سبق جا جدا جدا حصا ڪيا وڃن، ڇو جو ان طرح ٻار پڙهائي سان وڌ ۾ وڌ فائدو حاصل ڪن ٿا. تنهنڪري پهرين هاڻي جزوي سکيا تي بحث

ڪنداسين ۽ ان جي پيٽ ڪلي سکيا سان ڪنداسين.

جزوي سکيا :

سکيا جي عمل جي وڌ ۾ وڌ فائدي وٺڻ جي خيال کان سبق کي جدا جدا ايڪن ۾ ورهايو وڃي ٿو. ته جيئن ٻار پوري ڌيان سان ان جي سيپني ڳالهين کي مغز ۾ ويهاري سگهن، جيڪي استاد هنن کي ٻڌائي ٿو ان لاءِ ان سبق جي هر ايڪي کي آسان بڻائي، ٻارن جي آڏو پيش ڪيو وڃي ٿو. اهڙي طرح ٻار سبق جي هر پهلو کي غور سان ٻڌن ٿا، ۽ ان جي پڙهائيءَ ۾ حصو وٺن ٿا ۽ ائين اها وڌيڪ مؤثر ثابت ٿئي ٿي. امام غزالي ان سلسلي ۾ هيءَ تعليمي اصول بيان ڪيو آهي ته سبق کي مختلف ايڪن ۾ ورهائڻ سان نه رڳو سبق سولو ٿي پوي ٿو بلڪ فائدي جي نقطي نگاهه کان به ٻار لاءِ سڄي ڳالهه جو سمجهڻ وڌيڪ اثرائتو ۽ ديرپا ٿئي ٿو. انهيءَ نظريي جي پيش نظر استاد کي گهرجي ته سبق کي ننڍين ننڍين ايڪن ۾ ورهائي ۽ دلچسپ بنائي ۽ ائين ٻارن کي پڙهائي جي عمل ۾ وڌ کان وڌ رڌل رکي. اجائي لاڳيتي ڊگهي سبق سان ٻارن جي دلچسپي ختم ٿي وڃي ٿي ۽ نيٺ ٻار ان مضمون کان نفرت ڪرڻ لڳن ٿا. ڪن صورتن ۾ ٻار ايتري قدر پريشان ۽ ڪڪ ٿي پون ٿا، جو تعليم ۾ دلچسپي وٺڻ ئي ترڪ ڪري ڇڏين. جنهن جي نتيجي ۾ وڏو قومي زيان ٿئي ٿو.

## ڪلي سکيا :

ڪلي سکيا مان مراد اها آهي ته ٻار سڄي سبق جي هر پهلو کي سمجهي سگهن۽ ان مان پورو فائدو وٺن. پڙهائي جي هن طريقي ۾ استاد هڪ ئي مهل هڪ ئي ويهڪ ۾، پورو سبق پاڙهي ڇڏين ٿا. مثال حسابن جي پڙهائيءَ ۾ هو بليڪ بورڊ تي سمورا سوال حل ڪري ٿا ڏيکارين. هيءَ ڪلي تعليم جو طريقو آهي. هن مان مراد به ٻار کي سڄي سبق جي سمجهاڻي ڏيڻ هوندي آهي. پر ان طريقي ۾ سبق جي ڊيگهه، ٻار جي ذهني ۽ تعليمي عمر ۽ مواد جي آسان ۽ مشڪل هجڻ جي ڳالهين کي پيش نظر رکڻو پوي ٿو. ان کان پوءِ وري به سڄي سبق کي جزن يا حصن ۾ تقسيم ڪيو وڃي ٿو ۽ انهن مختلف جزن جي پڙهائيءَ کان پوءِ آخر ۾ مجموعي طور

تي انهن جو تحت ڪڍي ٻڌائڻو پوي ٿو، ان طرح پڙهائيءَ کي بامقصد ۽ اثر وارو بڻايو وڃي ٿو. تنهنڪري ڪلي تعليم مان بہ مطلب اهو سمجهڻ گهرجي تہ پهريائين سڄي سبق کي پيش ڪري، پوءِ ان کي مختلف ايڪن ۾ ورهائي ۽ انهن جي الڳ الڳ مگر مڪمل سبق جي پڙهائيءَ طور سڄي عمل کي مڪمل ڪيو وڃي ۽ ائين جڏهن سبق ختم ٿئي تہ ان مان ڪلي نتيجي طور پورو فائدو وٺڻ کپي. ان عمل جي طريقي مان نہ رڳو ٻارن ۾ سبق ۽ مضمون جي سڄيءَ ڳالهہ سان خاص لڳاءُ پيدا ٿيندو. بلڪ استاد بہ پنهنجي تدريس کان مطمئن ٿيندو، ان مان بهتر نتيجا نڪرندا ۽ ٻار عملي زندگي ۾ بہ پڙهائي جي ان حاصلات جو مناسب لاڀ وٺي سگهندا، تنهنڪري جزوي ڪلي سڪيا جي ٻئي طريقا پنهنجي پنهنجيءَ جاءِ تي مفيد هجڻ جي خيال کان استاد کي سندن بهتر پڙهائيءَ لاءِ رهنمائي مهيا ڪن ٿا.

(۷) نتيجن جي جاچ :

پڙهائي دوران استاد ٻارن جي ڪارڪردگي جو بہ جائزو وٺندو رهي ٿو. هن کي چڱي طرح خبر هوندي تہ ڪهڙو ٻار ڪهڙي مضمون ۾ ڪيتري قدر وڌي رهيو آهي. استاد پنهنجي تجربي جي بنياد تي ٻارن جي رهبري ڪري ٿو ۽ ان جي روشنيءَ ۾ ٻار پنهنجي تعليمي ڪارڪردگيءَ کان واقف رهندا اچن ٿا ۽ انهي ڳالهہ جي ڪوشش بہ ڪندا رهن ٿا تہ سندن تعليمي گهٽتايون دور ٿينديون رهن . ڪڏهن ڪڏهن استاد ٻار جي والدين سان بہ رابطو قائم ڪري ٿو ، ۽ ساڻن ان جي تعليمي ڪمزوريءَ بابت ڳالهائي ٻولهائي ٿو. اهڙيءَ طرح والدين ۽ استاد جي صلاح مصلحت ۽ اشتراڪ ٻارن جي تعليمي ڪارڪردگيءَ جيئن پوءِ تيئن سندن بهتريءَ طرف وڌندي رهي ٿي.

عام طرح، اسڪولن ۾ ماهوار امتحانن جو سلسلو هلندڙ هوندو آهي ۽ هر مهيني ٻارن جي ئي واتان ۽ امتحانن ۾ سندن نتيجن جي ذريعي والدين کي هنن جي ڪارڪردگي جو اطلاع پهچندو رهندو آهي. ان کان سواءِ تہ ماهي ڇهہ ماهي نو ماهي ۽ ساليانن امتحانن جا نتيجا بہ والدين ۽ ٻار ٻئي اهو محسوس ڪري سگهن تہ تعليمي عمل ۾ ڪمزوريءَ کي دور ڪرڻو آهي، ان سلسلي ۾ استاد جو ڪردار نهايت اهم ٿو ٿئي، ڇو تہ هو ٻارن

جي اپياس جو جائزو وٺي، والدين کي ان کان باخبر رکڻ جو فرض سرانجام ڏئي ٿو ۽ ان طرح ٻارن ۾ وڌيڪ محنت ڪرڻ جو احساس ۽ جذبو پيدا ٿئي ٿو. تنهي ڌرين جي اهڙي مثبت لاڳاپي سان ٻارن جي تعليمي ڪارڪردگي بهتر کان بهتر رخ ڏانهن وڌندي رهندي آهي.

هتي هيءَ ڳالهه به اهم ۽ ضروري هوندي آهي ته نتيجن جي ڄاڻ ڪان نه رڳو ٻارن ۽ هنن جي والدين کي فائدو پهچي ٿو، پر استاد جي لاءِ به اهي نتيجا راهه جي مشعل جو ڪم ڏين ٿا. استاد محسوس ڪرڻ لڳي ٿو ته هن جي پڙهائي ۾ ڪٿي ڪٿي ۽ ڪهڙي ڪهڙي ڪمي رهجي ويئي آهي. ائين سنا استاد انهن خاص اوڻاين جو پتو لڳائڻ ۽ پورائو ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهندا آهن. ان سلسلي ۾ استاد ڪڏهن ڪڏهن پاڻ ۾ ملي ڪري به ٻارن جي جملي پڙهائي جو غور سان جائزو وٺن ٿا ۽ تعليمي ۽ تدريسي معاملن کان علاوه بين ڳالهين کي به بحث هيٺ آڻي ٻارن جي رهنمائي ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهن ٿا. مطلب ته پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جي سڄي عمل جي نتيجن جي هيءَ ڄاڻ نه رڳو ٻارن لاءِ ڪار آمد آهي. بلڪ والدين ۽ استادن جي لاءِ به مشعل راهه جو ڪم ڏئي ٿي. تعليم جو مقصد رڳو اهو ڪونهي ته جيڪو سبق ٻارن کي پاڙهيو وڃي تنهن کي هو سمجهي ڇڏين، پر اصل مقصد اهو آهي ته هنن جي جسماني، ذهني، معاشرتي، جذباتي ۽ روحاني ۽ اخلاقي اوسر ٿئي. انهيءَ کان وڌيڪ هو، تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ اهو محسوس ڪن ته معاشري ۾ هنن کي ڪهڙي قسم جو ڪردار ادا ڪرڻو آهي. روزمره جا معاملا ڪهڙي طرح ڪيئن طئي ڪرڻا آهن ۽ پنهنجي پڙهائي کي پنهنجي زندگيءَ سان ڪيئن رابطي ۾ آڻڻو آهي، جيڪڏهن ان قسم جي رهنمائي هنن کي ميسر نه هوندي ته تعليم جي حاصل ڪرڻ جو مطلب فقط ڪتابن کي ئي ٻڌڻ ئي وڃي رهندو. جيڪو ٻارن جي ڪلي اوسر جي لاءِ نهايت غير مفيد ئي ٿيندو، تنهنڪري استاد تي لازمي آهي ته هو ٻارن پڙهائي جي دوران اهو تاثر ڏيندا آهن ته اهي استاد جي پڙهائي ڏانهن تمام گهڻو ڌيان ڏيو ويٺا آهن، ۽ هنن کي سبق ۾ ڏاڍي دلچسپي آهي. پر هتي اها ڳالهه خاص ڌيان جوڳي آهي ته استاد ٻارن جو لاڳيتو ۽ هر وقت جائزو وٺندو رهي ته ٻار سچ پچ به ڪيس ٻڌن ٿا ۽ سندس پڙهائي مان پرائيندا

رهن ٿا، ان لاءِ هو مختلف قسم جي امتحاني ازمائشن کان ڪم وٺي ٿو، اهڙي قسم جي لاڳيتي ٿي ڪڏهن استاد کي جائزي کان پوءِ ٿي پتو پوي ٿو ته ٻارن جي ذهن ۾ سبق جي ڪا ڳالهه ٿي وينل ڪانهي يا جيڪڏهن ڪا آهي به ته به هن جي اندازي کان تمام گهٽ! اهڙي حالت ۾ استاد جي ذميداري آهي ته هو سمورين حالتن کي سمجهي ٻار جي رهنمائي ڪري. اها سندس رهنمائي پوري پوري ۽ چوڪس هئڻ گهرجي ۽ ڪنهن به منزل تي ڪيس اهو طئي ڪري ڇڏڻ نه گهرجي ته هاڻ ڪنهن ٻار کي وڌيڪ ڪنهن خاص رهنمائي جي ضرورت ڪانهي. جيڪڏهن ڪو استاد ان قسم جو تاثر وٺي ويهي ٿو رهي ته ٻارن جي آئينده ڪارڪردگيءَ تي هاجيڪار اثر پوندا ۽ هنن جي شخصيت مجروح ٿيڻ لڳي ٿي. تنهنڪري استاد جي تمام وڏي ذميداري آهي ته هو هر وقت ۽ هر ٻار جو جائزو وٺندو رهي ۽ انهيءَ جائزي جي روشني ۾ پنهنجون تعليمي ۽ تدريسي هدايتون ڏيندو رهي.

موجوده تعليمي پاليسي تعليمي هيٺ، اپياس جي مجموعي رڪارڊ تي انهيءَ ڪري زور ڏنو ويو آهي، جو مجموعي رڪارڊ ئي اهو آئينو هوندو، جنهن ۾ ٻارن جي سڄيءَ ڪارڪردگيءَ جو احوال درج هوندو. والدين کان سواءِ اسڪول جا ٻيا استاد جيڪي جدا جدا ڪلاسن ۾ مختلف مضمون پڙهائيندا آهن، سي به انهيءَ مجموعي رڪارڊ مان ٻارن جي نصابي ۽ هم نصابي سرگرمين سان گڏ هنن بابت ٻين ضروري ڳالهين کان به واقف رهي سگهن ٿا. مجموعي رڪارڊ مان استاد کان علاوه خود شاگرد به فائدو وٺي سگهن ٿا. ان مان ٻارن جي سڄيءَ زندگي لاءِ اصولن مقرر ڪرڻ ۾ مدد وٺي سگهجي ٿي. انهن جي روشنيءَ ۾ ٻارن کي بهتر شهري بنائي سگهجي ٿو. انهيءَ ڪري هر اسڪول ۾ ٻارن جي تعليمي اپياس جو مجموعي رڪارڊ رکڻ ضروري آهي. ان ڏس ۾ استادن ۽ والدين جون انجمنون قائم ڪرڻ به ضروري آهن. جيڪي ٻارن ۽ والدين جي لاءِ نهايت مفيد ڪردار ادا ڪري سگهن ٿيون ۽ انهن جي مدد سان استاد پنهنجي تدريسي تعليمي ڪارڪردگيءَ کي بهتر بنائي سگهن ٿا.

(vi) وِيسَر :

ابتدائي ڪلاس جي ٻارن جي نفسياتي مطالعي مان اهو اندازو ٿئي ٿو

ته هو نيون ٻالهيون تمام جلد سکي وٺن ٿا، ۽ انهيءَ کي تيزيءَ سان وساري به ڇڏين ٿا. هنن جي خصوصيت کي تعليمي لحاظ کان وسر يا فراموشي جو نالو ڏنو وڃي ٿو. استادن لاءِ ٻارن جي اها خصوصيت ڏاڍي تڪليف ده ثابت ٿئي ٿي. تنهنڪري ان ٻالهه جي ڪوشش ڪئي ٿي وڃي ته ٻار وسر کي پنهنجي شخصيت مان گهٽ ڪري ڇڏين. ان ڪم لاءِ تعليم جي ماهرن ڪيترائي مشورا ڏنا آهن ۽ تجربن جي روشنيءَ مان اها ٻالهه ثابت ٿئي ٿي ته ٻار انهن مشورن تي عمل ڪرڻ سان وسر جي خاصيت کي ڪافي حد تائين ڇڏي ٿا ڏين.

اسان جي اسڪولن ۾ سمعي ۽ بصري شين جو استعمال گهٽ ڪيو وڃي ٿو، ۽ نصابي ڪتابن جي مضمونن تي وڌيڪ زور ڏنو وڃي ٿو. ۽ اڪثر ان ٻالهه جو مشاهدو ڪيو ويو آهي ته ٻار مضمونن کي سمجهڻ کان سواءِ ئي رٽي ڇڏين ٿا ، جيئن ته ان طرح رٽڻ ۾ سمجهه جو عنصر به شامل نٿو ٿئي تنهنڪري رٽيل مضمونن جو ڀلجي وڃڻ هڪ فطري ٻالهه ٿي پوي ٿي. هن سلسلي ۾ موجوده دؤر ۾ دنيا جي مختلف هنڌن تي مختلف تجربا ڪيا ويا آهن، مثلاً ٻارن کي شغلن ۽ جدا جدا ڪمن ڪارين جي ذريعي تعليم ڏني وڃي ٿي. ٻار انهن شغلن ۾ شريڪ ٿين ٿا، تنهنڪري هڪ طرف ته هو مضمون کي صحيح طور تي سمجهڻ لڳن ٿا ۽ ٻئي طرف ڪين سبق ذهن نشين ٿي وڃي ٿو ۽ وسري نٿو. مغربي ملڪن ۾ جيڪڏهن ٻارن کي ڪنهن جبل، درياءَ يا ڪنهن جاءِ جي باري ۾ نصاب جي مطابق سبق ڏيڻو هوندو آهي ته هنن کي اهڙين جاين تي وٺي ويندا آهن ته جيئن رهو مشاهدي جي روشني ۾ انهن ٻالهين جي عملي طور واقفيت حاصل ڪري سگهن. اهڙيءَ طرح انهن ٻالهين جي صحيح تصوير هنن جي ذهن تي اڀري ٿي ۽ هو پڙهائي جي عمل ۾ پنهنجو پاڻ کي شامل سمجهن ٿا. تنهنڪري وسر يا ڀلجي وڃڻ جا امڪان گهٽ ٿي وڃن ٿا.

انهن حقيقتن کي خيال ۾ رکندي جيڪڏهن اسين اهو چاهيون ٿا ته ٻار سبقن کي گهڻو وقت ياد رکن ۽ ڪين اُهي گهٽ کان گهٽ وسرن ته هيٺ ڏيکاريل تجويزن تي عمل ڪري مطلب حاصل ٿي سگهي ٿو:

1- ٻارن کي جو ڪجهه پاڙهجي، اهو ڏسجي ته هو سمجهن به ٿا.

2- مضمونن جي روشني ۾ سمعي ۽ بصري وسيلن کان مدد ورتي وڃي .
3- اهڙن شغلن کي ترتيب ڏني وڃي جن ۾ ٻار حصو وٺن ۽ پڙهائي جو عمل هنن لاءِ دلچسپ بنجي وڃي.
4- انفرادي رهنمائي ڪجي، تہ جيئن تعليمي مشڪلاتون دور ٿي وڃن.
5- گروهي رهنمائي ڪجي تہ جيئن هڪٻئي سان ملي ڪري ڪم ڪرڻ جو جذبو پيدا ٿي سگهي.

## سوال

1- سکيا ۾ ترغيب ڪهڙو ڪردار ادا ڪري ٿي؟ وضاحت ڪريو؟
2- سکيا لاءِ آمادگي پيدا ڪرڻ واسطي ڪهڙن شرطن جو هجڻ ضروري آهي؟
3- ڌيان جي وصف بيان ڪندي واضح ڪريو تہ ڌيان جي پهچ ڪهڙين ڳالهين کان متاثر ٿئي ٿي؟
4- سمجهہ ڀري سکيا لاءِ اثرائتي پڙهائيءَ جا اصول بيان ڪريو.
5- سمجهہ ڀري سکيا لاءِ استاد جي ڪردار جي اهميت بيان ڪريو.
6- جزوي ۽ ڪلي سکيا جو مطلب ڇا آهي؟ اوهان جي خيال ۾ ڪهڙو طريقو وڌيڪ موثر آهي؟
7- ويسر کي گهٽ ڪرڻ جي لاءِ ڪهڙا اپاءُ وٺي سگهجن ٿا؟
8- ڏنل جوابن مان لفظ چونڊي خال ڀريو:-
1- سکيا هڪ ---- فعل آهي (شعوري، غير شعوري )
(ii) سکيا جو عمل صرف اسڪول، ڪاليج، جهڙن ادارن تائين محدود---- ( آهي - ڪونهي)
(iii) ترغيب مان مطلب انسان جون اهي ----ڪيفيتون آهن، جيڪي هن کي ڪنهن مقصد کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ آماده ڪن ٿيون ( بيروني -- اندروني)
(iv ) استاد جا تحسين آميز جملا شاگرد جي لاءِ --- محرڪ ثابت

ٿين ٿا. ( موثر -- غير موثر )

(v) ڏيان هڪ --- فضليت آهي ( انتخابي ، غير انتخابي )

(vi) امام غزالي جي نظرئي ئي مطابق --- سکيا بهترين طريقو آهي.

( ڪلي -- جزوي )

9- هيٺ ڏنل جملن جي وضاحت وڌ ۾ وڌ ٽن سٽن ۾ ڪريو:

(i) سرگرمي جي اصول جو مقصد ڇا آهي؟

(ii) سکيا جي لاءِ آمادگي ڇو ضروري آهي؟

(iii) پڙهائي ۾ تقسيم جي اصول جو مطلب ڇا آهي؟

(iv) انتخاب جي اصول جو مطلب ڇا آهي؟

(v) مجموعي رڪارڊ جي اهميت ڇا آهي؟

(vi) موثر پڙهائي لاءِ استادن ۽ والدين جو لاڳاپو ڇو ضروري آهي؟

باب نائون

# ذهني صحت جا اصول

(Mental hy giene)

ذهني صحت جو مطلب ڪنهن فرد جي اها حالت آهي، جيڪا هن جي ذهن جي طبعي تنظيم ۽ ڪارڪردگيءَ کي ظاهر ڪري. ذهني طور تي صحت مند فرد اطمينان ۽ دل جي سُڪون وارو هوندو آهي. جذباتي طرح هو پورو پنو ۽ مستحڪم ٿئي ٿو ۽ معاشرتي مطابقت سان واڳيل هجي ٿو. ان جي ابتڙ، ذهني طور بيمار شخص بي اطيمنانيءَ ۽ ڪيئين قسم جي پريشانين ۾ مبتلا هوندو آهي ۽ معاشرتي جي عدم مطابقت جو شڪار رهي ٿو، اهڙائي ماڻهو سماج دشمن سرگرمين ۾ حصو وٺن ٿا، نشي جا عادي ٿين ٿا، ڏوهن جي طرف لاڙو رکن ٿا، ۽ اهڙا ڪم ڪرڻ ٿا، جيڪي قانوني لحاظ کان ڏوهه سڏجن ٿا. گويا ماڻهو جي ذهني ۽ طبعي تنظيم يا ڪردار ۾ ڪنهن قسم جو خلل هن جي ذهني ناچاقائي جي نشاني آهي. ماحول سان مطابقت لاءِ ذهن جو صحت مند هجڻ ضروري آهي. ذهني صحت ۾ جذباتي وچٿرائي ۽ توازن کي بنيادي حيثيت حاصل آهي. جنهن شخص کي پنهنجي جذبن تي ڪنٽرول آهي، ۽ انهن ۾ وزن ۽ اعتدال قائم ڪري سگهي، سو ذهني صحت وارو هوندو ۽ زندگي ۾ ڪامياب رهندو اهڙو شخص پنهنجي عمليءَ زندگي ۾ بهتر ڪار ڪردگيءَ جو مظاهرو ڪري ٿو، پنهنجي صلاحيتن کان ڪم وٺي ٿو. ۽ ماحول کي پنهنجين ضرورتن مطابق بڻائي وٺي ٿو. هو ضرورت وقت مناسب رد عمل جي اهليت وارو ٿئي ٿو. استادن ۽ والدين کي ٻارن جي ذهني صحت جو تمام گهڻو خيال رکڻ گهرجي، ڇو جو هنن جون سموريون ڪاميابين جو راز ۽ دارومدار هنن جي ذهني صحت تي آهي.

ذهني صحت جي اصولن جو علم هڪ اهڙو علم آهي، جيڪو ذهني صحت کي عام ڪرڻ ۽ وڌائڻ جي سلسلي ۾ مختلف اصولن، ڪم جي طريقن ٻئي گهربل بندوسبت جي وضاحت ڪري ٿو. اهو علم ٻن قسمن جي ڪمن کي سرانجام ڏئي ٿو.

1- ذهني مرضن جي روڪ .

2- ماحول ذريعي ذهني مونجهارن جو علاج.

ذهني صحت جو علم ٻار جي ذهن جي صحت مند پرورش تي زور ڏئي ٿو ۽ ٻار ۾ درجي بدرجي نيڪ صفتون پيدا ڪرڻ چاهي ٿو. هن علم جو مقصد ٻار جي صحت مند اوسر آهي. ذهني صحت ۽ تعليم ٻنهي جو نقطي نظر هڪ ئي آهي ۽ اهو آهي تہ ٻارن ۾ اهڙيون عادتون، فضليتون ۽ رويا پيدا ڪيا وڃن، تہ جيئن هو زندگيءَ جي اهم مسئلن کي حل ڪرڻ جي قابل ٿي وڃن. ٻار جڏهن اسڪول ۾ داخل ٿو ٿئي، تڏهن هن جي شخصيت اسڪول جي ماحول کان چڱيءَ طرح متاثر ٿئي ٿي. تنهنڪري اهو استادن جو نهايت اهم فرض آهي تہ هو ذهني صحت جي باري ۾ علم حاصل ڪن. ذهني صحت ۽ تعليم جي اصولن کي ڪم ۾ آڻيندي ٻارن جي صحيح تعليم ۽ تربيت ڪن ۽ هنن ۾ زندگيءَ متعلق صحيح رويو ۽ صحت منديءَ وارو نقطي نظر پيدا ڪن.

(i) ذهني صحت کي متاثر ڪرڻ واريون ڳالهيون:

ٻارن جي زندگيءَ ۾ چاهہ ۽ خوشي سندن ذهني صحت جي علامت آهي. اهڙا ٻار جيڪي غير معمولي طور تي بي آراميءَ ۽ بي اطمينانيءَ جو اظهار ڪن ٿا، سي ان ڳالهہ جي ثابتي ٿا ڏين تہ سندن ذهني صحت ۽ جذباتي زندگيءَ اڻ برابري جي شڪار آهي. اهڙا ٻار هر ڪنهن ۾ غير معمولي شڪ شعبو ڪن ٿا. دوستن، استادن ۽ گهرجي ماڻهن سان مطابقت پيدا ڪرڻ ۾ ڏکيائي محسوس ڪن ٿا. پنهنجو پاڻ کي هميشہ لاءِ بدقسمت ۽ رحم جوڳو تصور ڪن ٿا. ٻين کي خوش نصيب سمجهڻ ۽ انهن سان هروڀرو حسد ۽ چڪتاڻ محسوس ڪرڻ، اندر ئي اندر ۾ مرڪڻ ۽ ڪُڙهندو رهڻ، سندن خاصيت ٿئي ٿي. معاشري جي خلاف ڪردار ۽ ڏوهارين جهڙيون حرڪتون، مثلاً چوري چڪاري، کيسا ڪترڻ، مارڪيٽ، تعليم ۾ عدم دلچسپي ۽ اسڪول مان ڀڄي وڃڻ جا عادي ٿين ٿا. ذهني صحت کي متاثر ڪرڻ وارين ڳالهين مان اهم هي آهن.

(i) ذاتي ڳالهيون (Individual Factors)

(ii) خانداني ڳالهيون (Family Factors )

(iii) سماجي ڳالهيون (Society)

**ذاتي ڳالهيون:** ٻارن جي فطري، جسماني، گهرجن جو پورو نہ ٿيڻ ، سندسن ذهن جي ڪچائي جسماني هيٺائپ، بيماري ۽ ٻيا جسماني نقص، ٻارن جي ذهني صحت تي منفي اثر وجهن ٿا. ٻار جسماني طور تي صحت مند هوندو تہ دماغ بہ صحت مند هوندس. اهڙي ٻار ۾ ڪم ڪرڻ جو امنگ بہ وڌيڪ هوندو. اهڙا ٻار مشڪلاتن ۽ تڪليفن جو مقابلو ڪندي گهٻرائيـن ڪونہ ٿا، ۽ حالتـن ڪي پنهنجي ضرورتن مطابق بدلائڻ جا اهل هوندا آهن. اهڙيءَ طرح هو عملي ميدان ۾ بهتر ڪار ڪردگيءَ جو مظاهرو ڪن ٿا. جڏهن تہ جسماني طرح اَيرا ۽ ڪمزور ٻار يا ڪند ذهن يا جن ۾ جسماني نقص هوندا سي ناموافق حالتـن ۽ مشڪلاتن جو مقابلو ڪرڻ ۾ ڏقت محسوس ڪن ٿا. هنن جي زندگيءَ ۾ خوشيـن ۽ اذمن جي اٿاٽ ٿئي ٿي. اهڙا ٻار بهتر طور تي معاشرتي مطابقت حاصل ڪري نٿا سگهن.

**خانداني ڳالهيون:** خاندان جي اخلاقي، تمدني ۽ اقتصادي حالتـن جو ذهني صحت سان ڳوڙهو واسطو آهي. جيڪڏهن ڪنهن ٻار جو گهرو ماحول سڪدائڪ ۽ رهڻي ڪهڻي بهتر آهي، اُهي معاشرتي قدرن تي ٻيئل ۽ هلندڙ آهن، تہ هنـن جي ڪردار ۾ بہ اهي خصوصيتون موجود هونديون ۽ هنـن جي ذهني صحت جي لاءِ اُهي مددگار ثابت ٿينديون. ماهرن تحقيقات ڪري ثابت ڪيو آهي تہ مالي ۽ جذباتي طور آسودن خاندانن جا ٻار بهتر ذهني صحت وارا ٿيـن ٿا، ۽ معاشري جا مفيد رڪن ثابت ٿيـن ٿا. ۽ ان جي ابتڙ جيڪو خاندان ڪلڪل ۽ ناچاقـائي جو شـڪار هوندو، جتي ماحول ۾ منفي ۽ ناروا قدر هلندڙ هوندا، ۽ ظلم ڏاڍ ۽ گارگند واريون حالتون هونديون تہ انهن ڳالهين جا غير صحت مند اثر ان خاندان جي ٻارن تي بہ ضرور پنهنجو ڪم ڪندا.

نفسيات جي ماهر، سرل برٽ پنهنجي ڪتاب "ننڍي عمر جا ڏوهاري" ۾ ننڍپڻ جي ڏوهن لاءِ معاشري جي عام گناهہ ڀريل ماحول، تجربن جي ذهني بيمارين ۽ انهن جي ذهني ۽ جسماني ڪمزورين جي خانداني روايتـن سان گڏوگڏ، انهن جي خانداني غريبيءَ ۽ مفلسيءَ ٻيـن نا سازگار خانداني

حالتن ۽ ناقص تربيت کي بہ اهم سبب قرار ڏنو آهي. انهن حقيقتن جي روشنيءَ ۾، ذهني صحت لاءِ صحتمند ساز گار خانداني ماحول جي اهميت ۽ ضرورت ثابت ٿئي ٿي. مائيتي پيءُ، ٻارن جي پرورش جي باري ۾ لاپرواهہ پيءُ، جذباتي عدم مطابقت واري طبعيت واري پيءُ، گهڻي اولاد واري پيءُ وارا خاندان، ناسازگار خانداني ماحول جوشڪار هجن ٿا ۽ اهڙي ماحول ۾ ٻارن جي ذهني صحت تي منفي اثر پون ٿا.

## سماجي ڳالهيون :

اسان جي پياري نبي سڳوري صلي الله عليہ وآلہ وسلم جو فرمان آهي تہ "سٺو دوست عطر فروش وانگر آهي"؛ جيڪڏهن اوهين هن وٽ ويهندا تہ خوشبو محسوسس ڪندا ۽ برو دوست لوهار جيئن آهي، جيڪو ڌوڻ پيو هلائيندو آهي ۽ جيڪي بہ هن جي پرسان ويهندا تہ دونهين ۾ پيا بوساٽبا يا چار ۽ چڻنگون پيا سهندا. نفسيات جي ماهرن بہ ان حقيقت کي تسليم ڪيو آهي ۽ تحقيقات سان ثابت ڪيو آهي تہ بري صحبت ڏوهاري قسم جي احساس ۽ جذبن جي اپرڻ جو سبب بنجي ٿي. مار مارا، خون خرابي، قتل دوکي بازي، ۽ ٻارن ۽ جانورن تي مار موچڙو انتقام سبب يا شرارت جي ڪري ٻين جي املاڪ کي ڇيهو رسائڻ، نشي جو واپرائڻ ۽ اهڙن ٻين آواره گرديءَ جهڙن معاشري جي خلاف ڪردارن ۾ مجرم ذهن ئي گڏجي ڪم ڪن ٿا ۽ غير صحتمند ذهنن جي عڪاسي ڪن ٿا. بري صحبت سان گڏ غير موثر درس ۽ تدريس، ناقص نصاب، معاشري ۾ پکڙيل لاقانونيت ۽ ابلاغ عام جو غلط استعمال، هي سڀ ڳالهيون بہ اهڙا سماجي اسباب آهن، جيڪي ٻارن جي ذهني صحت کي تباهہ ۽ برباد ڪن ٿا.

ٻارن جي ذهني صحت کي قائم رکڻ لاءِ ضروري آهي تہ سماجي ماحول کي سازگار بنايو وڃي. ان لاءِ ابلاغ عام جي وسيلن ۽ درسي ڪتابن جي ذريعي، اخلاقي ۽ اسلامي قدرن جو پرچار ڪرڻ سڀ کان وڌيڪ اثرائتو عمل ثابت ٿي سگهي ٿو. اسلامي قدرن ۽ معاشرتي قدرن جي همت افزائي ذهني صحت کي برقرار رکڻ جو اثرائتو ذريعو آهي. هن سلسلي ۾ استادن ۽ والدين تي ڳريون ذميواريون عائد ٿين ٿيون. هنن جو فرض آهي تہ هو ٻارن کي اسلامي قدرن سان روشناس ڪرائين ۽ هنن لاءِ گهر ۽ اسڪول ۾ اهڙو

ماحول مهيا ڪن، جتي هنن جي ذهني صحت کي برقرار ۽ بحال رکي سگهجي، ۽ ناسازگارخانداني يا سماجي ماحول هنن جي ذهني صحت کي تباهه برباد نه ڪري سگهي.

(ii) ذهني صحت ۽ ڪلاس روم جو ماحول:

جيئن پهرين بيان ڪيو ويو آهي، ٻار جڏهن اسڪول ۾ داخلا وٺي ٿو، ۽ اڳ ڪيل پنهنجي تعليمي اڀياس جي روشني ۾ ڪنهن درجي ۾ پڙهائي جي عمل ۾ حصيدار بنجي ٿو ته هن جي شخصيت اُتي جي ماحول سان هري مري وڃڻ ڪان پوءِ ان ڪان متاثر ٿيڻ لڳي ٿي. جيڪڏهن اهو ٻار ذهني لحاظ ڪان صحت مند آهي، ته پنهنجي ارد گرد جي مختلف ٻارن ۽ ٻين ماڻهن، شين ۽ حالتن سان مطابقت اختيار ڪري وٺي ٿو. هو سڀني سان رلي ملي وڃي ٿو. اهڙي ٻار جو ڪردار اعليٰ ۽ افضل ٿيڻ لڳي ٿو. سندس ٿهي جو هر ٻار هن کي پسند ڪرڻ لڳي ٿو ۽ هو ٿوري ئي عرصي ۾ سڀ ڪنهن جي نظرن جو مرڪز بنجي وڃي ٿو. ٻين ٻارن کي، والدين ۽ ٻين ماڻهن کي اهڙي ٻار تي پورو پورو اعتماد ٿي وڃي ٿو. هو پنهنجي پاڻ کي ان نئين ماحول ۾ محفوظ خيال ڪري ٿو. هو اجائي خوف ۽ وهم ڪان آزاد رهي ٿو. ڪلاس روم ۾ هشاش بشاش نظر اچي ٿو. هن جي چهري تي سدائين مرڪ ۽ خوشيءَ جي ريکا رهي ٿي. هو هر هڪ سان محبت ۽ خلوص سان ملي ٿو، ۽ هر لحاظ ڪان مطمئن نظر اچي ٿو. پنهنجن هڪ جيڏن سان راند ڪيڏڻ ۾ هو ڏاڍو خوش ٿئي ٿو، گهمڻ ڦرڻ جي شغلن، مختلف قسم جي دلچسپين ۽ سير سفر ڏانهن راغب رهي ٿو. هن جي دل ۾ پنهنجن ساٿين سان همدردي جو جذبو موجود رهي ٿو. اهڙا ٻار گهريلو زندگيءَ ۾ به خوش خورم رهن ٿا ۽ والدين ۽ ڀائرن ڀينين سان سندن رشتو نهايت مضبوط هجي ٿو. ذهني صحت وارن ٻارن جي جسماني صحت به سٺي ٿئي ٿي، ۽ هو ٻت ۾ ڪافي سگهارا ٿين ٿا، ۽ انهيءَ ڪري هو ڏکئي ۾ ڏکيا ڪم سرانجام ڏيڻ لاءِ يڪدم تيار ٿي وڃن ٿا. ڪائڻ ڀيٽڻ ۾ هو متوازن هجن ٿا، هنن کي ٻک به وقتائتي ۽ پوري پني لڳي ٿي، ۽ هو ننڊ جا گهٽا شوقين نٿا ٿين. مختصر طور اهو چئي ٿو سگهجي ته ذهني طرح

صحت مند ٻار ڪلاس روم ته ڇا پر هر ماحول ۾ موزون ۽ مناسب عادتن ۽ فضليتن جو مظاهرو ڪن ٿا.

ان جي ابتڙ اهڙا، ٻار جيڪي ذهني طور صحت مند نه هوندا آهن سي خود پنهنجي ذاتي ۽ معاشرتي ضرورتن جو پڻ نه پورو اندازو لڳائي سگهن ٿا ۽ نه انهن جو پورائو ڪري ٿا سگهن. اهڙا ٻار يقيناً پنهنجي خاندان، اسڪول بلڪ ملڪ ۽ قوم لاءِ ڳرو بار ثابت ٿين ٿا. ڪلاس روم ۾ خاص طور تي هو پنهنجو پاڻ کي ائين ٿا تصور ڪن جيئن پاڻيءَ کان ٻاهر مڇي هوندي آهي ۽ آخرڪار نفسياتي مريض بنجي ٿا وڃن. تنهنڪري استاد جي اهم ذميواري آهي ته هو اهڙن ٻارن جي خاص رهنمائي ڪري. پر رهنمائي ڪرڻ کان اڳ ۾ هنن جي عدم مطابقت جي علامتن ۽ سببن کان چڱي طرح واقف هجڻ نهايت ضروري آهي. ٻارن ۾ ان قسم جي عدم مطابقت جا سبب عام طرح بيروني ۽ اندروني نوعيت جا ٿين ٿا.

استاد جو فرض آهي ته هو ٻار جي عدم مطابقت جا سچا پچا سبب تلاش ڪري. عدم مطابقت جي مختلف سببن تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته ڪي ظاهري ۽ ڳجها سبب اهڙا ٿين ٿا. جو انهن جي دور ڪرڻ ۾ استاد ڪافي حد تائين بيوس هوندو آهي. پر ڪن تعليمي ۽ ذهني سببن کي دور ڪرڻ ۾ استاد ٻار جي گهڻي مدد ڪري سگهي ٿو. ڪلاس روم جو تعليمي ماحول اهڙو خوشگوار، دلچسپ ۽ مفيد هجڻ گهرجي، جو ٻار ان ۾ پاڻ کي رلي ملي وڃي ۽ پاڻ کي ان جو حصو سمجهي، جيڪڏهن ڪلاس ۾ تعليمي ماحول ناقص آهيءَ استاد رڳو سبق جي رٽائڻ تائين پاڻ کي محدود رکن ٿا ته ٻار سبقن ۾ هرگز دلچسپي نه وٺندا. استاد جو فرض آهي ته هو ٻارن جي جسماني ۽ ذهني حالتن کي پيش نظر رکندي، سبق کي دلچسپ بنائڻ جي ڪوشش ڪري ۽ سمعي بصري طريقن کي استعمال ۾ آڻي، ڇو جو انهن ذريعن جي عدم استعمال جي حالت ۾ ٻارن لاءِ سبقن جو صحيح طور سمجهڻ مشڪل، بلڪ ڪڏهن ته ناممڪن ٿي پوي ٿو، ۽ ان حالت ۾ ٻار تعليم ۽ پڑهائيءَ کي هڪ قسم جو بار سمجهڻ لڳن ٿا. استاد رڳو پڑهائيءَ جي طريقي کي تقريري طريقي تائين محدود نه ڪري بلڪ پڑهائيءَ جي ٻين طريقن کي وس آهر استعمال ۾ آڻي. مثلاً شاگردن جي

بحث مباحثي لاءِ همت افزائي ڪري. هنن کي اسلامي قدرن کان روشناس ڪرائي ۽ پنهنجي روش توڙي سچي ڪلاس ۾ محبت، پنهنجائپ ۽ باهمي اعتماد ۽ تعاون جي رنگ ڄمائڻ جي ڪوشش ڪري. ان سان گڏوگڏ جيڪڏهن ممڪن هجي ته ڪڏهن ڪڏهن سير سفر جو انتظام پڻ ڪري. هر حالت ۾ تعليم جو نظام مناسب ۽ موزون هئڻ ضروري آهي. ڪلاس جي انتظام جي فضا دل آزار ۽ سخت نه هجي. ان جي تفريحي ۽ معاشرتي سرگرمين جو بندوبست موجود هئڻ کپي. شاگردن سان استاد جو رويو نهايت انصاف ۽ همدردي وارو هجڻ گهرجي ته جيئن شاگردن جي دلين ۾ استاد جي محبت ۽ عزت سجاڳ ٿئي ۽ نه مٿس خوف ۽ هراس ڇانيل رهي. جيڪڏهن ڪلاس جو ماحول مناسب ۽ خوشگوار هوندو، ته شاگردن جي ذهني صحت تي تمام سٺو اثر پوندو، ۽ غير صحت مند ۽ باغي لاڙا پيدا نه ٿيندا.

## (iii) ڪلاس روم جو طبعي ۽ جذباتي ماحول

ٻارن جي صحت برقرار رکڻ لاءِ طبعي ۽ جذباتي ماحول جو مناسب هجڻ به ضروري آهي. طبعي ماحول جو مطلب سچي ڪلاس جي حالت ٻارن جي ويهڻ جون جايون، ٻيوسڃو فرنيچر ۽ روشني ۽ هوا جو انتظام وغيره آهي. جيڪڏهن ڪلاس روم پراڻو آهي، فرش تمام خراب آهن، ڀتن جي پوچي وغيره نيڪ ڪانهي، ته ٻارن جي ذهني صحت تي ان جو خراب اثر ٿيندو.

ڪلاس جو ڪمرو شاگردن جي تعداد جي مطابق هئڻ گهرجي. اهو نه ايترو ننڍو هجي، جو شاگرد ان ۾ آرام سان جاءِ حاصل ڪري نه سگهن، ۽ نه ايترو وڏو هجي جو شاگرد ان ۾ ڌار ڌار ٿي هڪ ٻئي کان پري ٿي وڃن. ڪلاس جو فرنيچر مناسب قسم جو هئڻ گهرجي. استاد جي ميز، ڪرسي، بليڪ بورڊ، الماڙيون وغيره عمديون نه ته گهٽ ۾ گهٽ نيڪ ناڪ ۽ صاف سٿريون هجڻ گهرجن. شاگردن جون ڊيسڪون ۽ سيٽون آرام واريون هجڻ گهرجن، ته جيئن شاگرد سولائي سان ويهي پنهنجي سبق ۾ ڌيان لڳائي سگهن. جيڪڏهن سيٽون مناسب نه هونديون ته ٻار تعليم جي طرف رغبت ڪرڻ ۾ سستي ڪندا ۽ اها ڪوشش ڪندا ته جلد کان هنن جلد کي ڇوٽڪارو ملي ۽ گهر ڏي وڃن. ڪلاس ۾ روشني جو مناسب بندوبست نهايت ضروري آهي. ڪلاس جي ڪمري ۾ هوا ۽ روشني جو باقاعدي

انتظام هجڻ گهرجي. اُهو شاگردن تي صحيح تعليم ۽ پڙهائيءَ لاءِ ۽ هنن جي جسماني ۽ ذهني صحت لاءِ بہ نهايت ضروري آهي. اُن مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪمري ۾ دريون ۽ وينٽي ليٽر بہ چڱي تعداد ۾ هجڻ کپن تہ جيئن تازي هوا ايندي رهي. روشنيءَ کان سواءِ ڪلاس جي جي ڪمري ۾ موسم جي مناسبت سان گرميءَ جي درجي جو خيال رکڻ بہ ضروري آهي. ڪمريءَ ۾ پکن ۽ اسٽور وغيره مناسب انتظام سان شاگرد سخت گرميءَ ۽ سرديءَ کان محفوظ رهي سگهن ٿا. استاد کي کپي تہ پنهنجي ڪلاس روم لاءِ هو مٿي ذڪر ڪيل ڳالهين جو هر وقت خيال رکي.

جيتري قدر جذباتي ماحول جو تعلق آهي تہ اسين ڄاڻون ٿا تہ ٻار محبت ۽ شفقت جا پياسي هوندا آهن ۽ پنهنجي ضرورتن جي لاءِ وڏن جا محتاج هوندا آهن. سندن ضرورتون پوريون ڪرڻ، ساڻن همدرديءَ ۽ شفقت جو برتاءُ رکڻ، والدين ۽ استادن جو اهم فرض آهي. حضور صلي الله عليہ وآله وسلم جن جو فرمان آهي تہ "ٻارڙا هنن جي باغ جا گل آهن " . گل لطافت جو آئينہ دار هوندو آهي ۽ لطيف برتاءُ ان جي گهرج آهي. محبت ۽ شفقت جو برتاءُ ئي ٻارن جي مناسب خوراڪ آهي. جيڪڏهن مائٽ ۽ استاد هنن کي مناسب جذباتي غذا مهيا نہ ڪن تہ ٻار غيرمتوازن شخصيت جا مالڪ بنجي وڃن ٿا. استادن جو هڪ اهم فرض هي آهي تہ هو ٻارن سان همدرديءَ ۽ شفقت وارو رويو روا رکن ۽ هنن سان خوش اخلاقي سان پيش اچن. اهڙي سلوڪ ۽ رويئي سان ٻارن جي مناسب جذباتي اوسر تي پهچي ٿي ۽ هو متوازن ۽ پرڪشش خصيت جا مالڪ بنجي سگهن ٿا.

ٻيءَ حالت ۾ هو يقيناً ذهني مريض بنجي ويندا ۽ ذهني صحت جي خرابيءَ جي ڪري هو ذهني طور تي تمام گهڻيءَ حد تائين مفلوج ٿي ويندا

### (iv) ڪلاس جي ڪمري ۾ ذهني صحت جا اصول :

ٻارن جي ذهني صحت قائم رکڻ لاءِ عام طرح ٻن قسمن جون ڳالهيون ڪيون ونديون آهن. هڪ اها تہ استاد اُهي اصول ٻڌائي جن تي ڪار بند رهي ڪري ذهني صحت کي برقرار رکي سگهجي ٿو. ٻيو اها تہ استاد بذات خود اهڙو ڪردار رکي، جنهن مان انهن اصولن تي عمل ظاهر ٿئي. اسان جي خيال ۾ پهرين ءَ ڳالهہ کان بہ زياده اثر واري ٻي ڳالهہ ٿي سگهي ٿي.

پروفيسر محمد قطب جي چوڻ مطابق "استاد ٻارن لاءِ هڪڙي مثالي نموني جي حيثيت رکي ٿو. هو تنقيد نگاهه سان استاد جي ڪردار جو جائزو وٺن ٿا. تنهنڪري رڳو اصولن جو ٻڌائي ڇڏڻ ڪلفي نه ٿيندو. بلڪ جيڪڏهن انهن اصولن تي عمل ڪيو وڃي ۽ مثالي نمونو پيش ڪيو وڃي ته ٻار استاد جي ڪردار جو نقل ڪندا، ۽ هن جي نقش قدم تي هلڻ جي ڪوشش ڪندا. تنهنڪري استاد کي ڪلاس جي ڪمري ۾ ذهني صحت جي اصولن جي سڃاڻپ پنهنجي ذاتي ڪردار ۽ عمل سان ڪرائڻ گهرجي ته جيئن ٻارن تي ان جا مثبت اثر پيدا ٿين ۽ هو ذهني لحاظ کان صحت مند بنجي سگهن" . استاد جي ڪردار جي مختلف رخن جو ذڪر هيٺ درج ٿيل آهي.

وچٿرو برتاءُ ۽ متوازن رويو:

وچٿرو رويو ۽ برتاءُ قرآن حڪيم جي خاص هدايت آهي ۽ بار بار وچٿري رهڻ جي تعليم ڏني ويئي آهي ۽ هيءُ هدايت زندگيءَ جي هر شعبي ۽ عمل جي هر رخ جي باري ۾ آهي. قرآن جو عمومي اصول آهي ته: " وتبغ بين ذالڪ سبيلا يعني درميانو درجو اختيار ڪريو ۽ شدت کان بچو." تنهنڪري استاد کي گهرجي ته هو ٻارن سان نه تمام گهڻيءَ نرميءَ وارو برتاءُ ڪري ۽ نه ئي گهڻيءَ سختي جو بلڪ هو ٻارن سان وچٿرو رويو رکي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ٻارن سان زياده سختي جو رويو رکيو ويو، ته هنن جي وچٿرو شخصيت ڪانه ٺهندي ۽ ايري متي ڪانه ايندي. ان حالت ۾ هو عدم مطابقت جو شڪار ٿيڻ لڳن ٿا، ۽ تند مزاج ۽ جيڙاڪ ٻڻجي وڃن ٿا. تنهنڪري استاد جو برتاءُ شفقت وارو هجڻ گهرجي، ٻارن مان استاد جو رويو هميشه هڪ ساريڪو رهڻ گهرجي. جيڪڏهن استاد ڪلاس روم ۾ پنهنجو رويو بدلائيندو رهندو، ته ٻارن جي ذهني صحت تي ان جو ڏاڍو خراب اثر پوندو. يعني پل ڪن استاد جو رويو سخت هجي ۽ پل ڪن ۾ نرم ٿي وڃي، ته اها ڳالهه ٻارن جي ذهني صحت تي ناگوار اثر وجهي ٿي، تنهنڪري استاد کي سيني ٻارن سان هڪ ساريڪو رويو رکڻ گهرجي، هن لاءِ ڪلاس ۾ سمورا ٻار هڪجهڙا هجڻ گهرجن، جيڪڏهن استاد ڪن ٻارن سان خصوصي رويو رکندو ته نه رڳو پڙهائي متاثر ٿيندي بلڪ استاد جي پنهنجي شخصيت به مجروح ٿيڻ لڳندي، ۽ ٻارن جي ذهني صحت به متاثر ٿيندي.

.هني اخلاقي اوسر:

حسن اخلاق، اسلامي تعليم جو عظيم نصب العين آهي. قرآن ۽ حديث جي روءِ کان جيڪو اخلاق جو مالڪ ناهي، سو هرگز سٺو مسلمان ناهي، تنهنڪري معاشري ۾ ٻارن جي اخلاقي اوسر نهايت اهم مقام حاصل ڪري ٿي وٺي. اخلاقي فضليتن جا تمام گهڻا فائدا آهن، جن ۾ ذهني صحت بہ شامل آهي. جيڪڏهن ٻار کي صحيح اخلاقي تعليم ڏني وڃي تہ اُها هن کي عدم مطابقت کان محفوظ رکي سگهي ٿي ۽ هن جي شخصيت کي اعليٰ ۽ جامع صفتن جو مالڪ بنائي سگهي ٿي. مثلاً جنهن ٻار کي عدل ۽ انصاف، همدردي، صداقت يا سچائي ۽ تحمل جي تعليم ڏني وڃي تہ هو ڪڏهن بہ عدم مطابقت جو شڪار نٿو ٿي سگهي. ڇو جو اُهي اهڙيون صفتون آهن، جيڪي هن کي زندگيءَ جي سڀني انهن مرحلن ۽ حالتن جي مقابلي ڪرڻ جي قابل بنائين ٿيون، جن مرحلن ۽ حالتن ۾ ناڪاميءَ سبب ماڻهوءَ ۾ مايوسي جنم وٺي ٿي. ۽ ائين هن ۾ معاشري سان عدم مطابقت جا بنياد پون ٿا.

اخلاقي تعليم سان گڏ ٻار لاءِ مذهبي تعليم بہ ضروري آهي. ٻار کي عام فهم ۽ سڌيءَ سنئين ٻوليءَ ۾مذهب جا عالمگير اصول سيکارڻ گهرجن. اهڙيءَ طرح ٻار آهستي آهستي ۽ غيرشعوري طور تي نيڪيءَ ۽ ڀلائي جو رستو اختيار ڪندو ويندو ۽ هن جي زندگيءَ ۾ برابري پيدا ٿي ويندي. مذهبي تعليم ڏيڻ جو مقصد وسيع تعليمي روا داري، بلند خيالي ۽ محبت هجڻ گهرجي. استاد جو فرض آهي تہ هو ٻار کي تعصب، تنگ نظريءَ، هٺ ڌرميءَ کان بچائي ۽ هن کي مذهب جي صحيح اصولن کان روشناس ڪرائي.

جذباتي تعلق : جيڪڏهن استاد کل مک آهي ۽ خوش مزاج آهي ۽ ٻارن سان قرب ۽ پنهنجائپ سان پيش اچي ٿو تہ اهڙيءَ صورت ۾ ٻار ذهني ۽ جسماني لحاظ کان خوب ايرن ٿا ۽ مٿي اسرن ٿا ۽ ماحول سان آسانيءَ سان مطابقت پيدا ڪري وٺن ٿا ۽ تعليم جو اثر مٿن نهايت خوشگوار ٿئي ٿو. ان جي ابتڙ، جيڪڏهن استاد پريشانين ۾ الجهيل هوندو، ذهني مونجهارن جو شڪار هوندو، ڳالهہ ڳالهہ تي غصي ۾ ڀرجي وڃي ٿو ۽ ٻارن

سان سختيءَ وارو برتاءُ روا ٿو رکي تہ ان جو نتيجو اهو ٿو ٿئي، جو ٻار جي ذهني ۽ جسماني اوسر رڪجي وڃي ٿي، هن جي صحت تي منفي اثر پيدا ٿيـن ٿا. ڪانئس تعليم ڪان متاثر ٿيڻ جي خاصيت بہ ختم ٿي وڃي ٿي. اسلام حق ۽ باطل ۽ خير ۽ شر ۾ سجاڻپ سيکاري ٿو ۽ حق ۽ خير سان مطابقت جو قائل آهي. اسلام برائيءَ سان مطابقت يا مصالحت جو روادار ڪونهي، بلڪ اعليٰ مقصد ئي ان جو اهو آهي تہ بري معاشري کي بدلايو وڃي. نفسيات عدم مطابقت جي اثرن ۽ نقصانن کي گهٽو ئي پڌرو ڪيو آهي پر اخلاقي ۽ روحاني لحاظ کان سني بري مطابقت پذيريءَ تي روشني نہ وڌي آهي. تنهنڪري ڪن ماڻهن کي مطالعي جي دوران ڪجهہ اهڙو تاثر ٿو ملي، جڻ مطابقت پذيري هر صورت ۾ ضروري آهي، ۽ هر معاملي ۾ معاشري ۾ عدم مطابقت ناپسند ڪيل فعل آهي. پر اهو بلڪل هڪ غلط تاثر آهي. هر پيغمبر پنهنجي قوم سان عمدين ڳالهين ۾ تہ سهڪار ڪيو پر سيني باطل ڪمن ۾ سر عام عدم مطابقت اختيار ڪئي.

"سورت الڪافرون" ۾ عدم مطابقت جو نهايت پر زور بيان موجود آهي. " لااعبد ماتعبدون مطابقت جي تصور جو ڪليل تفسير آهي. تنهنڪري اسلام ۾هيءَ تصور وڏو انقلابي ۽ تعميري آهي. ان مان انڌاڌنڌ غلامن واري تقليد ۽ مطابقت هر گز هر گز مراد ناهي. مطابقت ۽ عدم مطابقت ٻنهي جو بنياد عقل ۽ بصيرت ۽ وحي ۽ الهام تي آهي ۽ نہ رڳو موجود معاشرتي رسمن ۽ رواجن تي مطابقت جو پذيريءَ جو منڌل ۽ قابل شرم تصور يلي مغرب وارن کي ئي نيبہ هجي، مسلمان استادن کي اسلام جو صاف جاندار ۽ انقلابي مطابقت جو تصور اختيار ڪرڻ گهرجي،

## (V) هم نصابي سرگرميون ۽ ذهني صحت:

هم نصابي سرگرميـن جو مطلب اسڪول جا اُهي سمورا شغل آهن، جن جو تعلق راند روند سان مختلف جلسن ڪرڻ، بحث مباحثي جي انجمنن ۾ ۽ سير ۽ تفريح جي تقريبن سان آهي. ٻارن جو انهن ۾ حصو وٺڻ، سندن ذهني صحت جو ضامن آهي. اُهي سرگرميون نصابي ڪارڪردگيءَ کي بهتر بنائيـن ٿيون، تنهنڪري انهن کي "هم نصابي سرگرميـن" جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو، انهن سرگرميـن سان ٻار جي ذهني صحت برقرار رهي ٿي.

هو عدم مطابقت جو شڪار ٿيڻ کان بچي ٿا وڃن ، اها هڪ تسليم ٿيل ڳالهہ آهي تہ ٻارن ۾ عمر ۽ درجن جي لحاظ کان انفرادي فرق موجود هجن ٿا، انهن انفرادي فرقن جي روشنيءَ ۾ استاد ٻارن کي تعليم ڏين ٿا، اهڙيءَ طرح هر ٻار جي پنهنجي پسند ۽ نا پسندي ٿئي ٿي۽ انهي پسندي ۽ ناپسندي مطابقت ٻار هم نصابي سرگرمين ۾ حصو وٺن ٿا، استاد ان قسم جي سرگرمين جي انتخاب لاءِ ٻارن جي ذهني ۽ طبعي لاڙي مطابق مفيد رهبري ڪن ٿا، ان مان آخرڪار سٺا نتيجا حاصل ٿين ٿا، استاد ان ڳالهہ جو بہ جائزو وٺن ٿا تہ ٻارن ۾ ڪهڙي قسم جون عادتون وڌي رهيون آهن، هنن جي طبعي ۽ ذهني لاڙو ڪهڙي پاسي آهي ۽ هو ڪهڙي قسم جي رانديـن ۾ دلچسپي وٺن ٿا، ڪي ٻار اڪيلائيءَ کي پسند ڪندا آهن تہ ڇو ؟ ڪي ڪتابي ڪيڙا آهن تہ ان جو سبب ڇا آهي؟ ڪي راند جي ميدان ۾ وڃڻ کان لهرائيندا آهن تہ ڇو؟ مطلب اهو آهي تہ ٻار جي رحجانن جو مطالعو ڪرڻ کان پوءِ نفسياتي حل پيش ڪيا وڃن ٿا، انهن سمورن قدمن کڻڻ جو مقصد اهو هوندو آهي تہ ٻار پنهنجين پنهنجين صلاحيتن مطابق مختلف ڪم سرانجام ڏين، ۽ هنن جي مڪمل طور تي اوسر ٿي سگهي. هو سٺا شاگرد ٿي سگهن ۽ آخر ڪار هڪ ڪامياب ۽ بامقصد زندگي گذارڻ جا اهل بنجي سگهن.

ڪي ٻار ڪلاس ۾ گهٽ ڪارڪردگيءَ جي ڪري نفسياتي مونجهارن جو شڪار ٿين ٿا. اهڙن ٻارن کي استاد مختلف شغلن ۾ مصروف رکڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ جيئن هنن ۾ مثبت قدر پيدا ٿين. هو هنن لاءِ اهڙيون رانديون تجويز ڪري ٿو، جن ۾ شامل ٿي ٻار پاڻ ۾ اڳواڻ جي صلاحيت پيدا ڪري سگهن، پاڻ کان وڏن جو ادب سکي سگهن، رتبي جي حفاظت ۽ احترام جي بنيادي فلسفي کان آگاهہ ٿي سگهن ۽ معاشرتي زندگي ۽ ان مان فائدا سمجهي سگهن. جسماني اوسر جو بلو ڪري، استاد هنن کي وچٿروشخصيت جي قالب ۾ ڍالڻ پنهنجو فرض سمجهي ٿو، هنن کي ڪم جي عظمت طرف رغبت ڏياري ٿو ۽ مٿن اهو واضح ڪري ٿو تہ معاشرو منجهائين ڪهڙيون اميدون رکي ٿو ۽ سندن ڪردار ڇا هجڻ گهرجي، ڪهڙيون عادتون ٻين لاءِ ڪشش واريون ٿي سگهن ٿيون ۽ ڪهڙيون عادتون

ڪربل نظر سان ڏٺيون وڃن ٿيون. ائين ٻارن ۾ اهي سڀئي خاصيتون پيدا ڪرڻ جي ائين لڳا تار ڪوشش جاري رهي ٿي ۽ اهڙيءَ طرح تعليم ۽ تربيت جو مرحلو خير خوبي سان پورو ٿئي ٿو. جنهنجو لازمي نتيجو اهو ٿو نڪري جو ٻار ذهني طور صحت مند ٿي وڃن ٿا، ۽ پنهنجي ذهني صحت کي برقرار به رکي سگهن ٿا.

هن بحث مان اهو حاصل ٿيو ته هم نصابي سرگرميون ٻارن جي ذهني صحت منديءَ جون ضامن ثابت ٿين ٿيون. انهيءَ ڪري تعليم جي مفڪرن هميشه ان ڳالهه تي زور ڀريو آهي ته نصابي سرگرمين سان گڏوگڏ هم نصابي سرگرمين جو هجڻ به نهايت ضروري آهي.

# سوال

1- ذهني صحت کي متاثر ڪرڻ واريون ڳالهيون ڪهڙيون آهن؟ تفصيل سان لکو:

2- ذهني صحت جو ڪلاس روم جي ماحول سان ڪهڙو تعلق آهي.

3- اسڪولن ۾ ذهني صحت جي اصولن جي سڃاڻپ لاءِ ڪهڙين ڪوششن جي ضرورت آهي؟

4- هم نصابي سرگرميون ٻار جي ذهني صحت کي برقرار رکڻ ۾ ڪيئن مددگار ثابت ٿين ٿيون؟

5- هيٺ درج ڪيل ڳالهين تي مختصر نوٽ لکو:

(i) اسلامي نقطه نگاهه کان سماجي ماحول جي اهميت.

(ii) اسلام جو عدم مطابقت جي باري ۾ نقطي نظر.

6- مختصر طرح جواب لکو: جواب وڌ ۾ وڌ ٽن سٽن ۾ هجن.

(i) ذهني صحت جو مطلب ڇا آهي؟

(ii) ٻار جو ڪهڙي قسم جو ڪردار غير صحت مند چئي ٿو سگهجي؟

(iii) ذهني صحت جو علم ڪهڙن ٻن علمن تي مدار رکي ٿي؟

(iv) ذهني صحت ۽ ڪلاس روم جي جذباتي ماحول ۾ ڪهڙي قسم جو تعلق ٿئي ٿو؟

(v) ڪهڙا خانداني سبب آهن، جيڪي ٻار جي ذهني صحت کي متاثر ڪن ٿا؟

(vi) ڪلاس روم جي طبعي ماحول جو مطلب ڇا آهي؟

(vii) متوازن يا وچٿري جي ڇا معنيٰ آهي؟ قرآن مجيد هن باري ۾ ڇا ٿو چئي؟

(viii) گهڻي اولاد وارن گهراڻن ۾ ٻارن جي ذهني صحت تي منفي اثرن جي پوڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟

7- هيٺ درج ٿيل جملن ۾ صحيح جوابن تي نشان( ) ڏيو:

(الف) (i) ذهني صحت کان سواءِ ماحول سان عدم مطابقت پيدا ٿيڻ لڳي ٿي.

(ii) عملي زندگي موثر خاصيتن واري ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

(iii) جسماني صحت مناسب ٿي وڃي ٿي.

(iv) ٻين ماڻهن جي همدردي حاصل ٿي وڃي ٿي.

(ب) ذهني صحت ۽ تعليم ٻنهي جو مقصد.

(i) ساڳي آهي (ii) مختلف آهي (iii) پڙهائي آهي. (iv) انهن مان ڪو ڪونهي.

(ج) طبعي ماحول مان مراد: (i) ڪلاس روم آهي (ii) گهر آهي.

(iii)خاندان آهي.(iv) انهن مان ڪو ڪونهي

(د) هم نصابي سرگرميون :

(i)ٻارن کي نصابي سرگرمين کان دور رکن ٿيون .

(ii)ٻارن کي نصابي سرگرمين جي وبجهو آڻين ٿيون .

(iii) ٻارن جي ذهني صحت جون ضامن هجن ٿيون.

(iv) ٻارن جي ذهني صحت جي ضمانت نٿيون ڏين.

(هہ) ذهني صحت لاءِ بنيادي حيثيت :

(i) جذبن ۾ توازن جي آهي.

(ii) ماحول سان عدم مطابقت جي آهي.

(iii)ڪلاس روم جي بهتر هجڻ جي آهي.

(iv) انهن مان ڪنهن جي ڪانهي.

(و) ذهني صحت جو مالڪ:

(i) معاشرتي عدم مطابقت سان منهن مقابل ٿئي ٿو.

(ii) پنهنجي صلاحيت ڪان ڪم وٺي ٿو.

(iii) ڏوهن جي طرف راغب ٿئي ٿو.

(iv) انهن مان ڪنهن سان ڪجهہ ڪونهي.

(ز) نشي جو عادتي.

(i) جسماني طور بيمار هوندو آهي.

(ii) ذهني طور غير صحت مند هوندو آهي.

(iii) ذهني صحت جو مالڪ هوندو آهي.

(iv) انهن مان ڪو ڪونہ هوندو آهي.

باب ڏهون

# مشــاورت

# (Counselling)

اسلامي نقطي نظر کان انسان لاءِ هڪٻئي سان صلاح مصلحت ڪرڻ تمام ضروري آهي، تہ جيئن هڪٻئي ۾ صلاح مصلحت سان ماڻهو پنهنجا مسئلا حل ڪري سگهن. قرآن شريف هڪٻئي سان مشوري ڪرڻ کي پسنديدگيءَ جي نگاهہ سان ڏسي ٿو. اصحابن سڳورن متعلق خدا تعاليٰ جو ارشاد آهي تہ " وامرهم شوريٰ يعني هنن جا مسئلا ۽ معاملا هڪٻئي سان صلاح مشوري ڪرڻ سان طئي ٿيندا آهن". اسلامي معاشري جو ڪيميائي نسخو اهوئي آهي. هڪ ٻئي کي هدايت ۽ هڪ ٻئي سان مشورو ڪرڻ مسلمانن لاءِ نيئن ڳالهہ ڪانهي. اسان جو سڀ کان وڏو هادي ۽ مشير الله ۽ هن جو رسول صلي الله عليہ واله وسلم جن آهن. ولڪل قوم هاد قرآن عظيم هدايت ڀريو ڪتاب آهي. جنهن ۾ دنيا جي بامقصد ڪامياب زندگيءَ گذارڻ لاءِ هر قدم تي رهنمائي ڪئي وئي آهي. خدا ۽ هن جي رسول صلي الله عليه وآله وسلم نہ صرف ايمان وارن کي بلڪ ڪل انسانن کي تمام وڏا قيمتي مشورا ڏنا آهن ۽ تمام گهڻي دل سوزيءَ سان ڳالهہ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. موقعي ۽ مهل سارو نصيحت بہ ڪئي آهي، هدايت بہ ڪئي آهي، صلاح بہ ڏني آهي ۽ تاڪيد بہ ڪيو آهي. اهي سموريون ڳالهيون عملي زندگيءَ ۾ ڪنهن نہ ڪنهن منزل تي هر انسان جي آڏو اچن ٿيون. مطلب تہ رهنمائي ۾ صلاح جو اسلامي تصور، جامع، پورو پورو ۽ تمام ڪشادو آهي. الله تعاليٰ ۽ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم کان پوءِ خاص طرح صوفين سڳورن رهنمائي ۽ مشاورت جي ميدان ۾ زبردست ڪارناما سرانجام ڏنا آهن. علمي ۽ فني لحاظ کان هن ميدان کي هنن پنهنجن انيڪ تجربن سان مالا مال ڪري ڇڏيو آهي. اسلامي روايت ۾ صوفي ۽ مرشدن نفسياتي علاج ڪندڙ (Clinical Psycholo-gists) جو ڪردار بہ ادا ڪندا رهيا آهن ۽ لطف تہ اهو آهي، جو اهي

صاحب نفسياتي مسئلن سان گڏوگڏ روحاني، مشاورتي ، اقتصادي ۽ عملي مسئلن جو بہ خيال رکندا رهيا آهن ۽ انهن جي باري ۾ بہ هدايتون ۽ مشورا ڏيندا رهيا آهن. هنن جو طريقو ايترو تہ انوکو ۽ منفرد هو، جو سندن عظيم الشان فڪر جا ڪئين مڪتب وجود ۾ اچي ويا. جهڙوڪ چشتي، نقشبندي سهروردي.قادري وغيرهہ.

مشورو ڪرڻ رهنمائيءَ جي پروگرام جو تمام وڏو ۽ اهم حصو آهي. هي هڪ اهڙو فن آهي، جنهن جي ڪري فرد جي اندروني خواهش جي باري ۾ معلوم ڪري سگهجي ٿو. دراصل مشاورت ئي تعليمي، هنري ۽ ڪاروباري رهنمائيءَ جو بنياد آهي. پر هن مان اهو سمجهڻ تہ مشورو ڪرڻ ۽ رهنمائي ڪرڻ جي معنيٰ ساڳي آهي، سو غلط آهي. مشورو ڏيڻ رهنمائي ڪرڻ نہ آهي، بلڪ اهو رهنمائيءَ جو هڪ حصو آهي. رهنمائيءَ جي عمل کي بامقصد ۽ منظم بنائڻ لاءِ جيڪي طريقا استعمال ڪيا وڃن ٿا، تن مان هڪڙو اهم طريقو مشاورت آهي. مشاورت جو مقصد انسان جي اندر هن جي تشخص کي بيدار ڪرڻ آهي، تہ جيئن هو مشوري ڏيندڙ جي ڏنل هدايت مطابق پنهنجي انفراديت ۽ شخصيت کي بهتر طريقي سان سينگاري سگهي. مشوري ۽ صلاح جو ڪم اهو هئڻ گهرجي تہ ان سان فرد جي اوسر جي مسئلن کي آسان بنائجي ۽ فرد ۾ خود اعتمادي جي قوت پيدا ڪجي صلاح مصلحت يا مشاورت جي تصور کي واضح ڪرڻ لاءِ هيٺ ان جون ڪجهہ وصفون درج ڪيون وڃن ٿيون.

روٿ اسٽرينج جي چوڻ مطابق مشاورت جو مطلب خود آگاهي يا پاڻ کي باخبر رکڻ آهي. يعني فرد جي مدد ڪري هن کي ان ڳالهہ کان آگاهہ ڪرڻو آهي تہ هو ڇا ڇا ڪري ٿو سگهي، ۽ هن کي پنهنجين صلاحيتن کي ڪهڙيءَ طرح مضبوط ڪرڻ گهرجي.

روٿ ( Ruth ) چئي ٿو تہ مشاورت جو عمل هڪ گڏيل ڪوشش آهي. شاگرد جي اها ذميواري آهي تہ هو پنهنجو پاڻ کي سمجهي ۽ پنهنجي عمل جي راهہ پاڻ مقرر ڪري ۽ ان تي عمل پيرا ٿي، پنهنجن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ خوداعتمادي پيدا ڪري. مشوري ڏيندڙ يا مشير جي ذميواري اها

آهي تہ هو شاگرد جي رهنمائيءَ ڪري ۽ هن کي سندس مسئلن کي حل ڪرڻ ۾مدد ڪري. مشاورت هڪ قسم جو رابطو آهي، جنهن ۾ مشوري جو طلبيندڙ فرد، پنهنجي مطلب بيان ڪرڻ ۾ پاڻ کي آزاد محسوس ٿو ڪري ۽ پنهنجن مقصدن جي وضاحت حاصل ڪري ٿو. پنهنجن مقصدن کي محسوس ڪرڻ جي صلاحيت مان هو خود اعتمادي حاصل ڪري ٿو ۽ پنهنجي پسگردائيءَ ۾ پيدا ٿيندڙ مسئلن کي رفع دفع ڪرڻ سان شاگرد جي خود آگاهي وڌي ٿي، ۽ هن ۾ پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ جو حوصلو پيدا ٿئي ٿو.

ارڪسن:

جي نظر ۾ " مشاورت هڪ باضابطہ ملاقات آهي، جنهن ۾ ٻن شخصن جو روبرو تعلق لازمي آهي، جنهن ۾ هڪڙو شخص پنهنجي مسئلن لاءِ ٻئي شخص کان مدد وٺڻ جي غرض سان هن ڏي رجوع ٿئي ٿو".

جونز :

مشاورت کي هن طرح بيان ڪري ٿو، " مشاورت جو مطلب ڪنهن مسئلي تي ڪنهن طالب علم سان گفتگو ڪرڻ آهي. هيءَ هڪ اهڙي مدد آهي، جنهن سان طالب علم پنهنجي مسئلي جو اظهار تہ ڪري، پر مشير مرڪو لڏو لاهي ويهي نہ رهي. طالب علم جي اهڙيءَ طرح مدد ڪرڻي آهي جو هو پاڻ ۾ فڪر پيدا ڪري سگهي، تہ جيئن هو آئينده پنهنجن مسئلن کي دانشمنديءَ سان اڳي جي بنسبت گهٽ مدد ۽ رهنمائي سان حل ڪري سگهي".

ڪارل راجز:

مشاورت کي هن طرح ٿو بيان ڪري: " مشاورت ٻن ماڻهن جي وچ ۾ سڌيءَ طرح لڳا تار گفتگو جو هڪ اهڙو سلسلو هوندو آهي، جنهن جو مقصد مشوري گهرندڙ جي اهڙيءَ طرح مدد ڪرڻ هجي، جو هو پنهنجي روش فڪر جي طرز ۽ ڪردار ۾ بهتر تبديلي پيدا ڪري سگهي"،

اسين انهن ماهرن جي پيش ڪيل وصفن جي روشنيءَ ۾ مشاورت جي وصف هيئن ڪري سگهون ٿا. تہ " مشاورت مان مراد ٻن فردن جي وچ ۾ سڌو تعلق آهي، جنهن ۾ هڪ فرد جڏهن ذاتي طور تي پنهنجن مسئلن کي حل نٿو ڪري سگهي تہ ڪنهن اهڙيءَ ٻئي شخص (صلاحڪار يا مشير) جي طرف رجوع ٿو ٿئي، جيڪو تجربي ۽ اهليت ۾ هن کان بهتر هوندو آهي.

مشير پنهنجي مشوري سان هن جي مدد ان طرح ٿو ڪري جو مليل مشوري جي روشنيءَ ۾ هو پاڻ ئي پنهنجي مسئلي جو حل تلاش ڪرڻ جي قابل ٿي وڃي ٿو".

مشاورت جي باائر هجڻ لاءِ خلوص ۽ اعتماد جي فضا جو هجڻ تمام لازمي شرط ٿئي ٿو. جڏهن پڇندڙ کي يقين هوندو آهي ته هو سمورا مسئلا ۽ ذاتي معلومات جيڪا هو مشير جي آڏو پيش ڪندو، سي راز ۾ رهندا، ته هو پنهنجن مسئلن ۽ ڪمزورين کي مشير جي اڳيان بيان ڪري ، سڪون محسوس ڪندو. ان صورتحال ۾ اهڙي فضا پيدا ٿئي ٿي، جو پڇندڙ کي يقين ٿئي ٿو ته مشير هن جي مسئلن ۾ خلوص دل سان دلچسپي وٺي رهيو آهي.

ڪارل راجز ان فضا کي هن طرح ٿو بيان ڪري: " مشير جو پڇندڙ کي ملاقات لاءِ وقت ڏيڻ هن جي حوصلہ افزائي ڪرڻ، هن جي ڳالهين ۾ دلچسپيءَ جو اظهار ڪرڻ مشوري طلبيندڙ کي ان ڳالهہ جو احساس ڏياري ٿو تہ مشير هن کي خوش آمديد چوي ٿو. اهڙيءَ باهمي اعتبار جي فضا جي پيدا ٿيڻ کان پوءِ ئي ٻنهي شخصن جي وچ ۾ ئي مشاورت ڪاميابيءَ جي راهہ تي اڳتي وڌي ٿي.

## مشاورت جي اهميت:

انسان سماجي جانور آهي،هن کي بهتر زندگي گذارڻ جي لاءِ پنهنجي معاشري ۽ خاندان سان نباهڻو پوي ٿو. سماجي زندگي ۾ ڪيئي مسئلا موجود هوندا آهن. انسان جو جن مسئلن سان واسطو پوي ٿو، تن جي نوعيت ذاتي هجڻ کان علاوهہ سماجي بہ ٿئي ٿي. مثلاً، معاشري سان مطابقت جو مسئلو سماجي نوعيت جو ٿئي ٿو، جڏهن تہ خاندان ۽ گهرجي ماحول سان مطابقت جو عمل ذاتي ۽ مالي مسئلن هيٺ اچي ٿو. صحت، تعليم، پيشو ۽ مستقبل سان واسطو رکندڙ مسئلن جو شمار بہ ذاتي مسئلن ۾ ٿئي ٿو. انسان انهن مسئلن جي بهتر حل جي تلاش ۾لڳاتار سرگردان رهي ٿو. انهن مسئلن سان منهن ڏيڻ لاءِ انسان کي ٻين ماڻهن کان مشورو وٺڻ جي ضرورت پوي ٿي. انهيءَ ڪري قرآن مجيد ۾ هڪٻئي سان صلاح مصلحت ڪرڻ تي زور ڏنو ويو آهي ۽ انسانن کي چيو ويو آهي تہ هو پنهنجن مسئلن ۽ معاملن کي نبيرڻ جي لاءِ هڪٻئي سان صلاح مشورو ڪن.

مشوري جو عمل انسان جي سموريءَ زندگيءَ تي حاوي رهي ٿو. ڄمڻ کان وٺي ڏرڻ تائين انسان کي مشوري جي ضرورت پوي ٿي. ننڍپڻ ۾ جڏهن انسان پنهنجي معاشرتي زندگيءَ جي شروعات ڪري رهيو هوندو آهي، تہ هن کي لا تعداد مسئلا سامهون اچن ٿا. هيءَ زندگي جو اهڙو دور هوندو آهي، جنهن ۾ انسان پيش ايندڙ مسئلن کي سمجهڻ جي قابل نہ هوندو آهي. انهن مسئلن کي سمجهڻ لاءِ هن کي ٻين جي مدد جي ۽ صلاح ۽ رهنمائي جي ضرورت هوندي آهي. ننڍپڻ جي دور مان نڪري جڏهن انسان جواني جي دور ۾ داخل ٿيندو آهي تہ هن جي معاشرتي ۽ سماجي سرگرمين ۾ بي حد اضافو ٿي ويندو آهي ۽ ڪيترائي ذاتي، معاشرتي ۽ سماجي مسئلا اڀري هن جي آڏو ايندا آهن. انهن مسئلن جو اڪيلي سر حل تلاش ڪرڻ هن جي وس ۾ نہ هوندو آهي ۽ اُهي معاشرتي ۽ سماجي سرگرميون تيز رفتاريءَ سان هن جي شخصيت ڪردار تي ڀرپور انداز ۾ اثر انداز ٿيڻ لڳنديون آهن. تنهنڪري بهتر شخصيت جي اوسر ۽ پختي ڪردار جي تشڪيل لاءِ هن کي پنهنجن دوستن جي مشورن جي بي حد ضرورت پوي ٿي. جيڪڏهن ننڍ پڻ ۽ جوانيءَ جي ڏينهن ۾ ماڻهو کي صحيح مشورا نہ ملي سگهيا ۽ صحيح گس تي هُن جي رهنمائي نہ ٿي سگهي تہ ايندڙ وقت ۾ اهڙن مسئلن سان منهن ڏيڻ ۾ هن کي ڪافي دشواريون پيش اچي سگهن ٿيون. انسان پنهنجي مستقبل کي سنوارڻ لاءِ بي شمار رٿون رٿي ٿو ۽ پنهنجين خواهشن جي تڪميل لاءِ الائي ڪهڙي ڪهڙي ڊڪ ڊوڙ ڪندو ٿو رهي. تنهنڪري جوانيءَ جي دور ۾ انسان کي تجربيڪار، ذهين ۽ تعليم يافتہ ماڻهن جي صلاح مصلحت ۽ رهنمائيءَ جي ضرورت هوندي آهي. پيريءَ ۾ انسان سگهارو نہ هجڻ جي ڪري پنهنجو پاڻ کي ڏاڍو بي وس محسوس ڪري ٿو. هن زندگيءَ جو آڌار پنهنجي خاندان جي ماڻهن جي هلت چلت تي ٿئي ٿو ۽ ٻڍاپي بسر ڪرڻ لاءِ هن کي صلاح مصلحت جي سخت ضرورت محسوس ٿئي ٿي. غرض تہ انسان کي زندگيءَ جي سمورن مرحلن ۾ قدم قدم تي رهنمائيءَ ۽ مشاورت جي طلب رهي ٿي. ٻارن جي تعليم ۽ تربيت ۽ ڪردار جي تشڪيل ۾ مشاورت جي حد اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. بهتر مشاورت ۽ صحيح رهنمائيءَ سان ٻار پنهنجين تعليمي ۽ ٻين سرگرمين

کي سلجهيل انداز ۾ جاري رکي سگهن ٿا.

(i) پرائمري اسڪولن ۾مشاورت:

تعليم جي جديد تصور ۽ سرگرمين جي روشنيءَ ۾ پوريءَ طرح هاڻ اهو محسوس ڪيو ويو آهي تہ رهنمائي ۽ مشاورت جو بندوبست ابتدائي اسڪولن کان جاري ڪرڻ گهرجي، خاص طرح انهيءَ لاءِ ٻار جي ابتدائي عمر هن جي شخصيت کي تشڪيل ڏيڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي.

ڊنڪسر ۽ ڪولڊ ڊول جي نظرن ۾ " هاڻ درجي بہ درجي اهو احساس ٿيڻ لڳو آهي تہ ابتدائي ڪلاس جا ٻار پنهنجي اوسر جي درجن جي نهايت حساس سطح تي بيٺل هجن ٿا. ٻار زندگيءَ جي طريقي ڪار کي سمجهڻ ۽ پنهنجو ڪرڻ ۾مصروف رهي ٿو. هو پنهنجي وجود متعلق پنهنجي راءِ رکڻ لاءِ يقين ڪرڻ جي ڳالهہ ۾ الجهيل رهي ٿو. ان دوران هو سماجي تعلقات جي مسئلن سان بہ اٽڪيل رهي ٿو، ۽ پنهنجي تعليمي ڪارڪردگيءَ جي چئلينج جو پڻ مقابلو ڪندو رهندو آهي. انهن ڳالهين جي ڪري هن جي ذاتي اوسر ۽ تعليمي اوسر لاءِ هن جي ابتدائي ڪلاس وارا ورهيہ وڏيءَ اهميت وارا هجن ٿا."

ابتدائي اسڪول جي مشاورتي پروگرام کي هاڻ اُن جي ان هميت جي ڪري، پوريءَ سجيدگي سان تسليم ڪيو ويو آهي. ان سلسلي ۾ تعليمي ماهر، منڪ، چيو آهي:

" جديد زندگيءَ جي ضرورت ابتدائي اسڪولن ۾مشاورت جي پروگرام کي اڻ ٽر بنائي ڇڏيو آهي. هن مرحلي تي، مشاورت ڪانسواءِ ٻارن جي معاشرتي عدم مطابقت جو دٻاءُ وڌي ٿو وڃي ۽ تعليم جو عمل متاثر ٿئي ٿو. استاد اهو محسوس ڪرڻ لڳا آهن تہ اسڪول، والدين ۽ هم عمر ٻارن جي تہ طرفيءَ ڇڪ سبب ٻار تي جذباتي دٻاءُ پوي ٿو، ۽ هن جي جذبن جي تربيت متاثر ٿئي ٿي، جنهن جو نتيجو اهو ٿو ٿئي، جو ٻار تعليم جي عمل ۾ پوئتي رهجي وڃي ٿو. انهيءَ ڪري تمام ضروري آهي تہ مناسب مشاورت ۽ رهنمائي سان ٻارن جي ان جذباتي مونجهہ ۽ مشڪلات کي دور ڪيو وڃي".

پرائمري اسڪولن ۾ مشاورت جي ضرورت انهيءَ ڪري بہ خاص طرح

محسوس ٿيل آهي، جو اُتي ئي اسڪول جي ماحول سان مطابقت جو مسئلو ٻارن کي پيش اچي ٿو. ٻار اسڪول ۾ اچڻ کان اڳ پنهنجي ڪٽنب سان عام طرح جي زندگي گذاريندو رهندو آهي. اُتي ڪن جون ضرورتن والدين پوريون ڪندا رهندا آهن ۽ اتي ئي هو پنهنجي مادري ٻولي سکي ٿو، ۽ ڳالهائي ٿو. پر جڏهن هو اسڪول ۾ اچي ٿو ته هن کي اسڪول جي وسيع ماحول سان مطابقت پيدا ڪرڻي پوي ٿي. اسڪول ۾ جنهن ٻوليءَ ۾ پڙهائي جو ڪم ٿئي ٿو، هن کي اُها ٻولي سکڻي پوي ٿي. پنهنجن ساٿين سان ۽ پنهنجي استاد سان پنهنجائپ پيدا ڪرڻي پوي ٿي ۽ چاڪاڻ ته اهي سڀ ڳالهيون هن لاءِ نيون هونديون آهن. ته ان نسبت سان هن جون ضرورتون به بدلجن ٿيون، ۽ انهن سڀني حالتن سان مطابقت هن لاءِ سڀ کان وڏو مسئلو بڻجي پوي ٿي. تنهنڪري ٻار کي پرائمري اسڪولن ۾ ابتري ئي مشاورت جي ضرورت پوي ٿو، جيترو ثانوي اسڪولن جي شاگردن کي پوندي آهي.

پرائمري اسڪولن ۾ ٻار رڳو علم حاصل ڪرڻ يا هنر سکڻ لاءِ نٿا اچن، پر انهيءَ دور ۾ ٻار جي شخصيت جو بنياد پوي ٿو ۽ هن جا لاڙا، جذبا ۽ رويا نهڻ لڳن ٿا. تنهنڪري هر طرح مشاورت ۽ رهنمائي ان سلسلي ۾ مدد گار ثابت ٿئي ٿي ۽ ٻارن جي شخصيت صحتمند طريقن سان وڌي ويجهي ۽ اُسري ٿي.

## پرائمري اسڪولن ۾ مشاورت جي اهميت:

تعليم جي ميدان ۾ جيئن ترقي ٿيندي پئي وڃي، تيئن تيئن اها ڳالهه واضح ٿيندي پئي وڃي ته مشاورت جي ضرورت پرائمري ڪلاسن ۾ به ايتري اهميت واري آهي جيتري ثانوي اسڪولن ۾ آهي. مشاورت تعليمي پروگرام جو هڪ حصو آهي ۽ هن موجوده دؤر ۾ ان جي اهميت اجا به وڌي ويئي آهي. پرائمري اسڪول جو ڍانچو اڳ جي ڀيٽ ۾ تمام گهڻو بدلجي چڪو آهي. ماضيءَ جي ڀيٽ ۾ هي اسڪول هاڻي تيزيءَ سان وڌي رهيا آهن ۽ انهن جي واڌ شهري زندگيءَ جي طرف زياده آهي. ۽ چاڪاڻ ته اسڪولن ۾ هاڻي تمام گهڻي تبديلي به اچي ويئي آهي. تنهنڪري استادن لاءِ اها ڳالهه ڏاڍي ڏکي ٿي پئي آهي ته هو هر هڪ ٻار جي باري ۾ معلومات حاصل

ڪري سگهن ۽ هر ٻار کي چڱيءَ طرح سمجهي سگهن. انهن مشڪلاتن جي پيش نظر اسڪولن ۾ مشاورت ۽ رهنمائي جي عملي ضرورت محسوس ٿئي ٿي، جڏهن ٻار جي ابتدائي ڪلاس ۾ رهنمائي ڪئي ويندي ته هو پنهنجي باري ۾ شروع کان ئي باخبر هوندو ۽ هن کي اها ڄاڻ هوندي ته آئينده زندگيءَ ۾ هن کي ڪهڙين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو آهي، ۽ انهن مشڪلاتن ۽ مسئلن کي ڪهڙيءَ طرح سان حل ڪرڻو آهي. جڏهن ٻار کي پنهنجي مسئلن جي ان طرح بنيادي خبر هوندي ته هو انهن کي آئينده به بهتر نموني ڄاڻي سگهندو ۽ حل به ڪري سگهندو ۽ بدلجندڙ پنهنجين حالتن سان آسانيءَ ۽ بهتر ڪاميابيءَ سان مطابقت پيدا ڪري سگهندو.

مشاورت ۽ رهنمائيءَ شاگردن جي ذاتي صلاحيتن کي سجاڳ ڪري ٿي. جڏهن اسين ابتدائي اسڪولن کان شاگردن کي مشاورت ۽ رهنمائي فراهم ڪنداسين، ته سندن ذاتي صلاحيتون ان خيال کان شروع کان ئي سجاڳ رهنديون ۽ هو صحيح طور پنهنجي ذات جي ڄاڻ رکڻ ۽ ان کان باخبر رهڻ کي آئينده به پنهنجي ذاتي معاشرتي بهتريءَ لاءِ ضروري، اهم ۽ مفيد سمجهندا رهندا.

اسان جي ملڪ ۾ پرائمري اسڪولن ۾ مشاورتي پروگرام نه هجڻ جي برابر آهن، جڏهن ته اسان جي ملڪ ۾ تعليمي مسئلن سان ڳنڍيل هڪڙو اڄان ئي ٻيو اهم مسئلو اهو به آهي ته ٻار ابتدائي ڪلاسن ۾ ڪئين سببن جي ڪري تعليم ترڪ ڪري ڇڏين ٿا. بعضي ٻار غربت ۽ بعضي اسڪول جي ماحول سان عدم مطابقت جي سبب ڪري تعليم ترڪ ڪري ڇڏين ٿا. ۽ اسڪولن مان ڀڄيو وڃن. اها ڳالهيون مشاورت جي پروگرام کي شروع ڪرڻ طرف وڌيڪ ڌيان ڇڪائين ٿيون. ضرورت انهيءَ ڳالهه جي آهي ته اسين پنهنجي اسڪولن ۾ تربيت يافته صلاحڪار مشير، مقرر ڪريون، يا ته خود زير تربيت استادن کي مشاورت جي ضرورت کان روشناس ڪرايون ۽ هنن کي پوريءَ طرح ان جي تعليم ڏيون، جيڪي استاد اسڪولن ۾ موجود آهن، تن کي به مشاورت جي تربيت ڏيڻ ضروري آهي، ته جيئن هو مشاورت اهميت کي سمجهي، مشاورت جي ڪم جي طريقي کان ۽ ان جي اهميت کان واقف ٿي، پنهنجين اسڪولن ۾ انهيءَ پروگرام کي هلائي سگهن. هن

وقت اسان جي ابتدائي اسڪولن ۾مشاورت جو جيڪو اڻ هوند آهي، ان ڪري اڪثر ٻارن جي تعليمي ترقي تمام خراب نموني ۾ متاثر ٿي رهي آهي، جنهن کي دور ڪرڻ لازمي ۽ ضروري آهي.

### (iii) مشاورت جا طريقا ۽ مشاورتي مهارتون:

مشاورت علاج جي طور، فرائيڊ گيننگ، رانيڪس ۽ سلونيـن جهڙن نفسيات جي ماهرن جي نظرين مان اخذ ڪيل آهي ۽ ان جو اهم قسم انهن شخصن جي علاج لاءِ استعمال ٿئي ٿو، جيڪي نفسياتي عدم مطابقت جو شڪار ٿين ٿا. ان جي مقابلي ۾ پنهنجي پسند جي چونڊ لاءِ، مشاورت جي استعمال جو قسم ، ڪارل راجرس پيش ڪيو آهي. مشاورت جو اهو قسم ابتدائي اسڪولن جي شاگردن لاءِ نهايت اهم آهي. پنهنجي روش يا هلت چلت جي تبديل لاءِ علاج طور مشاورت جو قسم تعليمي جي نظريي مان ورتو ويو آهي.

ڪن ماهرن جي خيال مطابق ڪنهن فرد جي اوسر جي ترقيءَ ۾ آساني پيدا ڪرڻ ئي ان فرد جي ڪرڻ جي برابر آهي، ان لاءِ گهربل مشاورتي قسم ۾ ان جا اهي سمورا قسم خودبخود اچي ٿا وڃن، جيڪي مٿي بيان ڪيا ويا آهن. انهن سمورن قسم جي فائدن جو صحيح اندازو ان وقت ٿو ٿئي، جڏهن اسين مشاورتي ڪم جي طريقي جي وضاحت ڪريون ٿا.

بوئر :

مشاورت لاءِ انٽرويو آزمائش ۽ جائزي جهڙن طريقن ۽ مهارتن جو استعمال ڪيو آهي. انهن سان گڏوگڏ دلچسپي ۽ شخصيت جي ضابطي جون فهرستون، سرگذشت، رهنمائيءَ جون ڪانفرنسون، تعليمي ترقيءَ جون رپورٽون بہ مشاورت جا طريقا آهن. پر انهن مهارتن کي استعمال ڪرڻ کان پهرين مشورو ڏيندڙ کي انهن کان چڱي طرح واقف هجڻ گهرجي تہ جيئن انهن جي غلط استعمال مان مشوري وٺڻ واري کي نقصان نہ پوي.

انٽرويو:

انٽرويو شروع ڪرڻ کان پهرين هي ڪم نهايت ضروري آهي تہ مشير ۽ مشوري وٺندڙ جي وچ ۾ هڪ اهڙو تعلق قائم هجي، جنهن جو بنياد مشاورت جي اعتماد ، خلوص ۽ حدن جي مقرري تي رکيو ويو هجي. جڏهن

مشورو وٺڻ وارو محسوس ڪري ته مشير هن کي دوست جي طور قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهي، ته ٻنهي جي وچ ۾ انٽرويو لاءِ ٻنهي جو هڪٻئي جي احساسن کي پوري طرح سمجهڻ ۽ هڪٻئي جي تعلقات ۾ خلوص جو هجڻ لازمي شرط هوندا آهن. مطلب ته انٽرويو لاءِ باهمي اعتماد جي فضا پيدا ڪرڻ لاءِ ٽن ڳالهين جو هجڻ تمام ضروري آهي. اهي ٽي ڳالهيون هي آهن.(1) قبوليت يعني هڪٻئي کي قبولڻ (Acceptance) (2) افهام تفهيم يعني هڪٻئي کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ (Under Stading) ۽ (3) خلوص (Sincerity) يعني نيڪ نيتي.

انهن ٽنهي خصوصيتن کان علاوه هڪڙو احتياط مشير جي لاءِ لازمي آهي. مشير کي مشوري وٺندڙ سان غير جانبداريءَ واري رويو اختيار ڪرڻ گهرجي، ۽ ڪڏهن به رحم دلي ڏيکارڻ يا ترس کائڻ جي جذبن جو اظهار نه ڪرڻ گهرجي. مشوري وٺندڙ جي ذاتي حالت ۽ هن جون معاشرتي حالتون ڪيترئي ئي خراب ڇو نه هجن، پر مٿس ترس کائڻ ۽ ساڻس رحم دليءَ جو اظهار ڪرڻ، هن جي ڪنهن به صورت ۾ مدد نٿا ڪن، بلڪ هن کي بي همت بنائي ٿا ڇڏين. انٽرويو لاءِ اهڙي موافق فضا قائم ڪرڻ کان پوءِ، مشورو ڏيندڙ مشوري وٺندڙ کي ملاقات لاءِ وقت ڏئي ۽ پنهنجي مسئلن جي بيان ڪرڻ جو موقعو ڏئي. ملاقات دوران مشير کي گهرجي ته هو فقط هڪ ٻن جملن ۾ مشوري وٺندڙ جي سوالن جو جواب ڏيئي، هن کي ڊگهي ۽ لمبي تقرير ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي. انٽرويو جي وقت ختم ٿيڻ کان پهرين مشير کي سوچڻ کپي ته مشوري وٺندڙ جي اُٿي وڃڻ کان پهرين ڪهڙن ڪهڙن معاملن کي طئي ڪرڻ گهرجي ۽ آئنده ايري اچڻ وارا معاملا ڪهڙا ٿي سگهن ٿا. مثلاً ابتدائي اسڪولن ۾ جيڪڏهن هڪڙو ٻار خاص تعليمي مسئلن يا هنر وارن مسئلن بابت معلومات حاصل ڪرڻ گهري ٿو ته يڪدم هن جي رهنمائي انهن ذريعن جي طرف ڪرڻ گهرجي، جتان اُها معلومات حاصل ٿي سگهي ٿي. مسئلو مضمونن چونڊڻ بابت هجي ته جيڪا معلومات ان بابت مشير جاڻي سگهي ٿو، سا پيش ڪري ۽ فيصلو ڪرڻ جو ڪم طالب علم تي ڇڏي ڏئي. يلا، هو ڪو هنر سکڻ ٿو چاهي ته ان متعلق سموريون ممڪن سهولتون

هن کي ڏيڻ ڪپن. انهن ڳالهين کان علاوه اجا به طالب علم کي ڪجهه وڌيڪ پڇا ڪرڻي هجي ته هو ان بابت به هن جي رهنمائي ڪري. پوءِ به هن کي وڌيڪ سوالن پڇڻ جو موقعو ڏئي ان مقصد لاءِ ٻي نست جو بندوبست به ڪري سگهجي ٿو.

انٽرويو جي بنيادي ترڪيب ۽ ان جا لازمي شرط اهي آهن ته مشير ۽ مشوري گهرندڙ جي وچ ۾ لاڳيتو تعلق قائم هجي، جنهن ۾ ٻئي هڪٻئي سان تعاون ڪن، مڪمل اعتماد قائم رکن ۽ گرمجوشيءَ جو اظهار ڪن. موڪلائيءَ واريون گهڙيون باهمي دوستيءَ ۽ خلوص جي اظهار لاءِ وڏي اهميت رکن ٿيون. انهن گهڙين ۾ لفظن مان چهري جي تاثرات مان ۽ آواز جي ڍنگ ۽ رنگ مان اهڙا احساس ظاهر ٿيڻ ڪپن، جو مشوري وٺندر کي هڪ قسم جو سڪون محسوس ٿئي ته هن کي اهميت ڏني وئي آهي، ۽ سندس معاملن ۾ مشير کي دلچسپي آهي. صحيح طريقي سان ڪيل انٽرويو مان ٽي مقصد حاصل ٿين ٿا.

1- مشير ۽ مشوري وٺندڙ جي وچ ۾ مشاورت لاءِ تعلق .
2- نفسياتي مسئلن جي حل لاءِ سازگار فضا.
3- مشاورتي عمل جي اظهار لاءِ ڍانچو.

انهن ٽنهي مقصد جي حاصل ڪرڻ کان پوءِ مشوري وٺڻ واري جي مدد ڪري سگهجي ٿي ته هو پنهنجي لاءِ پاڻ فيصلو ڪري ته هن کي ڇا ڪرڻو آهي ۽ ڪيتري ڪوشش ڪرڻ ڪپي، جو هو پنهنجي مقصدن ۾ ڪامياب ٿي سگهي.

آزمائش (Test):

مشاورت کي موثر بنائڻ ۽ فردن جي باري ۾ معلومات حاصل ڪرڻ جو ذريعو مختلف قسم جون آزمائشون آهن، جن مان هنر مندانه اهليت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. آزمائش جي افاديت کي ڌيان ۾ رکندي مشوري وٺندڙ جي باري ۾ ڪيترن ئي قسمن جي معلومات حاصل ڪري سگهجي ٿي. ڪن مشوري وٺندڙن متعلق اهڙين نين خبرن جو پتو لڳائي ٿو سگهجي، جن کان هو پاڻ به بي خبر هجن ۽ ڪن جي اهڙن ڏنڏن جي باري ۾ رهنمائي ڪري ٿي سگهجي، جن جي هو لائق ئي نه هجن. پر ان لاءِ ڏاڍي سنجيدگيءَ سان پڻ انٽرويو هلندي.۽ انهن کي پنهنجي ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻي پوندي. ڪن.

آزمائش (Tests) ۾ پڙهي ڪاميابي يا ناڪاميءَ جي نتيجن جي بنياد تي مستقبل لاءِ بهتر پيشن گوئي ڪري سگهجي ٿي. تہ هن طرح يا هُن طرح جي تعليمي اهليت جي آزمائش (Test) ۽ اسڪولن جي پڙهائي جو معيار اهو ٻڌائي سگهي ٿو، تہ ڪنهن طالب علم جي ڪارڪردگي اڳتي هلي ڪهڙي مضمون ۾ بهتر ٿي سگهي ٿي. اسڪول ۾ ٻارن لاءِ مضمونن جي چونڊ ڪرڻ ۾ ان قسم جي آزمائش (Test) بيحد مفيد ثابت ٿي سگهي ٿي. آزمائشون رڳو پيشن گوئي ڪرڻ جي لاءِ استعمال نٿيون ٿين، بلڪ انهن سان شاگردن جي تعليمي واڌ جي جانچ پڙتال بہ ڪري سگهجي ٿي، جنهن مان اهو اندازو لڳائي ٿو سگهجي تہ شاگرد ڪهڙي مضمون ۾ ڪمزور آهي. اهڙيءَ طرح آزمائش تعليمي مسئلن جي سجاڻپ لاءِ بہ استعمال ڪري سگهجي ٿي.

آزمائش جا ٽي قسم بحث هيٺ آڻي سگهجن ٿا.

(1) قابليت جي آزمائش (2) ڪتابي آزمائش ( 3) شخصيت جي جانچ.

انهن ٽنهي قسمن جي آزمائش جو وڌيڪ تجربو ڪري، آزمائش جي طرز کي بدلائي سگهجي ٿو. مثلاً قابلبت جي بنياد تي ڪارڪردگيءَ جي جانچ پڙتال سان بہ گهربل اپاءَ تجويز ڪري سگهجن ٿا. جن سان مشوري وٺندڙ پنهنجي ڪارڪردگيءَ کي سڌاري سگهي ٿو. قابليت جي جانچ ڪرڻ لاءِ اهڙيون ٽيسٽيون بہ ترتيب ڏيئي سگهجن ٿيون، جن سان ڪنهن فرد جي طبيعت جي لاڙي (Aptitude) جي باري ۾ پيشنگوئي ڪري سگهجي ٿي. مشاورت لاءِ ٻيو اهم دائرو ڏنڌي جو انتخاب آهي. ڏنڌي وارين ازمائش ۾ اهليت ۽ ڪارڪردگيءَ متعلق معلومات حاصل ڪئي وڃي ٿي ۽ مشوري وٺندڙ جي ٽيسٽ ڪري سگهجي ٿي. ٽيسٽون معاشرتي، جذباتي ۽ ذهني مطابقت جي لاءِ بہ نشاندهي ڪري سگهن ٿيون ۽ انهن مان خبر حاصل ڪري سگهجي ٿي تہ، مشورو وٺندڙ ذهني يا جذباتي عدم مطابقت جو شڪار آهي ۽ هن جي اُنهي رويي کي بدلائڻ جي هن جي ڪهڙيءَ طرح مدد ڪري سگهجي ٿي.

آزمائش جا قسم معيار (Standarad) جي اصولن جي مطابق بہ مقرر ڪري سگهجن ٿا. انهيءَ لحاظ کان اهي قسم معياري ۽ غير معياري ٿين ٿا.

معياري آزمائش اُها آهي، جيڪا ڪنهن ملڪ ۾ اُتي جي ماحول مطابق تيار ڪئي وئي هجي ۽ ڪافي ڀيرا استعمال ڪرڻ کان پوءِ يقين سان چئي سگهجي تہ ان آزمائش مان صحيح نتيجا اخذ ڪيا ويا آهن. معياري آزمائش مٿي بيان ڪيل قابليت. پيشي ۽ مطابقت جي ڳالهين جي سڃاڻپ لاءِ ترتيب ڏئي سگهجن ٿيون.

پاڪستان ۾ ابتدائي اسڪولن جي شاگردن لاءِ معيار ۽ آزمائشون اجا تائين ناهيون يا ترتيب ڏنيون نہ ويون آهن ۽ نہ ئي وري استادن کي اهڙي ٽيسٽ جي استعمال ڪرڻ جي تربيت ئي ڏنل آهي. نئين نصاب تي عمل ڪرڻ وقت تعليمي ميدان ۾ اها ڪمي محسوس ڪئي وئي آهي تہ اسان جا اڪثر استاد انهن مهارتن کان واقف ڪين آهن. تنهنڪري ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ ان ڪميءَ کي دور ڪرڻ لاءِ سمورن پرائمري اسڪولن جي استادن کي تربيت ڏني وڃي تہ هو ٽيسٽ جو استعمال سکن ۽ پڻ انٽرويو جي اهميت کان واقف ٿين. بهرحال اسان وٽ تعليم جي نصاب جا سمورا صوبائي مرڪز. اهي آزمائشون تيار ڪري رهيا آهن. اهي آزمائشون نئين نصاب جي عمدگيءَ ۾ ٻارن جي تعليمي ڪارڪردگيءَ جي جائزو وٺڻ لاءِ تيار ٿي رهيون آهن. پيشي جي انتخاب ۽ ٻارن جي اوسر جي ترقي ۾ مدد ڪرڻ جا دائرا اجا توجهہ طلب آهن ۽ انهيءَ ڏس ۾ اجا ڪو خاص تحقيقي پروگرام عمل ۾ آڻڻ لاءِ ناهيو نہ ويو آهي.

جائزو:

شاگردن بابت معلومات حاصل ڪرڻ ۽ هنن جي اوسر جي ترقيءَ ۾ مدد ڪرڻ ۾ مشاورت جي هڪ ترتيب (Technique) "جائزو" (Survey) آهي. جائزي ۾ معلومات جو سڄو گڏ ڪيل، جامع رڪارڊ (Cummulative Record)، مشوري ڏيندڙ جي رپورٽ ۽ ڪيس اسٽڊي مان جمع ڪئي ويندي آهي ۽ انهن جي مدد سان مشورو وٺندڙ کي مشورو ڏنو ويندو آهي، جنهن سان هو پنهنجي فيصلي جي قوت جي ڪارڪردگي کي بهتر ڪري سگهي ٿو. پاڪستان جي ابتدائي اسڪولن ۾ مشاورت جي ابتدا ڪرڻ لاءِ اها جائزي جي ترتيب خاص طور استعمال ڪئي پئي وڃي. سڀني صوبن ۾ تعليم جي

محڪمن استادن کي هدايتون جاري ڪيون آهن تہ هو شاگردن جا جامع رڪارڊ تيار ڪن. هر صوبي ۾ جامع رڪارڊ جي فارم جو نمونو ڪجهہ مختلف آهي. پر اهو ٻارن جي شخصيت، هنن جي مسئلن ۽ تعليم جي ترقيءَ جي رفتار متعلق معلومات ڏئي ٿو. جامع رڪارڊ فارم جي استعمال سان استاد شاگردن لاءِ بطور مشير بہ ڪم ڪري سگهن ٿا.

## دلچسپي ۽ شخصيت جي ضابطي جون فهرستون:

مشاورت جي هن طريقي ۾ ٻارن جي خوبين ۽ خامين جون فهرستون تيار ڪيون وڃن ٿيون. شاگردن ۾ اهي فهرستون ورهايون وينديون آهن ۽ هنن کي چئبو آهي تہ انهن ۾ درج ٿيل خوبين ۽ خامين تي هو نشان لڳائين، جيڪي منجهن موجود آهن. شاگرد وڏي ذوق۽شوق سان ائين ڪن ٿا. هن طريقي ۾ اها خوبي آهي، جو معلومات جي فراهميءَ سان گڏوگڏ ٻار راند راند ۾ پنهنجو تجربو بہ ڪري ٿا سگهن. مشير يا استاد انهن فهرستن مان شاگردن جي خوبين ۽ خامين بابت ڪافي معلومات حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ پوءِ پنهنجي مشاورت کي موثر بنائي ٿو سگهي.

## سرگذشت :

ڊائري، روزنامچي ۽ سرگذشت جي ذريعي مشير مشوري طلبيندڙ جي دل ۽ دماغ ۾ اونهو نهاري سگهي ٿو ۽ پوءِ هنن کي صحيح مشورا ڏئي سگهي ٿو. پر ابتدائي اسڪولن جا ٻار اجان ان منزل تائين پهتل نہ هوندا آهن، جتي هو پنهنجي ڊائري يا سرگذشت وغيرهہ لکي سگهن. پوءِ بہ استاد مضمون، خط ۽ ڪهاڻي جي ذريعي هنن جي تربيت ڪري سگهن ٿا ۽ ان طرح ٻارن جي لکڻين منجهان هنن جي زندگيءَ جي خاص ڳالهين کان علاوهہ هنن جي ذهني وارداتن کي بہ سمجهي سگهن ٿا ۽ هنن جي مدد ڪري سگهن ٿا. بهرحال، ابتدائي اسڪولن جي شاگردن لاءِ هيءَ طريقو عام طور تي استعمال ۾ نٿو آڻي سگهجي.

## رهنمائيءَ جون ڪانفرنسون:

ٻارن جي مسئلن کي زير بحث آڻڻ، انهن کي سمجهڻ ۽ حل ڪرڻ لاءِ ڪانفرنسن ۽ اجتماعتن جو ڪرڻ تمام ضروري آهي. اُهي اجتماع يا

گڏجاڻيون قومي سطح تي بہ ٿي سگهن ٿيون ۽ مقامي طور تي بہ ٿين ٿيون. هنن گڏجاڻين ۾ نفسيات جا ماهر، سماجي ڪارڪن ۽ استادن توڙي ٻارن جا والدين بہ شريڪ ٿي ٻارن جي مسئلن بابت معلومات جي ڏي وٺ مان فائدو وٺندا آهن. پوءِ ان معلومات جي روشنيءَ ۾ اهڙيون تجويزون ۽ تدبيرون عمل ۾ آڻي سگهيون آهن، جيڪي ٻارن جي اوسر ۾ مددگار ثابت ٿين. اهڙي قسم جون گڏجاڻيون تعليم جي محڪمي ڪي، ضلعي، تعلقي ۽ مقامي سطح تي ڪرائڻ گهرجن. اسڪولن ۾ بہ ان قسم جون عام طور گڏجاڻيون ڪري ٿيون سگهجن اهڙين گڏجاڻين مان ٻاهمي مشاورت جي ڏس ۾ ڪافي گهڻا فائدا حاصل ٿي سگهن ٿا.

تعليمي ترقيءَ جون رپورٽون:

اسان جي ڪن اسڪولن ۾ تعليمي اڀياس جي واڌاري جون رپورٽون تيار ڪيون وڃن ٿيون. انهن ۾ ٻار جي تعليمي حالت متعلق معلومات، صحت جو رڪارڊ، حاضريءَ جي رپورٽ وغيرهہ درج هونديون آهن. انهن رپورٽن مان ٻارن جي اخلاق، ڪردار ۽ معاشرتي زندگيءَ تي روشني پوي ٿي. ٻارن جي مسئلن کي سمجهڻ ۽ سندن مستقبل سنوارڻ لاءِ اهي رپورٽون نهايت اهم ڪردار ادا ڪري ٿيون سگهن.

رپورٽون لکڻ وقت استاد کي فڪر جي منفي انداز کان پرهيز ڪرڻ گهرجي، ۽ انهن ۾ اهڙا جملا لکڻ نہ کپن جن سان ٻار جي شخصيت کي ڌڪ لڳي يا هاڃو پهچي.

جيڪڏهن مشاورت جي مٿي ذڪر ڪيل طريقن تي عمل ڪيو وڃي تہ هڪ مشير ۽ استاد، ٻار جي زندگيءَ جي مختلف پاسن ۽ مسئلن کان گهڻي حد تائين واقفيت حاصل ڪري سگهي ٿو. ۽ ٻارن جي گهريلو، اجتماعي ۽ معاشي ڪي مسئلن معلوم ڪرڻ کان پوءِ مشاورت جو ڪم بهتر طريقي سان پورو ڪري سگهي ٿو. مسئلن جو حل تلاش ڪندي، مشير کي گهرجي تہ هو ٻارن کي پنهنجي تعاون ۽ اعتماد جو ايترو يقين ڏياري، تہ هر مرحلي تي هو ممڪن حد تائين سندن اهڙي مدد ڪري سگهندو، تہ جيئن هو پنهنجا مسئلا پاڻ حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن. تہ ممڪن آهي تہ عمل جي اها طرز

ٻار پنهنجي تڪليف جي بيان مشاورت جي عمل ۾ مشير کي شديد جذبن جو اظهار نہ ڪرڻ گهرجي نہ رڪاوٽ بڻجي پوندي. ٻار تمام گهڻا حساس ٿيندا آهن، ٿورو ئي غلط تاثر، هنن کي مشير جي ذات کان پري وٺي وڃي سگهي ٿو. مشير کي اهڙي ماحول پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي، جو ٻار آزاديءَ سان پنهنجون تڪليفون ۽ مسئلا بيان ڪري سگهن. مشير جو ڪم هوندو آهي تہ هو ٻار کي ضروري معلومات ڏئي تہ جيئن هو خود صحيح فيصلو ڪري سگهي. مشير کي پنهنجي فيصلو ٻارن تي هرگز مڙهڻ نہ گهرجي. فيصلو هر حالت ۾ ٻار کي پاڻ ڪرڻو آهي ۽ هنن کي پاڻ ئي ڪرڻ گهرجي.

(iii) مشاورت ۽ استاد:

اسان جي ابتدائي اسڪولن ۾ مناسب تعليمي مشاورت جي اجا تائين تہ ڪافي حد تائين اڻاڻ آهي ۽ جنهن نقطي نظر ۽ جنهن حد تائين مشاورت اسڪولن ۾ رائج هجڻ گهرجي، سا اجان تائين اُتي اسين رائج نہ ڪري سگهيا آهيون. هن ڪميءَ جا ڪيئي سبب آهن. هڪڙو تہ اهو تہ اسان جو ملڪ ترقي پذير ملڪن مان هڪ آهي ۽ هڪ تعليم جي ماهر جي بقول " ترقي پذير ملڪ تعليم تي ايترو خرچ نٿا ڪري سگهن، جيترو اُهي ٻين شعبن تي خرچ ڪن ٿا. ٻيو وري اهو تہ ترقي پذير ملڪن جي اسڪولن جا استاد نہ تہ ايتري تعليم ورتل آهن، ۽ نہ ئي ايترا تربيت ورتل. اسان جا اسڪول بہ روايتي قسم جا اسڪول آهن. جتي نہ تہ ڪو.مناسب پڙهائي جو سامان ميسر آهيۓ نہ وري اسڪولن جو ماحول شاگردن لاءِ ڪشش وارو آهي. ڪن اسڪولن ۾ تہ استادن جو تعداد بہ پورو نہ هوندو آهي. ڪي اسڪول اهڙا بہ آهن جتي غير تربيت يافتہ ماڻهو استادن طور ڪم ڪندا رهندا آهن.

ان صورت حال ۾، جو اسڪولن ۾ غير تربيت يافتہ استاد ڪم ڪري رهيا هجن، اُتي مشاروت هيٺ ڏنل تصور تي عمل جي اميد رکڻ غير منطقي ڳالهہ نظر ٿي اچي. پر ان جو اهو مطلب بہ ڪونهي تہ انهن اسڪولن ۾ انهن استادن لاءِ ڪو تدارڪ ئي نہ ڪيو وڃي. هن مسئلي جو هڪ حل تہ هيءَ آهي تہ ابتدائي اسڪولن لاءِ زير تربيت استادن کي مشاورت جي مفهوم کان

آگاهہ ڪيو وڃي ۽ تربيت دوران هنن کي مشاورت جون مهارتون سيکاريون وڃن، تہ جيئن هو تربيت کان پوءِ عملي طور شاگردن جي رهنمائي ڪري سگهن.

جيڪي استاد اڳئي تربيت ورتل آهن، پر هو مشاورت جي اهميت کان واقف ڪين آهن، تن کي تعليم جي توسيع مرڪزن وسيلي ۽ ان سروس ٽريننگ ڪورسن جيِ ذريعي مشاورت ۽ ان جي ڪم جي طريقي کان آگاهہ ڪري سگهجي ٿو. ”ان سروس“ پروگرام ۽ ٽيچرز ٽريننگ پروگرام جي باقاعدي رٿابنديءَ سان سيني پرائمري استادن کي مشاورت جي مهارتن ۾ تربيت ڏئي سگهجي ٿي. هن سلسلي ۾ هڪڙو احتياط لازمي آهي، تہ ”ان سروس“ پروگرام رڳو رسمي ۽ عارضي نہ هجن، پر اُهي تعليم جي شعبي جي مستقبل جا حصا هجن، تہ جيئن سيني استادن جي دلين ۾ اُهو احساس ويهي سگهي تہ هو پنهنجي پيشہ وارانہ ترقي (Professional Growth) لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهن. هاڻ سوال اهو ٿو اٿي تہ پيشہ وارانہ ترقيءَ لاءِ مشير يا استاد ۾ ڪهڙيون خوبيون هجڻ گهرجن.

مشير جون خوبيون:

مشير جو ڪم، ٻارن جي شخصيت ۽ ڪارڪردگيءَ جي مختلف پاسن جو جائزو وٺڻ آهي. هو ٻارن جي ذهني، جسماني، اخلاقي ۽ معاشرتي اوسر جو جائزو وٺڻ کان پوءِ اهڙن قدمن کڻڻ جي رٿا ٺو ڪري، جن سان ٻار ماحول جي مطابقت پيدا ڪرڻ لائق بڻجي وڃي. هڪ سٺي مشير ۾ هيٺ درج ٿيل خاصيتن جو هجڻ ضروري آهي:

(1) جذباتي ۽ معاشرتي عدم مطابقت جو شڪار نہ هجي.

(2) ماڻهن سان گڏ رلي ملي ڪم ڪرڻ ۾ عار محسوس نہ ڪري.

(3) هن بابت شاگردن ۽ استادن کي اهو احساس هجي تہ هو سندن مسئلن کي سمجهي سگهي ٿو.

(4) هن ۾ شاگردن ۽ استادن جو اهو اعتماد هجي تہ هو پنهنجن مسئلن بابت ڪنهن بہ وقت هن کان مدد وٺي سگهن ٿا.

(5) هو پنهنجين خوبين ۽ خامين کان ۽ خاص طرح نمايان خامين کان چڱي طرح آگاهہ هجي.

(6) شاگردن جي معاملي ۾ جڏهن ڪي مشاورت طلب خاص قسم جا مسئلا سامهون اچن ته هن کي اها خبر ۽ اهو احساس هجڻ گهرجي، ته انهن جون کهڙيون ڳالهيون استاد کان راز ۾ رکڻيون ۽ کهڙيون انهن تي ظاهر ڪرڻيون آهن.

(7) مشير کي هرگز اهو خيال ڪرڻ نه کپي ته اسڪول ۾ هو سيني کان زياده اهم رڪن آهي. هن کي پاڻ به ٻين جي مشوري جو احترام ڪرڻ کپي.

(8) مشير کي مشوري ونڻ وارن جي پيش ڪيل مسئلن جو حل تلاش ڪرڻ وقت مشوري وٺندڙ کي موقعو ڏيڻ گهرجي ته هو خود پنهنجي مسئلن جو حل تلاش ڪري.

(9) مشير کي تجربيڪار هجڻ گهرجيءِ هن کي ڪلاس جي ڪمري جي ماحول ۽ ٻين معاشرتي تڪليفن کان واقف هئڻ گهرجي. ان لاءِ خاص طرح هن کي عوام جي معاشي طبقن ۽ قدرن جو علم هئڻ گهرجي.

(10) مشير کي هيٺ درج ڪيل ڳالهين ۽ مضمونن جو ماهر هئڻ گهرجي:

(1) ٻارن جي نفسيات (2) معاشرتي نفسيات (3) بالغن جي نفسيات(4) شماريات (انگ اکر) (5) رهنمائي جا اصول (6) مشاورت جو طريقي ڪار (7) ماهرن جي نگرانيءَ ۾ مشاورت جي عملي تربيت.

اسان جي اسڪولن ۾ عملي طور اها ڳالهه نهايت ڏکي آهي ته استادن کان سواءِ مشير به مقرر ڪيا وڃن. تنهنڪري اسڪولن ۾ استاد ئي مشيرن جو ڪردار به ادا ڪن ٿا. استادن ۾ مشيرن جي ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ اهي مشيرن جون خاصيتون ۽ اهليتون به هئڻ گهرجن. اهي خاصيتون ۽ اهليتون تربيت سان ئي پيدا ٿيون ٿيون. انهي تي خيال کي سامهون رکندي، اسان استادن جي تربيت جي پروگرام کي ائين بدلائي ڇڏيو آهي ته هو انهن ڳالهين ۽ حقيقتن کان آگاهه ٿي وڃن. اسلامي لحاظ کان جيڪڏهن معلم مشير نه آهي ته ڪجهه به ناهي. ڇو جو هن جو ڪم رڳو معلومات پهچائڻ ئي ڪونهي، مگر شاگردن جي شخصيت جي تعمير ۽ هنن کي پيش آيل مسئلن جو حل ڳولڻ به سندس ذميواري آهي.

## استاد جي ڪردار جي اهميت:

اسان جي اسڪولن ۾ استاد بطور مشير جي مرڪزي ڪردار ادا

ڪري سگهي ٿو. هن ۾ والدين اميد رکن ٿا تہ هو ٻارن جي تعليمي ۽ نفسياتي مسئلن جي حل ڪرڻ ۾ بہ ڪين مدد ڏئي. ڪيترن ئي ڀهراڙيءَ جي علائقن ۾، جتي تعليم جو تناسب تمام گهٽ آهي، اُتي استاد ئي هڪڙو تعليم يافتہ ماڻهو هوندو آهي. هو تعليمي مسئلن، پيشہ وارانہ مشڪلاتن ۽ ٻيءَ عام معلومات جو نسبتاً زياده ڄاڻو ٿئي ٿو. تنهنڪري منجهس بجا طور اها اميد رکي سگهجي ٿي تہ ٻارن جي مسئلن کي حل ڪرڻ ۽ انهن جي فيصلي جي قوت کي وڌائڻ هنن جي مدد ڪندو.

هن وقت اسان جي ابتدائي اسڪولن ۾ استاد کي جيڪي ذمواريون سونپيون ويون آهن، ۽ جن جي ڪري استاد جي شخصيت کي اهم سمجهيو وڃي ٿو، سي هيٺ درج ٿيل آهن.

1- ٻارن جو جامع رڪارڊ تيار ڪرڻ، جيڪو هنن جي ذهني، جسماني، معاشرتي، جذباتي ۽ اخلاقي پاسن تي ڇانيل هجي.

2- رهنمائي جي جديد طريقن کي استعمال ڪرڻ لاءِ لڳا تار تجربا ۽ تحقيقات ڪرڻ .

3- ٻارن جي تربيت لاءِ ٻين استادن سان مشورا ڪرڻ .

4- هيڊ ماستر ۽ ساٿي استادن کي ٻارن جي پڙهائيءَ واسطي مناسب ۽ سازگار ماحول پيدا ڪرڻ لاءِ مشورا ڏيڻ.

5- مختلف قسم جي نفسياتي آزمائش سان ٻارن جي استعداد دلچسپين ۽ لاڙن جو پتو لڳائڻ.

6- مختلف ڌنڌن بابت معلومات جمع ڪرڻ.

7- هاءِ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ داخلائن جي وقتن ۽ شرطن جي واقفيت رکڻ.

8- اهم جاين جهڙوڪ: ڪارخانن، ملٽري اسڪولن، صنعتي ادارن، واپاري مرڪزن وغيره ۾ ٻارن کي وٺي وڃڻ ۽ ڪانئن اتان جي سير جا احوال ۽ تاثر معلوم ڪرڻ.

هنن فرضن ۽ ذميدارين کي نظر ۾ رکندي، اهو چئي سگهجي ٿو تہ استادن جو ڪردار ٻارن جي زندگين کي تمام گهڻو متاثر ڪري ٿو. ٻار استاد جي تقليد (نقل) ڪن ٿا ۽ هن جي مشورن تي عمل ڪن ٿا. هنن جي نظر ۾ استاد جي جاءِ مثالي ٿيندي آهي. هن کي استاد ۾ ويساهہ

هوندو آهي. انهيءَ ئي ويساهہ مان فائدو وٺي، استاد ٻارن جي تعليم جو مناسب رڪي ۽ هنن ۾ مناسب عادتون ۽ رويا پيدا ڪري سگهي ٿو. انهن سمورين ڳالهين کي ذهن ۾ رکندي، جيڪڏهن استاد پنهنجي فرضن ۽ ذميدارين کي ايمانداريءَ سان پورو ڪري ٿو، ته هو هڪ سٺو استاد ۽ قابل مشير آهي. جيڪڏهن استاد انهن فرضن ۽ ذميدارين کي پوريءَ طرح ادا نٿو ڪري، ته ٻار به هن کي پنهنجو مشير بڻائي يا مڃي نه سگهندا.

### (iv) انفرادي ۽ گڏيل مشاورت:

اسين ڏسي چڪا آهيون ته مشير مختلف ذريعن سان ٻارن جي مسئلن بابت معلومات حاصل ڪري ٿو. مثال انٽرويو (Test) آزمائش ضابطو ۽ انتظام فهرستون (Inventoria) وغيره. انٽرويو ۾ مشير ۽ طالب علم جو تعلق تمام رازداريءَ وارو ۽ دوستيءَ وارو ٿئي ٿو، ۽ مشورو وٺندڙ انفرادي طور تي پنهنجن مسئلن جي حل ڪرڻ ۾ مشير کان مدد وٺي ٿو. اها مدد تعليمي، معاشرتي، ڌنڌي واري ۽ نفسياتي مسئلن جي سلسلي واري ٿئي ٿي. اهڙيءَ مشاورت کي " انفرادي" ، مشاورت جو نالو ڏنو وڃي ٿو.

انفرادي مشاورت جي مقابلي ۾ جڏهن مشير مختلف آزمائش ذريعي ڪنهن گروپ جي مجموعي ڪارڪردگيءَ متعلق معلومات حاصل ڪري ٿو، ۽ انهيءَ گروهہ جي ترقيءَ لاءِ مشورا ڏئي ٿو، ته ان کي " گروهي يا اجتماعي" ، مشاورت چيو وڃي ٿو، اجتماعي مشاورت يا گڏيل مشاورت، اسڪولن ۾ زياده استعمال ڪئي وڃي ٿي. خاص طور تي پڙهائي جي مسئلن ۽ مشڪلاتن معلوم ڪرڻ لاءِ گڏيل مشاورت سولي ۽ موثر طريقي واري آهي. ابتدائي اسڪولن ۾ اجتماعي مشاورت، جماعت وار، مضمون وار يا شاگردن جي عمر جي حساب سان ڪئي ويندي آهي. اجتماعي مشاورت ۾ شاگردن جي پڙهائيءَ ۽ سندن اوسر جي ترقيءَ لاءِ ڪيئي ٻيون بدل سدل ڳالهيون (Variavales) به خيال ۾ رکئيون پون ٿيون. مثلاً ٻهراڙي ۽ شهر وارو ماحول، ذهانت، سماجي ۽ معاشرتي قدر، مذهب، رنگ ۽ نسل، شهريت، مادري زبان، والدين جي ڌنڌو وغيره. گڏيل مشاورت ۾ انهن سڀني ڳالهين جو خيال رکڻو پوي ٿو.

ابتدائي اسڪول جي ٻارن، بلڪ سڀني ٻارن جي مسئلن معلوم ڪرڻ ۽ انهن کي حل ڪرڻ جي سلسلي ۾ انفرادي ۽ اجتماعي مشاورت ٻئي ضروري ۽ تمام اهم آهن. انهن مان ڪنهن جي به اهميت کان انڪار ممڪن ڪونهي. جيتري قدر انهن مان هڪڙيءَ کي ٻئيءَ تي فوقيت ڏيڻ جو سوال آهي، ته ان جو جواب آسان ڪونهي. انهن مان ڪنهن جي زياده موثر ۽ ڪنهن جي گهٽ موثر هجڻ جي سلسلي ۾ تحقيق ڪئي وئي آهي. پر حقيقت اها آهي ته مشاورت جي انهن ٻنهي قسمن کي هڪٻئي کان الڳ ڪرڻ گهڻو ڏکيو ڪم آهي. اهي ٻئي قسم هڪٻئي سان ڳنڍيل ئي نظر آيا آهن. بهرحال تحقيق مان جيڪو مواد مليو آهي، تنهن مان وري به اهو نتيجو اخذ ڪيو ويو آهي ته جيڪڏهن مشوري وٺندڙ جي مرضيءَ ۽ خوشي حاصل آهي ته انفرادي توڙي اجتماعي مشاورت ٻئي موثر ثابت ٿي سگهن ٿيون. ۽ ٻنهي جي الڳ الڳ عمل مان ڪو خاص فرق نٿو پوي. مثلاً "مُوڙ، پيٽرسن" پنهنجي تحقيق ۾ هن نتيجي تي پهتا ته ٻنهي قسمن جي مشورن سان تاثر ۾ ڪو نمايان فرق نه پيو. ڊي پي هيويٽ، ڪاليج جي شاگردن جو مطالعو ڪري اهو نتيجو ڪڍيو ته انفرادي ۽ اجتماعي ٻنهي جي مشاورت جي عملن مان ڌنڌي جي انتخاب ۾ معقول ڪاميابي حاصل ٿي، ليڪن ان جي باوجود اهو چئي سگهجي ٿو ته ٻنهي جا طريقا مخصوص خصوصيت وارا آهن.

انفرادي مشاورت ۾ انساني صلاحيتون نسبتاً زياده بهتر طريقي سان بيدار ٿين ٿيون. ماڻهو پنهنجي ذات کي سڃاڻڻ جي قابل ٿي وڃي ٿو، ۽ پنهنجن مسئلن جي خود حل ڪرڻ جي سندس صلاحيتن وڌي ٿي. هن کي نيڪ ۽ بدي جي سڃاڻپ تيز ٿئي ٿي. منجهس سوچ ويچار سان ڪم ڪرڻ جي عادت پوي ٿي. انفرادي مشاورت زندگيءَ جي پر مقصد جدوجهد جي طرف رهنمائي ڪري ٿي. انفرادي مشاورت ۾ ٻار مڪمل آزاديءَ سان پنهنجا خيال، نظريا ۽ احساس بيان ڪري ٿو. هن جي نظر ۾ مشير، هن جو دوست، همدرد ۽ رهنما بڻيل هوندو آهي. مشير به هن کي ان جي قابل بنائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته هو وڌيڪ متوازن زندگي گذارڻ جي قابل ٿي وڃي ۽ پنهنجا مسئلا حل ڪري سگهي. ان جي ابتڙ اجتماعي مشاورت ۾ ٻار پنهنجو پاڻ کي گروهه جو هڪ حصو سمجهي ٿو، ۽ هن جي سوچ گروهه

جي سوچ ٻنجي، نئين جوش ۽ ولولي سان بهتر طور پنهنجن مسئلن جي حل جي تلاش چاهي ٿي ۽ ان لاءِ ڪوشش ڪري ٿي. گروهي مشاورت ۾ خود اعتماديءَ جو پيدا ٿي وڃڻ هڪ قدرتي ڳالهه آهي. ٻار جو اهو احساس ته گروهه ۾ ٻيا به ٻار آهن، هن کي احساس ڪمتريءَ کان دور رکي ٿو. هن کي اهو خيال ٿو ٿئي ته عدم مطابقت يا چند مسئلا ڪا اهڙي وڏي ڳالهه ناهن، جنهن کان گهبرائجي، ٻار ۾ مسئلن جي مقابلي ڪرڻ ۽ انهن تي فتح حاصل ڪرڻ جو امنگ پيدا ٿئي ٿو. هن ۾ صحيح قسم جا تمدني ۽ مشاورتي قدر پيدا ٿيـن ٿا ۽ اڀِتي وڃن ٿا. گڏيل مشاورت ٻار جي زندگيءَ ۾ توازن پيدا ڪري ڇڏي ٿي. حقيقت هيءَ آهي ته انفرادي مشاورت جو پروگرام ڪيترو ئي جامع ڇو نه هجي، ته به گروهي مشاورت جي ضرورت باقي رهي ٿي، ڇو جو بهتر طور تي ماڻهوءَ کي معاشري ۾ رهڻو آهي ۽ جيستائين معاشري سان صحيح مطابقت پيدا نه ٿي ڪئي وڃي، تيستائين هو ڪامياب شهري نٿو بنجي سگهي. نفسيات جي ماهر اي ديو تحقيقات کان پوءِ ثابت ڪيو آهي ته شاگرد پنهنجي گروهه جي مطابقت ۾ اجتماعي مشاورت کان انفرادي مشاورت جي ڀيٽ ۾ زياده ترقي ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح ٽيلر جو خيال آهي ته فردن جي حالت ۾ گهربل نتيجن پيدا ڪرڻ لاءِ گڏيل مشاورت انفرادي مشاورت جي نسبت ۾ وڌيڪ اثرائتي ٿئي ٿي.

مطلب ته اسين ڏسي سگهون ٿا، ته ٻار لاءِ انفرادي ۽ اجتماعي، ٻنهي قسمن جي مشاورت نهايت اهم ۽ ضروري آهي. اهي ٻئي عمل هڪ ٻئي جي مخالف ناهن، بلڪ هڪٻئي جي تائيد ڪن ٿا. ٻار جي شخصيت، مسئلن جي نوعيت ۽ موجود سهولتن کي مد نظر رکندي، ڪوبه طريقو اختيار ڪري سگهجي ٿو ۽ موقعي ۽ محل جي مناسبت سان ٻنهي مان فائدو وٺي سگهجي ٿو.

# سوال

1. هيٺ ذڪر ڪيل بيانن مان صحيح ۽ غلط جي نشاندهي ڪريو:

(i) مشاورتي عمل لاءِ گهربل ڳالهيـن يعني خلوص ۽ اعتماد جون ڪي مقرر حدون ڪين آهن.

(ii) مشاورت ۽ رهنمائي ۾ فرق ڪونهي.

(iii) مشورو ٻن شخصن جي وچ ۾ سڌيءَ طرح ۽ لاڳيتيءَ گفتگو جو هڪ اهڙو سلسلو آهي، جنهن جو مقصد انهن مان ڪنهن هڪ فرد جي اهڙي مدد ڪرڻ آهي، جنهن سان هو پنهنجي روش ۾ تبديلي پيدا ڪري.

(iv) اسان جي اسڪولن ۾ مشاورت جي انهيءَ لاءِ گهٽي ضروري آهي، جو اڪثر والدين اڻ پڙهيل آهن.

(v) اسان جي استادن جي اڪثريت مشاورت جي عمل کان بخوبي واقف آهي.

(vi) مشاورت جي ڄاڻ رکڻ وارو فرد موثر استاد بنجي سگهي ٿو.

2- مشاورت جي وصف لکو ۽ ان جي وضاحت ڪريو.

3- مشاورت جا ٽي اهم طريقا تفصيل سان بيان ڪريو.

4- آزمائش (Test) جا ٽي قسم بيان ڪريو.

5- مشاورت جو ڄاڻڻ استاد لاءِ ڇو ضروري آهي؟

6- مشير جون ڏهه خوبيون بيان ڪريو. اوهان انهن مان ڪهڙين ڇئن خوبين کي زياده اهم تصور ڪريو ٿا؟

7- اسان جي اسڪول ۾ انفرادي مشاورت جي ضرورت آهي يا گڏيل مشاورت جي؟ عملي مسئلن جي حوالي سان وضاحت ڪريو.

8- پرائمري اسڪولن ۾ مشاورت جي ضرورت ۽ اهميت بيان ڪريو.

# استاد، مائٽ ۽ راڄ
## (Teacher, Parents and Community)

تعليم هڪ معاشرتي عمل آهي. تعليمي ادارن جي قائم ڪرڻ جو مقصد سماج ۾ سنن معاشرتي ۽ سماجي قدرن کي جنم ڏيڻ ۽ انهن جي حفاظت ڪرڻ آهي، ته جيئن معاشرو ارتقائي منزلون اڪرندي، انهن سماجي قدرن کي ايندڙ نسلن جي سپرد ڪري سگهي. سماج فردن جي مختلف گروهن تي مشتمل هوندو آهي، ماڻهن جو اهو گروهه جيڪو ڪنهن وسنديءَ ڳوٺ يا شهر ۾ آباد هجي ۽ انهن جي وچ ۾ هڪجهڙيون ريتون، رسمون ۽ رواج ڏسڻ ۾ اچن ۽ هيءَ گروهه عمومي تجربن جي ورثي جو حامل هجي، ان کي پنهنجي مقامي وحدت جو شعور هجي، ۽ پڻ مالي مقصدن جي حاصل ڪرڻ ۽ معاشرتي مسئلن جي حل لاءِ منجهنس مختلف صلاحيتون ۽ مهارتون هجن ته تعليمي عمرانيات جي ماهرن جي نظر ۾ اهڙي گروهه کي راڄ يا ڪميونٽي (Community) چيو ويجي ٿو.

تعليم ۽ تدريس جي ڪم کي بااثر ۽ سٺي بنائڻ لاءِ تعليمي ادارن جي استادن، ٻارن جي والدين ۽ راڄ (ڪميونٽيءَ) جي وچ ۾ خوشگوار لاڳاپن ۽ ڳانڍاپن جو هجڻ تمام ضروري آهي. ٻار پنهنجي ڪٽنب ۽ راڄ جي فردن هجڻ جي خيال سان ڪافي حد تائين ڪٽنب جي ماحول ۽ راڄ جي مذهبي ۽ ثقافتي رسمن کان متاثر ٿين ٿا. ٻار اسڪول جي شاگردن هجڻ جي حيثيت سان پڻ ڪٽنب ۽ ڪميونٽي جي فردن هجڻ جي حيثيت سان پنهنجي شخصيت کي ونديل ۽ ورڇيل ڏسن ٿا. هنن جي شخصيت تي مختلف ڳالهيون اثر انداز ٿين ٿيون. ان طرح ٻار بي شمار مسئلن جو شڪار ٿي وڃن ٿا. انهن مسئلن کي هو پنهنجي ڪٽنب ۽ استاد ۽ راڄ کان الڳ رکهي ڪري حل نٿا ڪري سگهن. تنهنڪري انهن مسئلن کان آجي ٿيڻ لاءِ استاد، والدين ۽ راڄ ۾ باهمي سهڪار ۽ ڳانڍاپو انتهائي ضروري آهي.

(i) استاد ۽ والدين جي وچ ۾ لاڳاپن جي اهميت :

اسڪول جي فائدي جو گهڻو مدار انهيءَ ڳالهه تي آهي ته ٻار جي گهر ۽ اسڪول جي وچ ۾ ڪيترو ويجهو ڳانڍاپو ۽ سهڪار آهي. اڳاتي سماج ۾ ٻار جي تعليم ۽ سکيا جو ذريعو هن جو گهر هوندو هو. ٻار پنهنجي بزرگن ۽ ماءُ پيءُ کان ئي هرطرح جي تعليم ۽ سکيا حاصل ڪندا هئا. پر جيئن سماج ترقي ڪري پيچيده صورت ورتي ته ان ڳالهه جي ضرورت محسوس ٿي ته اهڙا ادارا قائم ڪيا وڃن، جتي ٻارن جي تعليم ۽ سکيا جو بندوبست هجي ۽ جتي ٻارن کي سٺي سکيا ۽ هنن جي صلاحيتن جي اوسر لاءِ سٺا موقعا مهيا ڪري سگهجن. ان طرح تعليمي ادارن، تعليم ۽ سکيا جو اهو فرض جيڪو گهر ادا ڪندو هو، سنڀالي ورتو ۽ ان فرض کي گهر کان وڌيڪ سٺي انداز ۾ سرانجام ڏيڻ شروع ڪري ڏنو ۽ پوءِ ٻارن جا مائٽ به اسڪول يا اسڪولن سان پنهنجن ٻارن جي تعليم ۽ سکيا جي باري ۾ گهڻيون اميدون رکڻ لڳا. اڄ مائٽ سڀ اهي اميدون اسڪول سان ۽ اسڪول جي استادن مان ئي رکن ٿا ۽ چاهين ٿا ته اهي سندن ٻچن کي سمورن انهن عملن ۽ ڳنڍيل ڳالهين کان روشناس ڪرائين ۽ هر طرح انهن جي تعليم ۽ سکيا ڏين، جيڪي ڪامياب زندگيءَ گذارڻ لاءِ ضروري آهن. تنهنڪري اڄ جي دؤر ۾ اسڪول جي استادن جو اهو فرض آهي ته هو پنهنجن شاگردن جي نه رڳو جسماني بلڪ ذهني ۽ اخلاقي اوسر جو خيال رکن. ٻارن جي تعليم ۽ سکيا ۽ ذهني ۽ جسماني اوسر جي فرض کي سرانجام ڏيڻ جي دوران ڪن وقت تي اسڪول ۽ مائٽن جي وچ ۾ مختلف مونجهارا جنم وٺن ٿا. مثلاً شاگردن سان استاد جي روش، استاد جي باري ۾ سندن رايا ۽ ٻيون ڪيتريون ان قسم جون ڳالهيون تنهنڪري انهن سمورن وِيچارن ۽ اختلافن کي ضابطي ۾ آڻڻ لاءِ ماءُ پيءُ ۽ استاد جي وچ ۾ سهڪار ۽ ڳانڍاپي جو هجڻ ضروري آهي. ميل ميلاپ، اسڪول ۽ گهر ٻنهي جي سک ۽ سلامتي لاءِ فائدي وارو آهي. استاد ۽ مائٽن جي وچ ۾ استاد ۽ لاڳاپا مائٽن کي انهيءَ لائق بڻائين ٿا، ته هو اهو ڄاڻي سگهن ته اسڪول ۾ هنن جي ٻارن جي تعليم ۽ سکيا لاءِ ڪهڙا مختلف فرض سرانجام ڏنا پيا وڃن.

استاد پڻ ان ڳالهہ کي سمجهڻ جي قابل ٿي وڃن ٿا تہ سماج ۽ راج ۾ گهر جي اها کهڙي معاشرتي ۽ سماجي ضرورت آهي. جنهن لاءِ ٻار کي تيار ڪرڻو آهي. استادن جو شاگردن جي مائٽن سان رابطو هوندو تہ استاد کي اهو معلوم ٿيندو رهندو تہ اسڪول ۾ جو ڪجهہ ٿيندو رهي ٿو، ان جي باري ۾ مائٽن جي راءِ ڪهڙي آهي. ڇا اهي اسڪول جي ڪمن ڪارين ۾ دلچسپي وٺن ٿا. اتي جو ڪجهہ وهي واپري ٿو: اهو هو ڄاڻڻ گهرن ٿا يا نہ؟ جيڪڏهن مائٽ اسڪول جي سرگرمين ڪان مطمئن آهن ۽ اهي استادن جي ڪم کي سنيءَ نگاهہ سان ڏسن ٿا، ۽ ان جي تعريف ڪن ٿا. تہ نتيجي طور استادن ۾ وڌيڪ جوش خروش، خلوص ۽ دل جي لڳاءَ سان پنهنجن فرضن ۽ ذميدارين جي پوري ڪرڻ جو جذبو پيدا ٿيندو ۽ پڻ شاگرد جي مائٽن ۽ استادن جي وچ ۾ پنهنجائپ وارا لاڳاپا پيدا ٿيندا ۽ مضبوط بڻبا ۽ استادن کي بہ ٻارن جي انهن حالتن کي سمجهڻ ۽ ڄاڻڻ ۾ مدد ملندي، جن هيٺ ٻار گهر ۾ رهن ٿا. استاد ٻارن جي گهرو حالتن ۽ مونجهارن ڪان واقفيت حاصل ڪري، شاگردن جي بهتر رهنمائي ڪري سگهي ٿو. هو ٻارن کي ذهني ۽ جذباتي ڇڪتاڻ ڪان بچائي سگهي ٿو. ٻارن جي سکيا ۽ اوسر ۾ حائل ٿيندڙ ڳالهين کي سمجهي هو ٻارن جي مائٽن کي انهن ڪان آگاهہ ڪري سگهي ٿو. استاد ۽ مائٽ هڪ ٻئي سان صلاح مشوري ۽ تعاون سان ٻارن جي مختلف مسئلن جو حل تلاش ڪري، ٻارن جي سکيا ۽ اوسر لاءِ خوشگوار ماحول پيدا ڪري سگهن ٿا. تنهنڪري اسڪول جو اهو فرض آهي تہ هو استادن ۽ مائٽن جي وچ ۾ رابطن ۽ لاڳاپن سڌارڻ لاءِ هر ممڪن مدد ڪري. استادن کي گهرجي، تہ هو ٻارن جي والدين سان دوستاڻا رابطا قائم ڪن. هن مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ اسڪول جي طرفان هيٺ ڄاڻايل اپاءَ وٺي سگهجن ٿا.

## مائٽن ۽ استادن جي انجمن جي جوڙ جڪ:

مائٽن ۽ استادن جي انجمن استادن ۽ مائٽن جي وچ ۾ رابطن ۽ لاڳاپن قائم ڪرڻ جو هڪ سٺو ذريعو آهي. هن انجمن جي حوالي سان استادن ۽ مائٽن کي پاڻ ۾ ويهڻ ۽ ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ جا موقعا ملن ٿا ۽ ڪيترين ڳالهين جي استادن کي گهربل ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي. ان طرح هو ٻارن جي

ذهني ۽ نفسياتي مسئلن کان آگاهه ٿي پنهنجي تعليم ۽ تدريس جي عمل کي زياده بااثر بڻائي سگهن ٿا. مائٽ به استادن جي ڪوشش ۽ مسئلن کان آگاهه ٿي، پنهنجن مشورن وسيلي استاد سان اسڪول جي ماحول ۽ ڪم ڪار جي سڌارڻ ۾ سهڪار ڪري سگهن ٿا.

مائٽن ۽ استادن جي انجمن جي جوڙ جڪ ۾ هن ڳالهه جو خيال رکڻ نهايت ئي ضروري آهي ته مائٽ اسڪول جي معاملن ۽ استادن جي پيشورانه فرض ۾ اجائي مداخلت ڪرڻ نه لڳن. ان ڪري اهڙيءَ انجمن قائم ڪرڻ وقت ان جي مقصدن، فرضن ۽ ڪم جي طريقن کي واضح طور مقرر ڪرڻ بي حد ضروري آهي. ٻيءَ صورت ۾ مائٽن جي اجائي مداخلت جي امڪانن کان بچي نٿو سگهجي. اهڙيءَ انجمن جا وڏا وڏا ڪم ۽ مقصد هيٺيان ٿي سگهن ٿا.

1- مائٽن ۽ استادن جي وچ ۾ هڪٻئي سان دوستيءَ ۽ خوشگوار لاڳاپن جو قائم ڪرڻ.

2- گڏيل مشوري سان اسڪول ۽ ٻارن جي مسئلن کي حل ڪرڻ.

3- ٻارن جي تعليم ۽ سکيا جي ڪاميابيءَ لاءِ وڌ کان وڌ تعميري موقعا پيدا ڪرڻ ۽ انهن جي ڪارائتي استعمال لاءِ جوڳا اپاءَ وٺڻ. هيءَ انجمن انهن مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ هيٺيان فرض سرانجام ڏئي سگهي ٿي.

1- تعليم کاتي جي آفيسرن کي اسڪولن جي ماحول ۽ ڪارڪردگيءَ کي سٺي بنائڻ لاءِ ڪارائتيون تجويزون ۽ سفارشون موڪلڻ.

2- راڄ جي شاهوڪار ماڻهن کي اسڪول جي رضاڪارانه مدد ڪرڻ لاءِ آماده ڪرڻ .

3- راڄ جي پڙهيل ۽ سکيا ورتل ماڻهن کي اسڪول جي مدد ڪرڻ لاءِ آماده ڪرڻ.

4- مائٽن کي اسڪول جي مقصدن، ڪم جي طريقن، نصابي ۽ غير نصابي مشغولين کان آگاهه ڪرڻ .

5- استادن کي ٻارن ۽ انهن جي گهرجي ماحول جي باري ۾ ڄاڻ مهيا ڪرڻ.

6- والدين کي ٻارن جي اوسر جي مختلف درجن جي تقاضائن کان واقف رکڻ.

7- ٻارن جي اجتماعي ۽ انفرادي مسئلن جي حل ڪرڻ لاءِ استادن ۽

مائٽن جي گڏيل ڳالهہ ٻولهہ جو انتظام رکڻ.

8- استادن کي بدلجندڙ سماجي ۽ مالي ضرورتن کان آگاهہ ڪرڻ تہ جيئن نصاب کي انهن ضرورتن مطابق تيار ڪري سگهجي.

### اسڪول جا جلسا ۽ تقريبون:

مائٽن ۽ استادن جي انجمن جي جوڙ جڪ کان سواءِ اسڪول ۾ ٿيندڙ مختلف جلسن ۽ تقريبن ۾ ٻارن جي مائٽن کي دعوت ڏئي گهرائڻ کپي. مثال، انعامن ورهائڻ وارا جلسا، يوم پاڪستان، سيرت النبيءَ جا جلسا ۽ ساليانہ راندين جا موقعا وغيرهہ. انهن جلسن ۽ گڏجاڻين ۾ ٻارن جي مائٽن کي سڏايو وڃي تہ جيئن مائٽن کي پنهنجن ٻارن جي ڪارڪردگيءَ جي جائزي وٺڻ جو موقعو ملي. استادن سان پڻ هنن جا قرب ۽ اعتبار ڀريا تعلقات ٿين ٿا. مائٽ اسڪول جي مختلف پروگرامن، هم نصابي مشغولين ۽ فرضن جي سر انجاميءَ جي طريقن کان روشناس ٿي، اسڪول جي معاملن کي بهتر طريقي سان سمجهي سگهن ٿا، جنهن جي نتيجي ۾ هو اسڪول سان زياده سهڪار ۽ مددلاءِ تيار ٿي سگهن ٿا.

### ڪٽنبي ۽ ذاتي تقريبون:

جتي اسڪول جو اهو فرض ٿو ٿئي تہ هو ٻارن جي مائٽن کي قائم ٿيندڙ مختلف تقرريبن ۾ دعوت ڏين، اتي مائٽن جو بہ اهو فرض ٿو ٿئي تہ هو استادن کي پنهنجي خانگي ۽ راجوٽي تقريبن ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏين. مثلاً شادين مرادين جون تقريبون ۽ ٻارن جي سالگرهہ وغيرهہ جون تقريبون. جيڪڏهن ٻارن جا مائٽ استادن کي اهڙن موقعن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ دعوتون ڏين، تہ ان سان استادن ۽ مائٽن جا تعلقات زياده ويجها ٿي سگهن ٿا ۽ اُهي ٻار جي تعليم ۽ سکيا ۽ ذهني ۽ جسماني اوسر لاءِ مفيد ثابت ٿين ٿا.

### (ii) استادن ۽ راڄ جي ناتن جي اهميت:

اجوڪي دؤر ۾ اسڪول جي رڳي اها اهميت ڪانهي تہ اتي ٻارن کي فقط مختلف مضمونن جي تعليم ڏني وڃي ٿي، بلڪ اسڪول هڪ اهڙو ادارو آهي، جيڪو اڄ جي ضرورتن کي مجموعي حيثيت ۾ پورو ڪري ٿو. پروفيسر جان ائڊمس (John admas) جي لفظن ۾ " اسڪول علم ڏيڻ جا

دڪان ناهن ۽ نه ئي مذهبي استاد فقط ڪي مذهبي ڄاڻ مهيا ڪرڻ وارا مئنيجر". استاد نه رڳو اسڪول جو هڪ اهم رڪن آهي، بلڪ راڄ جو هڪ اهم فرد به آهي. تعليم جي نت نون بدلجندڙ نظريَن ۽ تقاضائن جي روشنيءَ ۾ اسڪول کي راڄ کان ۽ راڄ کي اسڪول کان جدا نٿو ڪري سگهجي ۽ ان صورتحال ۾ اڄ جي استادن جون ذميواريون گهٽيون وڌي ويون آهن. اڄ ڪلهه راڄ، استادن ۾ رڳو اها توقع نٿو رکي ته هو اسڪول جي چوديواريءَ جي اندر فقط تدريسي فرض سرانجام ڏين، بلڪ راڄ جي ٻين ڪمن ۾ به سندن شامل ٿيڻ جي تمنا رکي ٿو. اسان جي تعليمي نظام ڏينهون ڏينهن زوال پذير ٿيڻ جو سڀ کان وڏو سبب اسڪول ۽ راڄ جي وچ ۾ موجود خال يا مفاصلو آهي. اڄ اسڪولن ۾ جيڪي ڪجھ ويهي واپري پيو، تنهن کان راڄ بي خبر آهي ۽ تعليم جي نظام ۾ پنهنجي دلچسپي جو اظهار نٿو ڪري. راڄ ۽ اسڪول جي وچ ۾ اهو ئي ويڇو يا فاصلو آهي، جنهنجي ڪري سماج ۾ منفي قدر وڌندا ۽ طاقتور ٿيندا پيا وڃن ۽ مثبت قدر درجي به درجي ختم ٿيندا ٿا وڃن. جيڪڏهن سماج کي منفي قدرن جي آفت ۽ ڏڦيڙ کان بچائڻو آهي ته اسان کي موجوده حالتن کي به بدلائڻو پوندو ۽ انهن حالتن جي بدلجڻ ۾ فردن کي ۽ سڄي راڄ کي نهايت اهم ڪردار ادا ڪرڻو پوندو. هنن جي گڏيل ڪوشش جي نتيجي ۾ ئي سماج کي ڏکن ڏولاون، فسادن ۽ ڏڦيڙن کان بچائي سگهجي ٿو، تنهنڪري استاد ۽ راڄ جي وچ ۾ مضبوط رابطا ۽ خوشگوار ناتا قائم ڪرڻ اڄ جي دؤر جي بي حد اهم تقاضا آهي. استاد سماج جا پڙهيل ڳڙهيل ۽ باشعور فرد آهن. تنهنڪري جديد تعليمي تقاضائن هيٺ هنن جو اهو فرض ٿو ٿئي ته هو اسڪول ۽ راڄ جي وچ ۾ جيڪا خليج موجود آهي، تنهن کي ختم ڪن. اڄ جو استاد رڳو تعليم جو ماهر ۽ معلم نه آهي، بلڪ نئين نسل جو ڪردار ساز به آهي. هو سماجي قدرن ۽ ثقافتي ڄاڻ جي منتقليءَ جو وسيلو به آهي. هن جو ڪم ٻارن کي ڪونهي نصابي ڄاڻ مهيا ڪرڻ، بلڪ هنن ۾ سماج کي سمجهڻ لاءِ پروڙ ۽ فهم پيدا ڪرڻ پڻ آهي. هن جو اهو فرض آهي ته هو شاگردن جي لڪل صلاحيتن کي اهڙيءَ طرح روشن ڪري ۽ انهن جي واڌ ويجهه ۾ مدد ڪري جو ايندڙ وقت ۾ هو سماج جا فائدي مند ماڻهو

ثابت ٿيــن ۽ سماجي ڪارڪنـن جي حيثيت ۾ سـماج جي ڀرپور خدمت سرانجام ڏئي سگهن.

شاگردن کي سماجي شعور ڏيڻ، استاد جو فرض آهي. استاد کي تعليمي ادارن جي ماحول کي اهڙيءَ طرح ناهڻو آهي، جو علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ شاگرد راڄ لاءِ فائديمند ثابت ٿيــن ۽ ان جون مفيد خدمتون سرانجام ڏيئي سگهڻ جي لائق ٿيــن. سماج جا سمورا ادارا سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح تعليم تي اثر انداز ٿيــن ٿا. تنهنڪري اسڪول کي تعليم جي شاگردن جي مڪمل تعليم جو وسيلو نٿو بڻائي سگهجي. ان صورت حال ۾ استادن کي گهرجي تہ هو اسڪول جي چؤديواريءَ کان ٻاهر بہ راڄ جي فلاح ۽ بهبوديءَ جي ڪمن ڪارين ۾ پنهنجي ڀرپور شرڪت جو مظاهرو ڪن، ۽ ائيـن راڄ جي معاشرتي ۽ سماجي ترقيءَ لاءِ تعليمي ادارن کي سڀ کان اهم وسيلو بڻائيـن.

راڄ جي فلاح ۽ بهبود  وارين ڪمن ڪارين ۾ استاد جي ڀرپور شرڪت نہ رڳو راڄ لاءِ مفيد ثابت ٿئي ٿي، پر سندن پيشوارين صلاحيتـن کي بہ اپاري ٿي ۽ بقا ڏئي ٿي. ان جي نتيجي ۾ استاد اسڪول ۽ سماج ۾ هڪ باوقار مقام حاصل ڪري ٿو وٺي. استاد راڄ ۾ معاشرتي خدمتون بجا آڻي سماج ۾ پنهنجو وجايل درجو ڀيهر حاصل ڪري ٿا سگهن. استاد راڄ ۾ جيڪي بہ معاشرتي خدمتون سرانجام ڏيئي ٿو سگهي، تن خدمتن ۾ هُو شاگردن کي بہ شريڪ ڪري ٿو سگهي. مثلاً استاد اسڪول جي گرلز گائيڊ دستـن، اسڪائوٽ جي دستـن، شهري دفاعي ڪميٽ، ادبي ۽ ثقافتي انجمنـن، سير سفر جي ڪميٽيـن کي تشڪيل ڏيئي شاگردن جي شراڪت سان راڄ ۾ بحيثيت شهري ۽ سماجي ڪارڪن جي عام انساني خدمتن لاءِ هڪ موثر ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو. اهڙين تنظيمن جي جوڙ جڪ ۽ انهن جي ذريعي معاشرتي فلاحي مشغوليـن جا پروگرام نہ رڳو معاشري لاءِ مفيد ثابت ٿيـن ٿا پر شاگردن جي انهن صلاحيتـن کي اپاري تيز ڪن ٿا؛ جيڪي راڄ ۾ فائدي مند معاشرتي ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ نهايت اهم آهن.

استاد شاگردن جي مدد سان راڄ ۾ سماجي خدمتـن جي هفتـن، مثلاً صحت صفائي جو هفتو، بيمار ماڻهن کي ٻچڻ جو هفتو، وڻ پوکڻ جو هفتو،

پيرسن ۽ پيڙن ماڻهن جو هفتو، معذورن ۽ حاجتمند ماڻهن جي خدمتن · هفتو وغيره، ملهائڻ جو بندوبست ڪري، شاگردن جي معاشرتي صلاحيت جي سکيا ۽ عملي تربيت ڪري سگهجي ٿي. شاگردن کان سواءِ استاد اسڪول اندر پنهنجي واندڪائيءَ جي وقت ۾ راڄ جي مختلف ماڻهن جيڪي علم کان محروم آهن لاءِ پڙهائي جو بلو ڪري سگهي ٿو. اڄ ڪله غريب ملڪن ۾ جتي وسيلن جي تمام گهڻي ڪمي آهي، اتي استادن جو اهو فرض آهي ته هو معاشري جي اڻپڙهيل شخصن جي تعليم ۽ تدريس ۾ وڏي وڏي حصو وٺن. هو راڄ جي فردن کي اڄ جي دؤر جي جديد تقاضائن کان واقف ڪن، ته جيئن غريب ملڪن ۾ جهالت جو خاتمو ٿئي ۽ راڄ جي فردن کي بهتر ۽ سود مند شهري بڻائي سگهجي. استادن ۽ راڄ جي وچ ۾ خوشگوار ۽ بهترين لاڳاپن قائم ڪرڻ لاءِ هيٺيان اپاءَ وٺي سگهجن ٿا:

1- استادن ۽ راڄ جي عام ماڻهن جون انجمنون قائم ڪرڻ، جن جو مقصد راڄ جي ماڻهن ۽ استادن جي شراڪت سان راڄ جي معاشرتي خدمتن جو سرانجام ڏيڻ آهي.

2- اسڪول جي جلسن ۽ تقريبن ۾ راڄ جي فردن کي ۽ راڄ جي جلسن تقريبن ۾ استادن کي دعوت ڏيڻ. ائين ڪرڻ سان راڄ ۽ اسڪول جي وچ ۾ پيدا ٿيل دوريون ۽ ويڇا ختم ٿي سگهندا.

3 - راڄ ۽ اسڪول جي وچ ۾ گڏيل صلاح مشوري ۽ تجويزن جي حاصل ڪرڻ جوبندوبست ڪرڻ. گڏيل صلاح مشورا نه رڳو اسڪول جي معاملن کي بهتر بنائڻ، بلڪ راڄ جي اندر مثبت لاڙن پيدا ڪرڻ جو ماحول به پيدا ڪندا.

4- ضرورت مطابق راڄ جي تقريبن لاءِ اسڪول جي وسيلن ۽ سهولتن جي استعمال جو بندوبست ڪرڻ. جيڪڏهن اسڪول کي راڄ جي تقريبن ملهائڻ لاءِ استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏيئي سگهجي ته اسڪول کي خود راڄ مشاورتي مرڪز ۾ تبديل ڪري سگهجي ٿو.

مٿي ذڪر ڪيل اپاءَ استادن ۽ راڄ جي وچ ۾ نه رڳو خوشگوار ناتا قائم ڪرڻ جي ضمانت ڏئي ٿا سگهن، بلڪ راڄ اسڪول کي پنهنجو ادارو سمجهندي اُن جي معاملن ڏانهن بي رخيءَ، عدم دلچسپيءَ جي بجاءِ

پنهنجائپ ۽ دلچسپيءَ جو رويو قائم ڪري، ان جي ترقيءَ ۽ اوسر لاءِ ڪم ڪرڻ تي آماده ٿي سگهن ٿو.

# سوال

1- تعليم وتدريس جي عمل کي بااثر بنائڻ لاءِ استادن ۽ مائٽن جي وچ ۾ رابطي جي اهميت واضح ڪريو.

2- ٻارن جي مائٽن ۽ استادن جي وچ دوستاڻا ناتا قائم ڪرڻ لاءِ ڪهڙا اپاءَ وٺي سگهجن ٿا؟

3- مائٽن ۽ استادن جي انجمن، استادن ۽ مائٽن جي وچ ۾ رابطن ۽ ناتن کي وڌائڻ لاءَ ڪهڙو ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي؟

4- اسڪول کي راڄ مشاورتي مرڪز ناهڻ ۾ استادن جو ڪردار بيان ڪريو؟

5- شاگردن کي معاشرتي خدمتن جي ادائگي لاءِ اسڪول ڪهڙا اپاءَ وٺي سگهن ٿا؟ انهن اپائن تي روشني وجهو جيڪي شاگردن کي سٺي سماجي ڪارڪن بنائڻ ۾ مدد ڏين؟

6- هيٺين جملن ۾ صحيح ۽ غلط بيانن جي نشاندهي ڪريو:

(i) تعليم ۽ تدريس جي عمل کي مؤثر بنائڻ لاءِ استاد، مائٽن ۽ ڪميونٽي جي وچ ۾ خوشگوار رابطن جو هجڻ بيحد ضروري آهي.

(ii) اڄ جي دؤر ۾ استادن جا اهي فرض آهن ته هو شاگردن جي جسماني، ذهني ۽ اخلاقي اوسر جو خيال رکن.

(iii) استاد ۽ مائٽ گڏيل صلاح مشوري ۽ تعاون سان، ٻارن جي مختلف مسئلن جو حل تلاش ڪري، ٻارن جي سکيا ۽ اوسر لاءِ خوشگوار ماحول پيدا ڪري سگهن ٿا.

(iv) مائٽن ۽ استادن جي انجمن قائم ڪرڻ جو هڪڙو مقصد استادن کي بدلجندڙ سماجي معاشري ضرورتن کان آگاهه ڪرڻ آهي. ته جيئن نصاب کي انهن ضرورتن مطابق بنائي سگهجي.

(v) مائٽن ۽ استادن جي انجمن ٺاهڻ وقت ان مقصد ، فرض ۽ ڪم جي لاڙي جو واضح تعين ڪرڻ ضروري ڪونهي.

(vi) نون بدلجندڙ تعليمي نظرين ۽ تقاضائن جي روشني ۾ اسڪول کي ڪميونيني( راڄ ) کان ۽ ڪميونٽي (راڄ) کي اسڪول کان جدا ڪري سگهجي ٿو.

(vii) معاشري کي ڏڦير کان بچائڻ ۾ شخص ۽ ڪميونيٽي جا فرض ڪو ڪردار ادا ڪري نٿا سگهن.

(viii) شاگردن کي سماجي شعور ڏيڻ استادن جو فرض آهي.

(ix) معاشري جا سمورا ادارا سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح تعليم تي اثر انداز ٿين ٿا.

## قومی ترانہ

پاک سرزمین شاد باد — کشورِ حسین شاد باد
تو نشانِ عزمِ عالی شان — ارضِ پاکستان
مرکزِ یقین شاد باد

پاک سرزمین کا نظام — قوتِ اخوتِ عوام
قوم، ملک، سلطنت — پائندہ تابندہ باد
شاد باد منزلِ مراد

پرچمِ ستارہ و ہلال — رہبرِ ترقی و کمال
ترجمانِ ماضی شانِ حال — جانِ استقبال
سایۂ خدائے ذوالجلال

Eqbal


سيريل نمبر [illegible]128 — ڪوڊ نمبر S.T.B. 88

| ڇپجڻ جي تاريخ | ڇاپو | ڪاپيون | قيمت |
|---|---|---|---|
| ڊسمبر 1998ع | اٺيون | 8000 | 20 90 |

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڦُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪائُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاغَذ تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اِڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجههَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڻَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)